علي احمد بروهي

# سڌن مٿي سڌڙا



سنڌي ساهت گهر: حيدرآباد سنڌ

# سڏن مٿي سڏڙا

علي احمد بروهي




سنڌي ساهت گهر - حيدرآباد، سنڌ
1996ع

کتاب جو نالو: سڏن مٿي سڏڙا

ليکڪ: علي احمد بروهي

ڇاپو: ٻيو (پهريون ڇاپو 1987)

ڇپجڻ جي تاريخ: آگسٽ 1996ع

قيمت: =/70 ستر روپيا

سنڌي ساهت گهر - ڪتاب نمبر (86)

SADAN MATHE SADRA

By: Ali Ahmed Brohi

Published By: NAZ SANAI
Chairman Sindhi Sahat Ghar.
3- Nizam Lodge, Gari Khata,
Hyderabad, Sindh.

Book No. 86

Rs:70/= Only

## ٻہ اکر

محترم علي احمد بروهي، اسان جي زبان جو اهو لکندڙ آهي، جيڪو اسان جي هڪڙي معتبر شخصيت آهي، هو نہ رڳو لکڻ ۾ سادو، سپاجهو، نهٺو ۽ نماڻو آهي، پر پنهنجي شخصيت ۾ پڻ ٻاجهہ رکندڙ آهي.

هن جون تحريرون، اسان جي ادب جو اهو حصو آهن، جنهن جي مطالعي ۾، اسان کي اسان جو سماج جيئن جو تيئن نظر ايندو. سماج ۾ جيڪي چڱايون ۽ برايون آهن، سماج جا جيڪي انتهائي ٻاجهار شخص آهن، جيڪي پنهنجي وجود ۾ هڪ شخصيت تہ رکن ٿا، پر انهن جو ڪردار ۽ عمل اهڙو تہ آهي، جو اسان بجا طور تي انهن تي فخر ڪري سگهون ٿا. محترم علي احمد بروهي صاحب، پنهنجي سمورين تحريرن ۾ اهي عڪس چٽيا آهن، جن عڪسن جو ان جي زندگيءَ مٿان گهڻو اولڙو آهي. هو جن بہ ٻاجهارن ۽ مهربان شخصيتن سان مليو آهي، انهن جون يادون توڙي ٻين حوالن سان ان جون تحريرون، اسان کي سدائين اونداهي رات ۾ روشنيءَ جي ڪرڻن جيان نظر اينديون.

هو جڏهن سنجيده تحرير لکندو آهي، تہ ائين لڳندو آهي تہ هو مبلغ ۽ شي آهي ۽ پنهنجي زندگيءَ جي تجربن کي آڏو رکي، پنهنجي دور جي سمورن ماڻهن جي رهبري ڪندو آهي، ۽ جڏهن طنز مزاح وارو رويو اختيار ڪندو آهي، تہ هو سماج

جي سمورين براين تي ڇماٽ وهائي ڪيندو آهي، ۽ ماڻهن کي جاڳائيندو آهي، ۽ ڪين براين جي پاڙ پٽڻ جي نه رڳو تلقين ڪندو آهي، پر هو انهن لاءِ رستا ۽ راهون به تجويز ڪندو آهي.

هن جيڪو به پيار جو پورهيو ڪيو آهي، ان کي ساڳي پيار ۽ پاٻوهه سان پڙهيو ويو آهي، ۽ اهوئي سبب آهي، جو هن جي پڙهندڙن جو وڏو حلقو آهي. ادارو سائين علي احمد بروهيءَ جو انتهائي گهڻو ٿورائتو آهي، جو پاڻ پنهنجي سمورين تحريرن جي ڇپائيءَ جا حق ۽ واسطا تحريري طور سنڌي ساهت گهر حوالي ڪيا آهن، جنهن سلسلي جي هيءَ پهرين ڪڙي آهي. اميد ته سنڌن سمورين ڇپيل توڙي اڻ ڇپيل تحريرون اداري طرفان جلد پڌريون ٿينديون.

**-نازسنائي**

۱۴- آگسٽ ۱۹۹۶ع
۲۰- صائم پلازا، هالا ناڪو
حيدرآباد، سنڌ.

# انتساب

ابي امڙ جي نالي،
جن جو قدر تڏهن پيم،
جڏهن هو وڃي چُڪا هوا.

علي احمد بروهي
۱۲-۱-۱۹۸۷ع

# ترتيب

# ڪجهہ پنهنجي متعلق

پنهنجي عمر جو ڪُپل حصو شونق شغل ۾ گنوايو اٿم. اٿيي شڪل ۾ اٿهوند هوندي بہ ڪيئي ڪافي عشق ڪيا اٿم. "لکڻ پڙهڻ" بہ انهن ۾ هڪ هيو. جنهن ڪرت ڪار سان نہ فقط منهنجي واندڪائي سڪارتي تي پر زندگيءَ جي خشڪ سالي بہ ختم ٿيندي رهي. اها هام تہ شايد هٽي نہ سگهان تہ "سچ جو سمر" ساڻ ڪٽي سفر تي پنڌ پيو هيس، پر اها پڪ اٿم تہ گهٽ ۾ گهٽ منزل انهيءَ رخ هٽي.

مسافري ڪندي آئون عمر جا ڪيئي ڏاڪا لتاڙي چڪو آهيان. غربت جي ننڍپڻ ۾ پڙهائي - مهاڀاري لڙائيءَ ۾ سپاهيءَ طور ڀرتي - فوج ۾ بغاوت ۾ نتيجي ۾ قيد ۾ بند جي سزايابي - سرڪاري نوڪري ۾ نوڪريءَ ڪان نيڪالي. مطلب تہ ساندي وارا سوين روپ بدلايا اٿم. دنيا ۾ بہ انيڪ انقلاب ايندا رهيا. مون ۾ بہ ردوبدل ايندي رهي. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ نہ مون سيڪت آئي سبق حاصل ڪيو ۾ نہ تجربي پرائڻ جي ڪا ڪوشش ئي ڪيم. شايد اهو ئي ڪارڻ هيو جو ڪوري جو ڪورو ڄڻ رهجي ويس.

علم ادب واري ميدان ۾ استاد نہ هئڻ ڪري مون گهٽائي سيڪڙاتن وارا تيڙ ڪاڏا ۾ ادبي چورين ڪان ويندي ادبي ڪاٽ هٽڻ تائين ڪاٽڪن وارا ڪم بہ ڪيا. پر پوءِ ڏٺم تہ مون خواه مخواه پنهنجي پت تي واڪي ڪٽي ۾ ٻين چپن ڪي چنو لڳائي ماٺ اختيار ڪئي هئي ورنہ اوائل ۾ ادبي هنڙي هٽڻ هر ليڪڪ جي مجبوري هئي پوءِ ڪن اکرن ۾ هٽ تي ڳنڍيا تہ ڪن ويچار ۾ رسا تي وڌا. خير سان وقت گذري ويو ۾ هاڻ تہ اهڙي موڙ تي اچي بيٺو آهيان جنهن ڪي پنهنجو "ڏوهي هارڪو" يا اسٽائيل بہ سڏي ٿو سگهان.

"سڏڙا ۾ سڏڪا" ڪنهن جا آهن اوهان ڪان ڪا ڳالهہ ڳجهي تہ نہ آهي. ظاهر آهي تہ ضرور اهڙن مظلومن جا هوندا، جن مٿان ظلم ۾ ستم ٿي رهيو آهي. جن وٽ آهہ زاري ۾ دانهن ڪوڪن سواءِ ٻيو ڪو حيلو وسيلو ئي

ڪونہ آهي، ڏاڍ ۽ ڏاڍان جي مقابلي ڪرڻ جو هو پاڻ ۾ ست ساري نہ تا سگهن پر ڪنجهڻ ڪرڪڻ ڪان تہ ڪين ڪو روڪي نہ تو سگهي، جيسين وجي ڪو سندن داد فرياد ٿئي يا وري ڪا قدرت ڪي ڪهل پئي.

دنيا اميد تي قائم آهي ۽ اسين بہ اهڙي آس آسري پيا ٽڳون. من نہ من اسان جو ڪو وارو وري ۽ هي ٻاٽ اونده جو دور ختم ٿئي. شال سج ڪڪرن ڪان ڪني ڪڍي وجهي. ٻاڪ ڦٽي جا اهڙا آثار تہ ڏسڻ ۾ ڪونہ تا اچن. پر تڏهن بہ "اميد" تہ هر حال ۾ لاهڻي نہ آهي. ان ماءُ جيان، جنهن وٽ ٻارڙن ڪي ڪارائڻ لاء ڪجهہ بہ ڪين هيو ۽ ڪين آسري ۾ رکڻ لاءِ ديگڙي ۾ پاڻي وجهي، چلهہ تي چاڙهيو هوائين تہ ابا فڪر نہ ڪريو چاڻ جو ڪوهر ڪڙهي تيار ٿيا پوءِ ڪائي خير سان آرامي ٿجو. اسان بہ سچا سڪٽا دلاسا ڏيئي پاڻ ڪي ۽ پنهنجي ڪي اوسيئڙي ۾ رهائيندا ٿا اچون تہ متان مايوسي ڪين نهوڙي نہ نئي، بقول سهڻي شاهہ ڀٽائيءَ جي تہ:

"ٻک وڏائون ٻگربن، جوڳي ڪندا جَڄَ،
طلب تہ رکن طعام جي، اوتيو پين اُڄ،
لاهوتين، لطيف چئي، من ماري ڪيو مُڄَ،
سامي جهاڳي سَڄَ، وسنئن ڪي ويجها ٿيا.

علي احمد بروهي
13-1-87

# پوءِ..... پوءِ اڪ ڪلي ويئي

عمر جا ٽيهه ڏاڪا پار ڪري چوهٺ جي چائنٺ تي پهتو هيس. سهڪندي ۽ ساهيون ڪندي چڙه نڪري ويئي هئي. هاڻ ته زندگيءَ جي سانجهي به اچي سهڙي هئي پاسي واري مسيت کان پوياڙيءَ جي ٻانگ ٻڌڻ ۾ تي آئي. گهر جي اڱڻ وارن وڻن ۾ ڪانون ڪٻرين ۽ جهرڪين جو چرڀٽو متل هيو. پکي پکڻ پنهنجي اکيرن ۾ ٿانيڪا ٿيڻ لاءِ ڪنيڙاٽيون ڦڙڪائي رهيا هوا. پاڙيسري گهرن ۾ ٻارڙن جو چوٻولو جهڪو ٿيندو رهيو. رات جي اونداهي مائيٽي ماٺ ۾ چورن جيان پنهنجي پين تي سرڪندي اڳيرو وک وڌائيندي رهي.

آءُ پنهنجي کٽوليءَ تي ڪٽل وهاٽو ٽيڪ ڏيئي پنهنجي جڏي جسم کي ٿانيڪو آرامي ڪرڻ لاءِ پاسا اٿلائي رهيو هيس. منهنجي گهر واري ڪٽ جي پيرانديءَ کان ڪروندڙي تي ليٽيل هئي. منهنجي پيرن کي پيڙون ڏيندي ڪيس ننڊ کٽي ويل هئي. گذريل ٽن راتين کان منهنجي پير نه ڇڏي هوائين. ٿهل ٽڪور ڪندي پنهنجي ننڊ به زهر ڪري ڇڏي هوائين. صبح شام دوائون پيارينديءَ دم ۽ دعائون ڪندي تي گذريس. ڪڏهن وري ٽيڏي اک سان مون کي گهوري ۽ چتائي تي ڏٺائين. اهڙا نماڻا نيڻ کٽي تي واجهايائين جو منهنجون اکيون به بي اختيار ڳوڙهن سان پرجي تي آيون.

مون جهڙي سودائيءَ سان نباهه ڪرڻ ڪو چرچو ته نه هيو. شاباس هجيس جو سچا سارا ٽيهه سال مون سان گڏ ڪاٽيا هوائين. پنهنجن ٻارن سان گڏ منهنجي انهن ٻارڙن جي ماءُ به هئي جي سندس پيٽ ڄڻيا نه هوا. پر لوڪ لکا ڪڏهن نه پيئي ته اڌ عيال ڪيس ڏاجي ۾ مليو هيو. مون ته ڪيس هر وقت ڪيس مالا ڪندي ڏٺو، جڻن ڪا زر خريد ٻانهي يا پورهيت هجي! پر سدائين مرڪندي ۽ مشڪندي رهي. سندس پيشاني گهنج ۽ گهنڊ کان ٻارهو ئي خالي رهي. نه فقط مون سان، پر مون واري سموري ٽبر سان، واهه

جوڳن ڏنا هوائين، جنهن "وڙ" لاءِ آءٌ سندس ٿورائتو هيس. هي برابر آهي ته مون کي ڇٽيو نپايو ۽ پاليو ٻين هيو. پر منهنجي ڏکن ڏولاون جي ڀانگي ڀائيوار ته هيءَ ڀتاري هئي! ماٺهو الاجي ڪيئن پنهنجي شريڪ زندگيءَ کان بيزاري ڏيکاريندا آهن. منهنجو ته وار وار سندس احسان هيٺ دٻيل هيو.

ڪيس خبر هئي الاجي نه؟ جنهن جي ڄاڻ مون کي برابر هئي، ته وڇوڙي جي گهڙي ويجهڙي ايندي ٿي رهي. آءٌ ماٺ ميٺ ۾ سندس ميندي رتڙن وارن ٿي هٿ ڦيريندو رهيس. هونئن به آءٌ ساڻس دل جو هر حال احوال اورڻ جو عادي هيس. پنهنجي زندگيءَ جي ساٿي سان ٻولاچاري ڪرڻ "پاڻ سان پاڻ" ڳالهائڻ برابر نه هيو ته ٻيو وري ڇاهيو؟ اڄ ڀهريون ڀيرو هيو جو مون کي خبر نه ٿي پيئي ته ڪيس ڇا چوان؟ ڪيس اهو اسرار ڪيئن سمجهايان جو آءٌ پاڻ به پروڙڻ کان عاجز هيس!

"خيران!" او خيران!،" مون پٽڪن ۾ چپ چوريندي چيو. "توکي اهو علم آهي الاجي نه، ته آءٌ ترت توکي ڇڏي، ڪنهن ڏورانهين ڏيه اسهي رهيو آهيان. پنڌ اٿانگو ۽ سفر وڏو آهي. منهنجي منزل، هن ڀيري تون شايد مون ساڻ هلي نه سگهين. توکي هتي ئي رهڻو پوندو، جتي هاڻ تون آهين. پر تون مون ساڻ فقط هي واعدو ڪر ته تون مون لاءِ روج راڙو يا ماتم هر گز نه ڪندينءَ. مون کي اڄان به جلد وساري ڇڏج. جئن اڳي پوءِ ٻيا سڀيئي وساري ڇڏيندا. اهو ئي ته زندگيءَ جو "اٽتر" اصول آهي. وسارڻ جي ٻي معنيٰ آهي معاف ڪرڻ يا درگذر ڪرڻ. تڏهن ته ماڻهو "ياد" نه ڪرڻ تي ڪِنيدِ ڏيندا آهن.

ننڊ جي نيم مدهوشيءَ ۾ "خيران" تڏو ساه کنيو. جئن ڪو ٻار ننڊ ۾ سڏڪا ڀريندو هجي. سندس اُداس ۽ اپاٽڪو چهرو ڄڻ ته ليلائي رهيو هيو ته "نه وڃ." ۽ ڇئي رهي هئي ته،

"الله لڳ اهڙي وڃڻ جي وائي وات نه آڻ. مون کي رڻ ۾ نه رول. مون کي هٿ ڪنهن جي ايل ڇڏي تو وڃين؟"، "منهنجا ساٿي، آءٌ ان ڏيهه ڏانهن وڃي رهيو آهيان جنهن جي مون کي پاڻ کا ڄاڻ نه آهي. خبر نه اتم ته اتي منهنجو حشر ڇا ٿيندو؟ مون ان ساٿيهه لاءِ ڏاڍيون عجيب ڳالهيون ٻڌيون آهن. پر اهي سڀ ڪهاڻيون آهن. جي ان ڏس ۾ وڃي چڪا آهن انهن ۾ ڪو واپس موٽيو ئي ڪونه آهي جو اڃي احوال اوري ته اتي ڇا وهيو ۽ ڇا

واپرايو!"

گهر واريءَ کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ ادمر ڪندي ڏٺر تہ منهنجو هٿ ياري ۽ بي جان ٿي رهيو هيو. جڻ تہ پنڊ پاهڻ ٿي ويو هيس. پاسو اٿلائڻ جي ڪيم پر لنگهن چيو نہ ڪيو. هاڻ تہ هٿن جي حرڪت بہ باقي نہ رهي هئي. پانهي ويس، تہ "پڇاڙيءَ جي شروعات" ٿي چڪي هئي، دل جو دل ۾ شڪرانو ڪيم. هوئنئن بہ زندگيءَ جي ساٿيءَ سان موڪلاڻي ڪرڻ ڏاڍي ڏکي هئي. شڪر جو هوئنئن بہ زندگي ڏاڍي پياري هئي. ان ڪري پنهنجي مرڻ جو ارمان ضرور هيو. پر موت جو ڊپ ڊاءِ؟ هر گز نہ. بلڪ آءٌ تہ موت لاءِ مدت ڪان منتظر هيس. ننڍپڻ ۾ ئي پنهنجي عمر جو ڳاٽاٽو ويهارو سال مس ڪثيو هيم، هاڻ تہ ٽيڻ ڪان بہ وڌ عرصو گهاري چڪو هيس. مون تي ۽ منهنجي دل دماغ تي عمر پر موت هاوي رهيو. ديوارين تي "موت کي نہ ڀلايو" جا نعرا پڙهي ڪل ايندي هيم. جڻ ڪوئي موت کي بہ وساري ٿو سگهي! مون کي تہ ويسارو ان ڪارڻ بہ هيو ڇاڪاڻ تہ اندر ۾ موت ئي موت جو راڄ هيم. زندگي تہ فقط نالي ماتر هئي يا وري بهانو. موت جي ويجهو هئڻ واري سوچ ۾ ئي هيس تہ ڪلهي تي ڪنهن غئبي هٿ هئڻ جو احساس ٿيم. جسم ۾ سيسراٽيون ۽ دڙيون ايرنديون رهيون. پانيم تہ مور ڇا ٽيڻ وارو هيم. پر مزو اهو جو درد جو نالو نشان بہ ڪونہ هيو. منهنجو ذهن صاف ڪم ڪري رهيو هيو. جو پڻ عجيب هيو. پيرن ڪان ڇيلهہ تائين اڌ ڌڙ تہ جڻ هيو ئي ڪونہ. يعني اڌ ڌڙ ڪان ساهہ نڪري چڪو هيو. ڇاتي بہ بي ساهي هئي. پر اچرج اهو جو پاڻ کي ڳالهائيندو ڏٺر توٽي جو مون واري آواز کي آهٽ خيرڪي هئي.

"ڀلي آئين، جيءُ آئين، ملڪ الموت! مون کي سڌ آهي تہ تون خير سان اچي سهڙيو آهين. آخر تون شرط ڪٽي وئين. آءٌ تنهنجو ڪنيير ڇهرو چٽيءَ ريت پسي رهيو آهيان هوئنئن بہ تون مون لاءِ ڪو اوپرو تہ نہ آهين؟ مون توکي اڳ بہ ڏٺو آهي، پر پري ڪان. اڪثر پنهنجي مرٽينگ دوستن ۽ مائٽن جي ويجهڙائيءَ ۾. هيل تائين تہ آءٌ هميشہ توکي "ڪاسائي ۽ جلاد" ڪري پٺي پڪاريندو رهيس. پر پانيان ٿو تہ منهنجو اهو فقط "وهم" هيو تہ تون پنهنجن گراهڪن کي ڇيچيلائي ۽ عذاب ڏيئي ٿو مارين. پر ان زماني ۾ مون کي زندگيءَ جو ايترو تجربو ڪونہ هيو جو اڄ آهي. هاڻي ٿو پتو پويم تہ

تون ڪيڏو نہ مهربان ۽ رحمدل آهين. ” جو ڪجهہ تون هڪ هٿ سان ڪسي ٿو ونئين اهو ٻئي سان واپس ٿو ڪرين." پاڻ کي ڳجهارتن ۾ ڳالهائيندي ڏسي ماٺ پئي لڳي ڇاڪاڻ تہ آءٌ سادو سودو ماڻهو آهيان ۽ ساهي پٽي وري مخاطب ٿيس.

”مون کي تہ هي ڄاڻ بہ هاڻ ٿي پوي تہ جنهن ڳالهہ ماڻهن جي اکين ۾ خوف ۽ سندن سيني ۾ ٻوسٽ ٿي آندو اها ”زندگي“ هئي ۽ نہ ”موت." يعني تون. زندگيءَ پنهنجي بچاءَ لاءِ واجهہ ٿي وڌا ۽ ڳتا ٿي ڳوليا. سندس پٽ ڪوہ ۽ ڦٿڪو پنهنجي بقاءَ ۽ حياتيءَ لاءِ هيو. جئن ڪنهن ڏياتيءَ جي لاٽ، وٽ يا تيل جي کوٽ ڪان پوءِ ڪرڙيءَ جي ڇڳل ڀيڙيءَ جيان ڦٿڪندي هجي!

”ملڪ الموت سائين! مون کي تو ساڻ مهاڏو اٽڪائڻ يا ملاکڙو ڪرڻ جو هاڻ ڪو ارادو ڪونہ آهي. جيڪڏهن تون ان زماني ۾ وارد ٿين ها، جڏهن مون ۾ جوش هيو ۽ رڳن ۾ گرم رت ٿي ڇوليون هنيون تہ پوءِ اها ٻي ڳالهہ هئي. ان دور ۾ مون ۾ خاصي جوت هئي ۽ شايد ترڙائي ڪري مقابلي لاءِ سينو بہ ساهيان ها. هاڻ تہ آءٌ نستو ۽ نٻل ٿي چڪو آهيان منهنجي ديد ويهجي ويئي آهي. منهنجو لنگ لنگ ساٿو ۽ دل ڪمزور آهي. فقط دماغ سالم اٿم، جو ٻڌائي ٿو تہ هاڻ ويڙہ اجائي آهي. ان ڪارڻ آءٌ ڪتوليءَ تي چپ چاپ ليٽيل رهندس. توکي جا ڪارروائي ڪرڻي آهي ڀلي ڪري وٺ. مون کي بہ هي ڏسڻ جي چورا ڪوري ضرور آهي تہ تون پنهنجي ڪرت ڪيئن ٿو ڪرين." منهنجي تو ۾ عمر ڀر ڪان دلچسپي پئي رهي آهي. هي عرض ضرور ڪندس تہ آءٌ ايترو ٻلوان يا پهلوان نہ آهيان جيترو ٻاهرين ٻني ڏونگ رچائيندو پئي رهيو آهيان. آءٌ ڄائي ڄم ڪان ڊڄڻو ۽ ڊرپوڪ آهيان. ان ڪري ساهہ قبض ڪرڻ ڪان اڳ ۾ جيڪر ٻہ ٽي قطرا نشي واري دوا پيارين تہ چنگو!. جئن آءٌ ننڊ ۾ غافل ٿي سمهي پوان ۽ تون مون کي ننڊ ۾ ننڊ ڏين. آها. کهڙو نہ مزو ٿئي! جو آءٌ مري بہ وڃان ۽ مون کي خبر بہ نہ پوي!!!

موت جي منهن تي مامتا ڏسي تعجب ٿيم. چپ چوريندي چيائين تہ، ”تون بلڪ نہ گهبراءِ." آءٌ هونئن بہ ساہ وارن کي بيهوش ڪري پوءِ پنهنجي فرض ادائي پوري ڪندو آهيان. تنهنجي ساہ سهيڙڻ ۾ ايئن جهٽ پلڪ جي دير آهي. جي توکي ڪنهن مٽ مائٽ يا ملان کي ماڻهو موڪلي گهرائڻو هجي

تہ پلي اجا ايتري فرصت آهي. هونئن ٻيا ماڻهو تہ منهنجي آهڻ ٻڌندي ئي ملان کي نياپو ڪندا آهن."

"ملان کي هاڻ گهرائڻ بيسود آهي"، مون ڪنڌ ڌوڻ ڪندي چيو: "هن حضرت مون لاءِ زندگيءَ ۾ ڇا ڪيو هيو جو هاڻي اچي منهنجي آخرت اچي ڪندو. مون لاءِ تہ پڇتاءُ جي ويرم بہ وهامي چڪي هئي. پر تون ملان کي گهرائڻ لاءِ صلاح ڇا لاءِ ٿو ڏين؟ تنهنجي لاءِ تہ ملان جو هئڻ يا نہ هئڻ ڪا معنيٰ نہ ٿو رکي. پوءِ تون ڇالاءِ ٿو اهي اڏا ابتا ڏس ڏين؟"

"مون کي پنهنجي عمر ڀر جي ڪئي تي ڪو پڇتاءُ تورو ئي آهي. مون تہ هميشہ پنهنجي دل من جي پيروي پئي ڪئي آهي. آءٌ سمجهان ٿو تہ منهنجي نيت صاف هئي. مون پوڪپائيءَ جا ڪم بہ ڪيا. پر تڏهن ڪيا جڏهن عقل يا دليل جي چوڻ ڪڏ لڳس. منهنجو عقل اڪثر اُبهرو ۽ انڌو هيو. جنهن نتيجي ۾ مون کي اڳيئي ڪافي سزا ملي چڪي آهي. باقي مون کي دل ڪڏهن بہ نہ دوکو ڏنو ۽ نہ دغا ڪئي. هي برابر آهي تہ مون پنهنجي اندر واري آواز جو قدر نہ ڪيو ۽ سندس پڪار کي اڪثر لنوائيندو رهيس. پر وري بہ شڪر جو ضمير تي زنگ چڙهڻ نہ ڏنم ۽ هر ويلي ڪيس ڌوئي پوئي اڇو اجرو رکندو ٿي رهيس."

"هونئن بہ آءٌ ڏاڍو خوش نصيب هيس. مون کي دشمن بلڪل تورڙا هوا. جن مون کي ڪو خاص نقصان ڪونہ پهچايو. جن کي مون کان تڪليف پهتي آهي آءٌ انهن کان ٻانهون ٻڌي معافي ٿو منگان. باقي معاملو آهي منهنجي ۽ مالڪ ۽ خالق وچ ۾. ڪنهن ملان جو واسطو ڪهڙو؟ آءٌ ڪين پنهنجو منصف يا مشير ميڄڻ لاءِ تيار ئي نہ آهيان."

آءٌ تو ساڻ شامل راءِ آهيان تہ مون لاءِ چڱا ۽ مندا ماڻهو سڀ هڪ آچار آهن. موت مرڪندي چيو. "منهنجي ڪنهن جي نيڪ يا بد اعمال سان واسطو ڪهڙو ۽ سچ پڇين تہ مون کي بہ اوهان جا ملان پسند نہ ايندا آهن. هي اهي ئي ماڻهو آهن جن غلط پروئگنڊا ڪري منهنجي خلاف ڌرتيءَ تي ٻاهه ٻاري ڇڏي آهي. هنن مون کي پنهنجي خوف ۽ هراس ڦهلائڻ جو وسيلو ڪري استعمال پئي ڪيو آهي. هي همراه منهنجي معصوم چهره کي پوائنٽو روپ ڏيئي افواه ڦهلائيندا ٿا رهن تہ آءٌ ڏاتو هٿ ۾ ڪٺي گهرن ۽ شهرن ۾ لاٻارو وجهندو ٿو رهان. توٽي جو حقيقت هي آهي جو منهنجو نہ آهي بهشت

سان واسطو ۽ نہ ڪو دوزخ سان لاڳاپو. آءُ تہ هڪ قدرتي عنصر آهيان ۽ بس!"

"پلا يار ڪا پلي پار جي خبر چار تہ ڏي. اڳلي جهان ۾ پکي پکڻ بہ آهن؟ چوپائي مال يا گگدامن لاء بہ ڪو وٿاڻ ڳئو شالا آهي يا وري سموري آراضي جنت ۽ جهنم وچ ۾ والاريل آهي؟"

"هائو. پکي جام آهن. جتي فرشتا هوندا تہ اتي پکي پکڻ هوندا. الله کي پکي ڏاڍا پيارا آهن. تڏهن تہ پنهنجن فرشتن کي پکين جيان پر ڏنا اٿائين.

اوهان جانورن لاء واڙو تا پڇو؟ ڪائنات ۾ قادر جون ڪروڙين ڪايائون آهن. وڻس رنگ برنگي تاج محل ۽ شيش محل آهن. سندس اڻڳڻت آسمان ۽ ڌرتيون آهن. جيترا آسمان ۾ تارا تو پسين ايتريون تہ ڌٽيءِ جون دنيائون آهن ۽ سڀ آباد آهن. قدرت جي هر ڳالهہ بي انت ۽ اٿاه آهي."

"چڱو يار، ڏاڍيون ڪچهريون ٿيون. هاڻ پلي تون پنهنجو وار ڪر. توکي دير ٿيندي هوندي. مون تنهنجو خاصو وقت وڃايو آهي. آءُ تيار آهيان." مون اکيون ٻوٽيندي چيو. موت منهنجي وار ڪرڻ واري جملي تي اعتراض ورايندي چيو تہ " مون ڪڏهن ڪنهن تي ڪو حملو يا چڙهائي نہ ڪئي آهي. آءُ تہ ماڻهن کي ننڊ ڏيندو آهيان. پر هميشہ لاء."

"آءُ وري ڪڏهن سجاڳ بہ ٿيندس يا نہ؟ مون هٻڪندي سوال ڪيو. مون کي سوال جو ڪو جواب نہ مليو. وري پڇا ڪيم تہ: "پلا ننڊ ۾ ڪو خواب بہ ڏسندس يا ان تي بہ ڪا بندش يا پابندي آهي؟"

"هائو...." موت مشڪندي چيو، "اهو سڀ ڪجهہ خواب نہ آهي تہ ٻيو ڇاهي وري؟ زندگي بہ خواب! جڏهن اک پٽيم تہ... واقعي ئي خواب هيو... ۽ سج ڪانو کن چڙهي چڪو هيو....

# سنڌي ٻولي

ڪو زمانو هيو جو هرهڪ جي وات چڱي وائي هوندي هئي. پٽ پاراتو، وڻ ڏيڻ ۽ گٿو لفظ ڪڍڻ کان لنوايو ويندو هيو. اڪثر ڇڀي ڇتي ڳالهائڻ لاءِ هدايت ڪئي ويندي هئي، ته بابلا سنيالي اکر ڳالهايو ۽ جيتري قدر ٿي سگهي مٺو ڳالهايو. انسان ڪار زبانو آهي. ڪا مهل کهڙي، ڪا مهل کهڙي. ائين نه ٿئي جو اهڙي ٻولي ٻاقي وڃي جا ڪنهن لاءِ ڪاني ثابت ٿئي. وڏ ۾ وڏ ڪاوڙ آئي ته پوءِ به "ٻيڙيءِ ٻڏا" نه چئبو پر چئبو ته "ٻيري تريئي يا ٻيڙي سائي ٿيئي." ڪارو منهن خدا دشمن جو به نه ڪري، چئبو ته "اڇو اٿس منهن ۽ نيرا اٿس پير." انڌي کي انڌو نه چيو ويندو پر ڪيس "مٽي اگهاڙو" يا "ڏاڙهيءِ ڪوڙيو" ڪوئبو. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته اڄ واري گار هاڻي گئس ۾ داخل ٿي چڪي آهي.

مقصد هي هوندو هيو ته آگرو اکر مک کان نه نڪري ۽ اڻ سهائيندو ٻول نه ٻولبووڃي. ٻولي اها، جنهن جي اکر اکر ۾ رس هجي، راز هجي ۽ رمز هجي. نانگ کي سـ ، يا اڃان به "ڪڪ" چيو ويندو. ڏنگيل لاءِ چئبو ته "ڪک سنگهيو اٿس" جيئن نانگ جو ڏر مٿس غالب نه ٿئي. جن ڀوت جي اثر لاءِ چيو ويندو ته "حساب" ٿيو اٿس. مبادا غئبات جي نالي وٺڻ ڪري ٻارڙن ٻچڙن کي ڊيڇڙو نه ٿئي. ناپاڪ ۽ نحس نالن کڻڻ کان پرهيز ڪئي ويندي ۽ پليت جانور جي نالي کان به پاسو ڪبو ۽ ڪيس "جهنگ وارو" چيو ويندو. مبادا منحوس نالن کڻڻ ڪري بدسوڻ ٿئي. حاجت ضروريءَ لا به اهڙا اصطلاحي ۽ تمثيلي جملا استعمال ڪيا ويندا، جيئن ته جهنگ ڦرڻ يا ونواٽي ڪرڻ. اُلٽي ڪرڻ ۽ قئي ڪرڻ بجاءِ چئبو ته زمين، يا مٽي سنگهي اٿائين. مبادا گندي لفظ اچارڻ سبب ڪنهن جي دل نه خراب ٿئي. اهو اصول بيماري سيماريءَ سان به لاڳو هوندو هيو. تپ چوڻ کان عار ڪبو ۽ چئبو ته "دشمن" کي "ڪوسو" ٿيو آهي، يا دشمن طبيعت نيڪ نه اٿس. باقي عام

فهم جسماني رد عمل لاءِ سهڻا ۽ سدورا فقرا ڪتب تيندا. اوٻاسي آئي تہ "الله اڪبر" اوڳرائي آئي تہ "شڪر الحمدلله" جي نڇ يا ڇڪ آئي تہ پوءِ "جيءُ بسم الله."

ائين بہ نہ هو تہ زندگي ڪا بي مزي يا خشڪ گهاري ويندي هئي. بلڪل نہ، مذاق مشڪري ۽ چرچو ڀوڳ بہ جام هوندو هيو پر ڪنهن جي عيب جوئي يا ڏاڙهي پٽ، هرگز نہ. قومن ۽ قبلين تي چيڙ ۽ ٽوڪ ٽڙي ٽڪ تيل هوندي هئي. دايا ليمي تي، ڊکڻ وانگڻ تي، سيد سيهڙ تي ۽ ٻروچ متيري تي چڙهندا هئا ۽ خاصي خار کائيندا هئا. ڪنهن ٻيي کي ڪراڙو سڏيو تہ ڪاوڙ ڪندو ۽ چوندو تہ تنهنجو پيءُ ڪراڙو، تنهنجو ڏاڏو ڪراڙو، چڻ تہ گار جو جواب گار سان ڏيئي رهيو هو. ٻوڙو ڪتي کي بہ نہ ڏبو مبادا وڏيڪ چتو نہ ٿئي. هي برابر آهي تہ وڏڙا هيٺ ڦيٺ ضرور ڪندا هئا پر رناٽا مهڻا يا طعنا تنڪا نہ ڏيندا هئا. هو پنهنجي ڏونڪ جاري ضرور رکندا هئا جا عمر جي تقاضا هئي، ليڪن اها عادت ادا ڪندا هئا هڪ عجيب نموني! چوندا تہ "الله توکي وڏو ڪري" يا "تنهنجي نانيءُ کي ڪوسو پت کارايان" يا "بيهہ تہ تنهنجا ڪن پٽيان."

دعائن جي اڄ جيان سڄ نہ هوندي هئي پر هر رخ ۾ دعائن جي ڇڄ ايندي ڏسبي هئي. ٻڍڙن ۽ پوڙهين طرفان تہ چڻ دعائن جي ديڳ چاڙهي ڇڄ ورهايو تي ويو. "ابا مان گهوري وڃانءِ، ابل مان توتان صدقي ٿيان. شل آڊڙو ٻڍڙو ٿئي. پنهنجي جواني سان جيئين. الله تنهنجوهٿ نہ منجهائي. شال ڪوسو واءُ نہ لڳيئي. ڏک ڏور، ۽ دشمن دفع ٿيندي. شل تنهنجو وار ونگو نہ ٿئي. الله تنهنجو ساٿي ٿئي." وري جو ڪو ياتي ڏينهن پهر جي سفر لاءِ سنيريو تہ پوءِ ڪيس مصحف هيٺان تي گهمرا ڏياري، سندس ٻانهن ۾ امام ضامن ٻڌي، دستگير جي باس باسي پوءِ اُسهڻ جي اجازت ڏيندس. ۽ پوءِ بہ سندس ڪڌ دعائن جي تنوار جاري رهندي. "جاڏي پير تاڏي خير" سڀ سڻائي. مولا مدد. دعا جو دائرو بہ فقط پنهنجن تائين محدود نہ هوندو پر اهي دروازو جڳ لاءِ ڪليل رهندا. "يا رب خير، هندو مسلمان جو خير!" نيڪ نيتيءَ جو معراج تہ ڏسو. جو اڳ ۾ هندو پوءِ مسلمان جو خير!

الله جو نالو وٺبو تہ عزت ادب ۽ الفت سان، ورنہ صرف اشهد آڱر اپري ڪري اشارو ڪيو ويندو تہ "ڪيس خبر، ٻلي ڪندو، شل ٻاجهہ پوندس."

وڏڙا رستي ويندي کهٽيءَ ۾ ڪاغذ ٽڪر ڪريل ڏسندا ته کڻي چمي اکين تي رکي پوءِ پٿين ۾ ڪيس محفوظ ڪندا ته. مبادا مٿس الله جو نالو لکيل هجي ۽ ڪنهن جي پيرن جي لتڙ ۾ نه اچي. الله جا صفاتي ۽ سرڪاري نالا نوانوي، پر سنڌيءَ ۾ نه حد نه حساب. سڀ سپاجها ۽ ڀاڄهارا نالا. ڏکٽهار، بخشٽهار، پالٽهار ۽ ڏيڻ وارو ڏاتار. ”شاهه“ جي گنج ۾ وري عجز ۽ انڪساري سان گڏ پيار ۽ پريت جوا ظهار، جڻ ڪو الله آڏو ويٺو اندر جو احوال اوري، ”صاحب ۽ سائين، دوست ۽ دلدار، پريم ۽ پرين.“ محسوس ائين پيو ٿيندو جڻ ڪا ماءُ پنهنجي سڪيلڌي کي منڙا منڙا ڪري پيئي لولي ڏئي. ساڳيو سڪ ۽ قرب جو ناتو مديني جي مير سان ڳنڍيو وبو. هر مداح ۽ مولود عبادت الاهيءَ جو حصو. خاص طور ”احمد ڇام اجهو ۽ پلا ڇام هن غلام سندو سوال سڻج تون.“ اهڙي نوڙت نياز ۽ عاجزي کي اوليائن ڪان ويندي سيدن، پيرن ۽ فقيرن تائين وسيع رکيو ٿي ويو.

ڏسڻ ۾ هي ٿو اچي ته سنڌي دنيا جي اڪيلي زبان آهي جا الله سان پنهنجو ذاتي رشتو ۽ رستو قائم ڪري سگهي آهي جا وسعت ۽ وصيعت ٻي ڪنهن ٻوليءَ ۾ ملڻ مشڪل آهي. درٻاري آداب ۽ دعا سلام جا نمونا ته هر ٻوليءَ ۾ ميسر آهن پر منجهن مٺاس ۽ احساس جي اونهائي ۽ خيال جي گهرائي خير ڪي آهي. اڳ ته آءُ سمجهندو هيس ته فقط پٽائيءَ جا بيت ”آيتون“ آهن پر هاڻ مرحوم احمد ملاح جي سنڌي تفسير پڙهڻ بعد اکيون ٿيون کلن ته هن ٻوليءَ جو هر ٻول عارفاڻو ۽ هر اکر نور نامون آهي. مون کي ته هاڻ هي شڪ به ٿو پوي ته عربي دراصل اڳوٽي ۽ پراڻي سنڌي آهي جا الله کي وڻي ويئي ۽ پوءِ پنهنجي ڪم ڪڍڻ لاءِ ڪتب آندائين. الله نه پلائي ته ڏاڏو آدم به سنڌي هيو. گهٽ ۾ گهٽ سندن پاپ ۽ پڇتاءُ ته ٻيئي سنڌين جهڙا هيس. پوءِ هيءَ پڪ نه آهي ته سندس منٽي مهراڻ مون ڪنيل هئي يا وري ڪيس نيڪاليءَ بعد موهن جي دڙي مٿان لاٿو ويو هيو جتي ”آدم ڇام ۽ ڇامل“ ”پاڻ ۽ جوٽس“ ٻنهي جي شڪل جا پتلا لڌا ويا آهن، جن کي اڄ ڪلهه ٻانئو ۽ نچڻي سڏيو وڃي ٿو.

اڄ اهي سڀ املهه اهڃاڻ ۽ آثار مسيارپا ۽ مٽيا نظر اچن ٿا. ٿي سگهي ٿو ته منهنجو اندازو غلط هجي. الله ڪري ائين هجي. پر ڏسجي ائين پيو ته اسين مٽين تي موهجي پنهنجو اباڻو ورثو وڃائڻ وارا آهيون. اسان ٻين اڳيان سرخرو ٿيڻ خاطر پنهنجي لطيفي لات لنوڻ بجاءِ پانت پانت جي بات ٿا ٻڪون. اسان جي گهڙي گهرن ۾ اسان جي ”امڙ ڇامل“ جو هلاچو ۽ ملہ

خيرڪي ٿو ڏسجي. البت ٿانڊي لاءِ آيل بورچاٽين جو غوغاءِ گهٽو ٿو ڀڄجي. اسان ته هر دور ۾ پراين کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ وڏا وس پئي ڪيا آهن. ڇو ته اسين تند ڳنڍڻ وارا ڪوري آهيون ۽ ڇنڻ ته اسان ماڳهين سکيو ئي نه آهي. اسين ميل ميلاپ جا ڪوڏيا آهيون پر ڪو اڳيرو به ته ٿئي. ورهين کان ان آس ۾ پاڪر جهليندي هاڻ ته ٻانهون به ٿڪجي پيون آهن. سالها سال گڏ رهندي به اڃا سوڌو ڪو پاند يا "پلو" پاڻ ۾ نه ٿو ملي. پوءِ ڇو نه پنهنجي ٻاريون ۽ "اپٽي گهوٽيون" ته ڪجهه نشڙا ٿين. گهٽ ۾ گهٽ غم ته غلط ٿيندو!

هن ڏس ۾، خوش نصيبيءَ سان، ڪجهه ديدور ۽ دردندون طرفان سنڌي علم و ادب جي سال ملهائڻ لاءِ سانباها ٿي رهيا آهن. سهڻي لطيف جي سهاري هيٺ ادبي اجتماع سڏائڻ سان الله توهار ڪئي ويندي. ڀلاري ڀٽائي سان بسم الله ڪرڻ هڪ عظيم ڪاميابيءَ جي علامت آهي. هونئن به ڏسبو ته سنڌ هلي ئي ٿي آسري الله جي مهابي، منڙي مرسل جي ۽ صدقي شاهه ڀٽائيءَ جي، جنهن نه فقط سنڌيءَ کي سنواري سينگاري اڇو اجرو ڪري پنهنجي بي بها ابدي سرمايو پڻ ڏيئي اسان سيني کي ست ۾ سرخرو ڪيو ۽ اوچي ڳاٽ ڪند ڪڻ جهڙو ڪيو، پر سنڌ جي سڪڻ سٺائي لاءِ جو دم جيئندو رهيو، هر دم ڏٺيءَ در ٻاڏائيندو ۽ دعائون پنندو رهيو. الله پاڪ شال ڀٽائي گهوٽ جو عرض اگهائي ۽ اسان جڏن ۽ ڏڏن کي ان لائق ڪري جو سندس سڪ ۽ صلح جو نياپو ساري جڳ جي گهر گهر ۾ جهونڪ جهڙيءَ ۾ روشن ڪريون - آمين.

هونئين به جڏهن الله آدمين کي اکيون ڏيندو ۽ کين اکين ۾ ديد ۽ دلين ۾ اخلاص ۽ انسانيت ايندي، ته سڀ دنيا وڏا گڏجي ميڙ ڪري اچي پٽ پيڙا ٿيندا. پوءِ سڀ ڪجهه ڳالهه ڳالهه ڪري، ٻئي ٻانهون ٻڌي، لطيف سائينءَ سامهون سڀ هٿ ٻڌي سوالي ٿيندا [illegible] اسان جو شاهه اسين غلام تنهنجا، هاڻي ڪر ڀلائي ڀال ته اسين ٻڌون ٻار آکرون' ڀٽائي پنهنجو منهن مونن مون مٿي ڪٿي اسان کي هڪوار ڏسي مرڪندو ته ڀليل ڀٽڪيل ڀلجي وري به پاڻ آيا آهن. ڪيس ياد نه هوندو ته پاڻ ئي راهه ڏسي هوائين ته "ليلان ليلائج ۽ جي ليلائي نه لهين تان پڻ ليلائج" اسان جا سڏڪا ۽ سڏڙا سٺي، اسان کي آٿت ڏيندو ۽ اسان هيڻن سان همراهه ٿي ان لاءِ هٿ ڪٽندو. آخر نيٺ اسان وارو سچ به ته ڪڏهن اپرندو.

1983ع

# سنڌي لوڪ ادب

لکڻ ڏاڍو ڏکيو. ڪا اڪ جي ماکي لاهڻي تہ ڪانهي. رڪ جا چڻا چٻڻا آهن. وري اڃي تي ڪارو لکڻ. الله جي پناهہ. ڪا مهل ڪهڙي ڪا گهڙي ڪهڙي. متان ڪڏهن قلم وهي وڃي. يا وري ٿاٻڙجي ابتو وهي وڃي. سندس ڌار تيز ۽ تکي. نوڪ چهنبياري. جهڙي برڇي. الاجي ڪهڙو ممڻ مچائي. ڪنهن کي هنداڻتو لڳي وڃي. متان وڇوڻ جو ڏنگ تي لڳي. يا سيڙه جو ڪنڊو تي چڀي. يا هڻ ڪڻ ثابت ٿئي. پوءِ ڪل مون دل تي پوي. اڳ تہ هوندو هيو سر بچاءَ جو بهانو. تہ لکڻ وارو ٿو لکي. ماڻهو هوندا هوا سادا ۽ ايمان وارا. پٽ جي رهجي ايندي هئي. هاڻ تہ آهي نئون زمانو. سڌريل ۽ ترقيءَ جو دور. مورڳو لهراءِ پري. مون کي ڪهڙي سگهہ لکڻ جي؟ آءٌ پاڻ دم اڌ جو مهمان. اوڏر جي ساهہ تي جنهن جو گذران. مون کي تہ قلم هٿ ۾ ڪٽندي بہ لڳ ڏکن. آءٌ تہ اوپاسي ڏيندي بہ ڪنبندو آهيان. متان اڌ ۾ اڃي ڪڙڪو ڪري. هٽي ٻاهي نہ وڃي. موت ڪو مٺو تہ نہ آهي. پر ماڻهو ڇا چوندا. اڌ وات ڦاٿل ۽ تارا ڦوٽاريل. متان چون تہ ڳنڍيريون ڪائيندي مئو. ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ ڏند آهن ئي ڪونہ.

وري جي نہ لک تڏهن بہ وٺل. آخر ماڻهو آهي ڪهڙي درد جي دوا؟ جو پڙهيل بہ آهي، تجربو ۽ دل ۾ تڙپ بہ اٿس. تنهن هوندي بہ هو اهڙو رستو نہ ٿو ڳولي ڪڍي، جنهن وسيلي هو پنهنجي علم آزموده ۽ عشق کي ماڻهن جي خدمت ۾ سيڙائي. اسان وٽ اهڙا اڻڳڻت ماڻهو آهن جي پنهنجي ديس لاءِ راهہ ڳوليندڙ آهن. پر رتوڇاڻ ۽ انقلاب وسيلي نہ. پر تواريخ جي سيلاب ڏس ۾. پنهنجي پاڻ سنوار ڪندي. ... ايمان اٿم تہ جڏهن اندر جو ترورو وڏي لاٽ ڪندو تہ ان سوجهري ۾ واٽ پسبي. جئن چوڏهينءَ جو چنڊ ڏسبو آهي. ان روشنيءَ جو شعاع اڃا سوڌو اسان وٽ نہ رسيو آهي. اوسيئڙي ۾ لکين مرد. زالون ۽ ٻار آس لڳايو بيٺل آهن. آءٌ بہ انهن مون هڪ. پوءِ لکجي

نہ نہ پيو ڇا ڪجي. آخر دود دڪائتو آهي، جنهن دونهون ڏسي سمجهن تہ اتي ٻہ ٽي ٻري. شايد ديڳ ٽي پچي. يا ڪو ڪنو ٿو رجهي. پر اهي ڪنا چاڙهين ڪونہ. جنهن شاه چاڙهيو سچ جو. چلهہ تي چاڙهي دمي چڏيائين. تہ مر پيو اٻري. وري پارت بہ ڪري ويو تہ:

"سڙي سارو ڏينهن ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري."

پر درازن جو درويش هيو مست الست. پيو وري سڏيائونس "سچل". هرڻي اڳيئي نچڻي وري ٻڌائونس گهنڊڻي. ڊڪڻ لاهي دمبهو هڻي ٻيهي رهيو. ڪنو شاهہ چاڙهيو. ڊڪڻ سچل لاٿو. ترو اسان سين جو نڪري ويو!

سچل ڪان اڳ بہ سچ هيو. هرويرو اهڙي اونده بہ ڪانہ هئي. پر سچ جو قدر هيو. ڪيس سيني ۾ ساه جيان سانديو ويندو هيو. نظر بد ڪان بچايو ويندو هيو، جيئن ناٽي کي چورن کان. پر سچ کي آهي سوجهرو، پيو ٻاه جيان تجلي ڏيندو، ٻاهہ بہ ٻنان دونهين واري. جيئن سون، پر الاجي ڇو! سچ وٽيو ڪنهن بہ کي ڪونہ. ڪنهن کي مرچ ٽي لڳو تہ ڪنهن کي مچ. سچ چوڻ تہ اڇا بہ جئن تئن پر ٻڌڻ لاءِ تہ ڳامون سچار بہ تيار نہ هيو. سچ تہ ٻينو نچ. الاجي ڪهڙي زماني ۾ هيو. اسان تہ هر سچار کي سوليءَ چڙهندي ڏٺو. سچ تہ نہ، پر اسان خالي نچندي بہ ڪونہ ڏٺو. سواءِ سليمان شاهہ جي. اهو بہ ڇير ٻڌي ٽي نچيو. آخر وڃ بہ ڪڏندي آهي ڪلي آهر. ڪنهن جو قلعو قائم هجي تہ ڪو ٽينگ ڏئي. هاڻ تہ اهي قلعا ۽ ڪلا سڀ ختم ٿي ويا. هاڻ تہ ڪلا ٽي نوان نڪري پيا آهن. اڄ ماٿهو گهري ٽا وٽن، اڳ شرمائيندا هئا.

سڀ ڳالهيون ڳتي ڳوتي صوفين سچ لاءِ بچاءَ جي ڳولا ڪئي، وچان واه ٽي انوکي ايجاد ڪئي. سڌي سنواتي سچ جي پچر ٽي چڏي ويئي. گهوريو اهو سون جو ڪن ڇني. ڪن تہ ٻن پيو هتي مورڳو سر ٽي ويو. سچ ٽي ڪک رکي ڪيس چمڙا پوش ڪيو ويو. جنهن پاپوڙا پوشاڪ ڪري پڪي ٽي ڦاسايا ويا. پوءِ ڳجهارتن ۾ ڳالهيون ٽيڻ لڳيون، ڪنهن سيند ۾ سسئي ٽي ڳائي. ڪنهن مامر ۾ مومل، هر هڪ هوڪو هڪ جو ٽي ڏٺو پر ٻيڪاٽ ٻن جو هيو. چيائون تہ سڏ جو پڙاڏو هيو. هوا هڪ پر ٻڌڻ ۾ ٻہ ٽيا هوا. ٽيڏيءَ وري ٽي ٽي پسيا. وايون ۽ ور هڪ پر هوا ۽ پاهو ٻئي پار. چيائون ٻيت پر ٻڌايائون تہ آيتون هيون. جن ٻيڙين جو ڪم بہ ٽي ڏٺو. من کي

کن ڪان وٺي ويون ٿي پرين جي پار. هر بيت جو اکري ارٿ هڪ هيو. اندروني معنيٰ ٻي. پوءِ انهيءَ وائي ور ڪو سمجهي سچيڏنو چوي!

پرولين ۽ پهاڪن جا پاها ڳوليندي استادن جو بنڌ رلي ويندو هيو. سچ جي اهڙي لڪ ڇپ کي "هنر" ٻڌايو ويو. جنهن کي "سينگار" به سڏيو ويو. پوءِ ڪڏهن ان کي "ڏور" چيو ويو ۽ ڪڏهن "ڏهس" اهڙن اشارن ۽ رمزن تي سچ جو سندرو ٻڌو ويو. حق جو ڪلمو به چيائون ۽ لڪ لڪاءُ ڪري سچ جو پڙدو به رکيائون. ڇي پائي نالو ڇا ٿي؟ ڇي وانگڻ مل. واه جو پائو نالو رکايو اٿيئي. نالي جو نالو ۽ تيوڻ جو تيوڻ! وري مزو اهو جو وقت جي ٽاٽي ۽ صوبہ دارن جي وٽ پڪڙ ڪان به بچي ويا. ڪين ڄاڻ هئي تہ ڏاڍن وٽ هئي فقط لٺ. سندن لٺ کي هٿا به مٿا. پر ڏاڍي جي مٿي جيان اهي هيٺي مٿا به هٿا عقل ڪان خالي. ڏاڍن سمجهيو تہ واندا مل وينا تا وندر ڪن ۽ ڏور جا بيت ڏورين. سچ جي اهڙي "ڊاڪڻون ۽ ڊڪڻ" واري سرمايي کي صوفين پنهنجو ورثو بنايو. پوءِ جي سگهڙن ان کي پنهنجي روحاني ورونهہ جو وسيلو ڪري نباهيو. اهڙي پرده پوشيءَ ۾ سندن پت رهجي آئي. ٻي حالت ۾ ڪين خبر هئي تہ سندن ڇا حشر ٿيئو هيو.

ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ سگهڙن جي اهڙي وندر کي وري وڏيرن ورسايو. پر نهايت نرالي نموني. هنن سينگار کي سياست سڏيو جا دراصل انساني جياپي جي سائنس هئي. پوءِ هر نڳيءَ جي ناهہ ۽ هر دوکي دولاب کي سياست جو پاڱو ٻڌايو ويو. اليڪشن آئي ناٺو وٺي "هٿ ڪنيو" تہ ڪو ٻين کي "ويهاري" پاڻ ٿي "ٻيٺو" پوءِ چار باشو تماشو ۽ بوڪڙو ساڻ ڪري وڏيرو "ورڪ" تي نڪتو. ڇڻ اڳ ڪنهن جو ڄاتل سڃاتل ٿي نہ هيو. سڀ سان پاڪر ۽ ڳراٽڙيون. ڇڻ ورهين جو وڇڙيو ٿي مليو. رٺو ٿي پرتو. سالن جون عذر خواهيون ۽ پاهت ڏنا ويا. سندس گهر ۾ ڄتان اڳ نانگ ٿي نيرانا نڪتا اتي دستر خوان وڇايا ٿي ويا. پيرن جا اعلان، سچن سيدن جا سلام ۽ سجاده نشين جا فرمان سڀ سندس حق ۾. وڏيرو ووٽ لاءِ واقعي ٿي وڏي قيمت ٿي ڏني. وعدا انجام اڪرام ان ڪان الڳ. "هڪ پيرو مومل ماٺڻ ڏيو پوءِ اسان جا ڦاڙها مارڻ تہ ڏسو." اهو ڪنهن کي بہ ڪونہ ٿي ٻڌايائون تہ سندن اصلي پيٽ جو سور ڪهڙو هيو؟ جي خلق خدمت ڪرٽي هئي تہ ان لاءِ لڪ ڇا لاءِ تي لٽايا ويا؟ خلق خدمت لاءِ ڪنهن ليسڻ جي ضرورت ٿوروئي

هئي؟ بگهڙن رڍن جو ويس ڊاري ڪين ويساهه ڏياريو. وطن جي حب، قوميت ۽ خلق خدمت جو جوش سندن پاڇن مون ابري ٿي نڪتو. هو اسلام جو بول بالا ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ ڪڏهن ڪاهي پيا هئا. اهي ڏنا ۽ گشا پتہ هئا! وڏيري جو هنر ڏور ۽ ڏهس!

سموري سيڙپ هئي اليڪشن لاءِ. اصلي ڳالهہ هئي ڪرسيءَ جي، سرڪاري ۽ قومي خزانہ لٽڻ جي، پرمٽن ۽ پلاٽن هڙپ ڪرڻ جي، سڀ ڪجهہ ڀهاري پنهنجي پيٽ ڀرڻ جي. سيني چورن ۽ ڦورن جي پاڻ ۾ ڀڌي هئي. ڪنهن بہ ڀڙڪ ٻاهر ڪڍڻ لاءِ چپ نہ ٿي چوريا. جڏهن ڪٿي آيا خير سان تہ دنيا ئي نرالي هئي. وڏيري جي لوڏ. مچ جو مروڙو ۽ پڳ جو پير ئي پنهنجو هيو. چڻ منجهانس ماٺهپوئي موڪلائي ويو هيو. هو اسيمبلي ميمبر هيو. هاڻ هو زمين ڪان بہ هٿ مٿي ٿي اڏريو. هو حڪومت هيو. سنڌ گورنمينٽ هيو. پوءِ وڏيري پنهنجي سيڙايل موڙيءَ جي اڳاڙي شروع ڪئي. گڏيل وياج سان پرمٽون ۽ پروانہ. ڪوٽڙيءَ ڪان ڪراچيءَ تائين جي بہ ڪارخانہ هلي رهيا آهن تن جون پرمٽون وڏيرن وڪيون. ڏسڻ ۾ تہ هي فقط ڪاغذ جي مٿا سٿا پر قيمت واري. ڪنهن ويهہ لک ورتا ڪنهن تيهہ. گهٽو ڪري پرڏيهي ناٿي ۾. ڪنڊ اناج ڪان ويندي موٽر لارين جي ڪوٽا تائين سودا ٿيا. ڪنهن ڪوآپريٽو سوسائٽين ڪي ڦري سندن اڌ منهن ڪارو ڪيو، ڪنهن زراعت جي بهاني قرض ڪائي سڄو، پر هر هڪ هر هارو ڪيو، سواءِ ڪنهن هيڪڙ پيڪڙ حلالي جي. جن ڪي اجا سوڊو چريو ٿو سڏيو وڃي. پوءِ پلاٽن تي مارو پيو. پرمٽون تہ مٿيون ڀري پر پلاٽن جون جهوليون وڪامنديون رهيون. جڏهن اهو دور ويو تہ اڄ ڏينهن سوڊو ماٺهو جن جي هوڙ هريل هئي سي سڀئي نہ ٿا ڏسجن. جنهن ڪي رستي ويندي پاڻ سان پاڻ ڳالهائيندو، آگريون ڳڻيندي يا گونهن مانا ٿڦيندي ڏسو پڪ ڄاڻو تہ پرمٽن ۽ پلاٽن واري دور جي ڪل ٽڙيل اٿس.

ائين بہ نہ آهي تہ ڪو اهو دور ختم ٿي چڪو. هاڻ وڏيرو سڀ ورق وساري نئين سبق جي سوچ ۾ محو آهي. يا اڄ هو عام ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ هٿ پير هڻي رهيو آهي. جڻن بہ ٻيڙهيو اڳ سندن وڏڙن پاڻ ملهايو. ڪن مدرسا ٺاهيا. ڪن مسافر خانہ تہ ڪن لئبريون. خلافت تحريڪ سندن ڪنڌي تي هلي. سنڌ مدرسہ ۽ الوحيد جهڙا ادارا سندن سرمائي تي زنده رهيا.

اسان پارا اڳڪٿت بي سهارا سندن خرچ تي پڙهي روزيءَ رسيا. پوءِ الاجي ڪهڙي اتر واءُ گهلي؟ سندن پوين کي ڪو پٽ پاراتو مليو يا پاٿهرتو ڪين ڪنهن ڪاريءَ ڪاڌو. اڄ سندن اڪيون ٻوٽيل ۽ گوڏا پنهنجي پيٽ ڏانهن ورتل آهن. سندن ناس پتو ٻڌل ۽ اکين مون حياءُ جا ڳوڙها غائب. هاڻ هو لاهي پائي بي حيائيءَ تي سندرو ٻڌي بيٺو آهي. دنيا ۾ ڇا پيو واهي واپري، پنهنجو ملڪ ڪهڙي بنگلي سان اچي لڳو آهي. اها خبر ڪيس خيرڪي آهي. هو نشي ۾ الوٽ. اڳوڻي ڇاپ مارڪو فقط ضلع ڪائونسل جي چيئرمين ٿيڻ جي شونق ۾ ٻه ويٺو ڪروڙ روپيه ڏڪتا ڏئي.

هاڻ ڏسڻو هي آهي ته اُن بيمار جو علاج ڪهڙو؟ پاڻ ته ويٺو درياه ۾ ڪڏي. اڄ نه ٻڏي سيان ٻڏي. آهي فقط ڏڪي سندي دير. پر اڪيلو ٿورو ئي ٻڏندو. اسان سيني کي ٻه ساڻ گهليندو. ڇاڪاڻ ته اسان جي سماج جو آهي رئيس عضوو. پوءِ پڳل ٻانهون ڳچي ڳل لڙڪائيبون آهن، ڪي وڌي ڪونه ڇڏيبون. طعنا تنڪا مياريون مهڻا انهن مون ڪجهه به ورندو. نوڊ ڪي خواري، ملامت ڇا ڪندي. باقي رهيو آهي اسان وٽ هڪ آخري نسخو. اهو ٻه اسانجي ثقافت ۽ وڏڙن جو ورثو. ڇو نه ان علاج کي ٻه آزمائي ڏسون، ڪڪ هيٺان لڪ پيو آهي. من نه من ڦڪيون فرق ڪن ۽ لايو سجايو ٿئي.

ڪو زمانو اڳ سنڌ ۾ هڪ نهايت عمدو ۽ سهڻو رواج عمل ۾ هيو جو دنيا جي ڪنهن ٻه ٻئي ملڪ ۾ نه هيو ۽ نه اهي. اهو هيو "ميڙ" ڪرڻ يا "ميڙ وٺي وڃڻ" هيءَ ميڙ ان ميڙ کان اڳ آهي جنهن جو مقصد هيو ماٺهو ڳڌ ڪرڻ جٺن وانگار، چيڙ يا بيگر لاءِ، هن ميڙ جو مطلب هيو "آخري علاج"، جڏهن ٻيا حيلا وسيلا ختم ٿي چڪا هجن. هن قسم جي ميڙ کي تڏهن استعمال ڪيو ويندو هو، جڏهن ڪوبه ظالم هٺ يا هوڏ تان هيٺ نه لهي، ڪو ڌاڪو ڌاڙيل يا چور چوري واپس نه ڪري، يا ڪو هٺيلو حاڪم ڪنهن ڏاڍائيءَ لاءِ ڪمر ٻڌي بيهي. ميڙ کي هن زمين تي قدرت حاصل هئي ۽ ميڙ موٽائڻ جي معنيٰ هئي قهار جي قهر کي ڪانڊ ڏيڻ. ميڙ لاءِ فقط هي اکر چوڻا آهن "ته اسم الله ميڙ ڪٺي آيو آهيان يا ڪلام الله ميڙ اٿيئي يا نياٽي ميڙ اٿيئي." نياٽيءَ کي سنڌ ۾ ستند وسيلن سمان سمجهيو ويندو آهي. ڪڏهن ته ڪنهن کي ڪاڌي هٿ رکي فقط اچي ڏاڙهيءَ جو واسطو ڏيئي ٻه ميڙ ڪٺي ويندي آهي. ڪنهن ٻه معنيٰ بي مقصد ۽ سچ لاءِ. سنڌ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه

وڏيرون جنگيون اهڙيون ٿيون جي ميڙ وسيلي بند ٿيون، جيئن هالاڻي واري ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن واري لڙائي، ٻي جوکين ۽ ڪرمتين واري چوکنڊيءَ جي جنگ، ٻنهي جنگين هلندي هڪ سيد ڪلام الله ۽ چار نياٽيون ساڻ ڪري ميدان ۾ ميڙ وڌي ۽ ٻنهي طرفين رتو چاڻ هڪدم ختم ٿي. سنڌ ۾ اڄ سوڌو ميڙ ڪنهن نہ موٽائي. پر جنهن موٽائي تہ اهو تتي تائين تباهہ ٿي ويو.

اسان جي وڏيري لاءِ فقط اها ئي آخري واهہ ۽ اڪيلي راهہ وڃن "ميڙ وڻڻ وڃڻ" جي رهي آهي. اها ميڙ وٺس ضرور وٺي هلڻي آهي پوءِ اڄ يا سڀان. اڄو تہ اسين سڀ مٿن تي وسيلو ڪٽي سيد ۽ نياٽيون ساڻ ڪري هلون وڏيري وٽ ۽ ڙ ڪٽي. اسان کي نہ سندس ڏن دولت کپي ۽ نہ ئي سندن وڏيرپ، فقط هي ۽ عدو تہ هو پاڻ کي سڌاري ۽ سنواري ۽ پنهنجي امڙ سنڌ. سنڌو ۽ سنڌيءَ ي ساڄهہ رکي ۽ بس.

29 اپريل 1982ع

# سنڌ جون رسمون ۽ رواج

## "ميڙ"

سنڌو سڀيتا هزارها سال پراڻي آهي، جنهن جا ڪجهه آثار ته دڙن جي زمين دوز خزانن ۾ محفوظ آهن ۽ ڪجهه وري سماجي زندگيءَ جي روزمره وارين روايتن ۾ پوشيده اهن. سنڌ وارا دڙا ته ڪي ليٽ جي لپيٽ ۾ اچي لتجي ويا ۽ ڪي سر ۽ سيڪ جو "پوڄن" ٿي رهيا آهن. اڳوڻي ايامن جا باقي يادگار وڃي بچيا آهن، رسمون ۽ رواج، جن ڪي نه مذهب مٽائي سگهي ۽ نه زماني جو انقلاب. هي ممڪن آهي ته قديم روايتن جي جتنءَ ۽ بقاءَ لاءِ هتي جي رهاڪن جا فطري لاڙا ذميوار هجن. جو ته اسان وٽ پنهنجي وڏڙن جي ورثي ۽ اباڻي روايتن کي قائم رکڻ ۾ عزت ۽ شان سمجهيو ويندو آهي.

هي برابر هي ته اڄڪلهه جي فئشن جي فضا قديمي روايتن جي حق ۾ هاڃيڪار ثابت ٿي رهي آهي ۽ خاص طور شاديءَ جا گهڻا سانگ سڳن ۽ غميءَ جون اڪثر رسمون ته پوين پساهن ۽ هڏڪين ۾ آهن، پر تهذيب جي اها تباهي شهري ماڻهن تائين محدود آهن. جيستائين ٻهراڙين جو تعلق آهي ته سندن عزت ۽ غيرت ۽ قوميت وارين روايتن جي حال احوال، ڪچهري ۽ پت برادريءَ جي ريتين رسمن ۾ ڪا ڪمي بيشي نه آئي آهي. شايد اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جي ثقافت جڳ ڪان نرالي سدا باغ بهار ۽ "اڳي کان اڳري" زنده رهندي ٿي اچي. ڇاڪاڻ ته سندس سرچشما ۽ رکوالا ڳوٺاڻا آهن.

"ميڙ وجهڻ" يا "ميڙ وٺي اچڻ" سنڌ جي هڪ قديمي روايت آهي جا سواءِ سنڌ جي دنيا ۾ ڪٿي به ٻئي هنڌ وجود ۾ نه آهي. ميڙ سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي اکري معنيٰ آهي ماڻهن جو مجموعو يا ماڻهن کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ. استعمال يا عمل ۾ "ميڙ" هڪ اهڙي روايت اهي جنهن وسيلي ڪنهن ماڻهوءَ تي "زور ڀريو" يا "اثر" آڻي اهڙو مقصد يا مطلب پورو ڪيو وڃي، جنهن غرض خاطر "ميڙ" آندي ويئي هئي. ان لحاظ کان ميڙ مان مراد

آهي، واسطو وجهڻ، ڊوهي وجهڻ، منٿ ميڙ ڪرڻ يا اسم يا قسم ڏيڻ.
ميڙ لاءِ عام تاثر هي آهي ته جنهن ماڻهوءَ ڪي مڃائڻ لاءِ ميڙ آندي ٿي وڃي ان ڪي "ميڙ" جو مان رکڻو آهي ۽ مهت ڏيڻو اهي. ميڙ موٽائڻ جي حالت ۾ چيو وڃي ٿو ته ميڙ موٽائيندڙ کي ڀاري نقصان ۽ ڇيهو رسڻ جو امڪان رهي ٿو. سياڻن جو چوڻ اهي ته "ميڙ" ۾ هڪ غئبي طاقت سمايل آهي، جنهن ڪي مهت نه ڏيڻ ۽ خالي موٽائڻ خطري کان خالي نه آهي. هونئن به "ميڙ" ڏاڍي لاچاريءَ جي حالت ۾ وٺي وڃبي آهي، جڏهن ايلاز منٿ ۽ پرچاءَ جا ٻيا حيلا وسيلا سود ثابت ٿيندا آهن.
ميڙ جو استعمال غير معمولي ۽ نازڪ حالتن ۾ ڪيو ويندو آهي. جڏهن ڪنهن قومي سردار طرفان فيصلي ۾ ڀاري ڏنڊ رکيو وڃي، جنهن رقم ڀرڻ جي اڳلي کي وصيت نه هجي، پلو پانديا "خون بها" بخشائڻ لاءِ، يا ڪنهن ڀاڙيدار کان چوري ٿيل مال موٽائڻ يا ڀڄايل ڀانهن واپس ورائڻ خاطر ميڙ وڌي ويندي آهي. يا وري قبيلن جي پاڻ ۾ پرچاءَ ۽ ٺاهه جي موقعن تي ميڙ جو حيلو ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن ڪي "ميڙ" موٽائڻي هوندي آهي ته هو سڌي طريقي صاف انڪار ڪرڻ بجاءِ چوندو آهي ته "آءٌ اوهان کي تو ميڙ وجهان ته اوهين موٽي پنهنجي ماڳ وڃو."
سنڌ جي تاريخ ۾ ٻن اهڙين لڙائين جو ذڪر ڇاڻايل آهي جي "ميڙ وجهڻ" سبب ڇتي جنگ هلندي به ختم ڪيون ويون. هڪ هالاڻيءَ واري لڙائيءَ جا ڪلهوڙن ۽ ميرن وچ ۾ لڳي هئي جنهن ۾ ٻنهي طرفن جا سوين ماڻهو قتل ٿي چڪا هئا. لڙائي هلندي هڪ سيد به نياڻيون ساڻ ڪري جنگ جي ميدان ۾ "ميڙ" وجهي ٻيهي رهيو. ميڙ کي ڏسي ڏرين طرفان هڪدم هٿيار ڦٽا ڪيا ويا. ٻي جنگ جا جوکين ۽ ڪرمتين وچ ۾ چوکنديءَ واري ميدان تي لڙي ويئي. شام ٽاڻي هڪ سيد مٿي تي ڪلام پاڪ کڻي ميدان ۾ آيو ۽ اسم الله جي ميڙ جو واسطو ڏنائين. خونريزي تڏي تي بند ڪئي ويئي ۽ هر هڪ ڌر پنهنجا مئا ۽ ڦٽيا ساڻ کڻي پنهنجي ماڳ واپس ٿي. ميڙ هڪ واحد وسيلو آهي جنهن کان جنگجو قبيلا به متاثر ٿي پنهنجون خانه جنگيون ختم ڪري ڇڏيندا آهن. ميڙ لاءِ هريرو اهو ضروري نه آهي ته ڪو واسطيدار ماڻهو ميڙ آڻي. ڪوبه وچ وارو يا ٽياڪڙ ماڻهو، جو رتو ڇاڻ کي ٽارڻ ٿو گهري يا ٻن ڌرين وچ ۾ صلح صفائيءَ جو خواهشمند آهي، اهو ميڙ جو

واسطو ڏئي ٿو سگهي.

ميڙ ڪرڻ جا ڪيئي طريقا آهن. ڪنهن جي ڪاڏيءَ تي هٿ رکي الله جو واسطو ڏيڻ بہ ميڙ آهي. ڪي پنهنجو پٽڪو ميڙ ڪن يا ڪنهن جي پيرن تي پڳ اڇلي ميڙ وجهن. رواجي حالتن ۾ پير، فقير، حاجي يا رزق جي ميڙ بہ ڪئي ويندي آهي. چار چڱا ساڻ وٺي بہ ميڙ وڏي ويندي آهي. سڀ کان وڏيڪ ڀاري ميڙ نياڻيءَ جي چئي تي وجي، چاڪاڻ تہ سنڌ ۾ نياڻي ست قرآن سمان ڄاتي ويندي آهي. نياڻيءَ کان پوءِ معصوم ٻار جي ميڙ وزن واري سمجهي ويندي آهي. ننڍڙي ٻار کان وٺي اُن جي هنج ۾ ميڙ وڏي ويندي آهي يا وري ڪنهن پيءُ کي سندس پٽ جي ميڙ ڪئي ويندي آهي.

ميڙ کي مهٽ اهي ماڻهو ڏيندا آهن جي خدا ترس هوندا آهن يا وري جن کي ميڙ جو وهم ۽ وسوسو ويٺل هوندو آهي تہ انڪاري حالت ۾ سندن نقصان اوس ٿيندو. سنڌ ۾ گهڻو ڪري ميڙ آئي ماڻهو پنهنجي هوڏ تان لهي ويندا آهن ۽ ڏوهہ گناهہ بخشي ڇڏيندا آهن. ميڙ واري حالت ۾ فيصلو قدرت تي ڇڏيو ويندو آهي ۽ ڏرين طرفان جهيڙي جهٽي ڪرڻ جا ارادا ترڪ ڪيا ويندا آهن. ميڙ وارن ماڻهن جو آدر ڀاءُ ڪيو ويندو آهي. نياڻين کي جوڙا پوتا ڏيئي واپس ڪيو ويندو آهي. پير، فقير يا چڱن مڙسن کي عزت سان رخصت ڪيو ويندو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي محاورن ۽ چوڻين مان پڻ هي ثابت ٿئي ٿو تہ جو ماڻهو ميڙ کي موٽائي ٿو اهو پاڻ کي مصيبت يا ڏچي ۾ ٿو وجهي. جيئن چوڻي آهي تہ "هڪ چوي پيو نہ مڃي تنهنجي رب سچي بہ پڇي" ڏسڻ ۾ ائين پڻ آيو آهي تہ ميڙ وٺي اچڻ کي اهڙو ئي خطرناڪ سمجهيو ويندو آهي جهڙو "ساک ڏيڻ" يا "ڊوهي وجهڻ" جيئن عام طور چيو ويندو آهي تہ "قسم نہ ڏيندي چڱو ۽ نہ وٺندي چڱو" جي ماڻهو ميڙ وٺي اچڻ جا عادي هوندا آهن تہ راڄ ۾ انهن کي چڱي نظر سان نہ ڏٺو ويندو آهي.

ميڙ وجهڻ مهل جي محاورا ڪتب آندا ويندا آهن سي هن طور آهن تہ: "سائين مرشد بادشاهہ کي ميڙ وٺي آيا آهيون." الله رسول جي ميڙ ٿي، حاجي سڳوري يا بادشاهہ پير جي ميڙ ٿي، ٻيلي منهنجي اڇي ڏاڙهي ميڙ ٿي. پٽڪو ميڙ ٿي. اسم الله جو ميڙ ٿي.

# مهمان نوازي

سنڌ هڪ مهمانواز ملڪ آهي. مهمان نوازي هن ملڪ جي ماڻهن جي تاريخي ۽ قديم روايت آهي. هي سنڌ ن ايمان آهي ته ماني مولا جي آهي. داڻي داڻي تي مهر لڳل آهي. هر هڪ پنهنجو روز ڏو کائي. مهمان پنهنجو نصيب ساڻ ڏو آڻي. روزي ۽ رزق ونڊي ورهائي کائڻو آهي. ڏي سگهي ڏو ته ميزبان کي ٻه ماني مهمان صدقي ملندڙ هجي. مهمان جي آمد باعث برڪت هئي. جي ڪڏهن ڪنهن وٽ مهمان نه آيو ته پاڻ کي بدقسمت ۽ اهو ڏينهن ڇنڊو ليکيو. مون ننڍپڻ ۾ اهڙا ٻه درويش ڏٺا جي پاڻ وٽ مهمان نه اچڻ جي حالت ۾ ماني ساڻ کڻي در جي چائنٺ وٽ ويهي کائيندا هئا ته من نه من ڪو واٽهڙو اچي لانگهائو ٿئي جنهن کي صلاح ڪري ماني گڏ کائين.

سنڌ ۾ مانيءَ جا ملهه ڪيئي پيا وسن. پر پنج ئي آڱريون برابر نه آهن. اڄڪلهه جي مهمانيءَ ۾ ڪجهه مقصد ۽ مطلب ٻه سمايل ڏٺا ڏسجن. ڪي پيرن فقيرن کي مهماني ڪرائي ثواب دعا لاءِ ڪائڻ هٿ ڪٿائين. ڪي وري وزيرن وڏن کي سڏ رهيون ڪرائي پنهنجي مشڪل ڪشائي ڪرائين. ڪي وري اهڙا سائين جا سنواريا جو جن کي جيسين ڪو تيٽر يا ٻرو نه چڙهي تيسين ڳنڍ کي ڇيهه مور نه ڏين. ڪي وري سوداگر قسم جا مهمان نواز جو ڪنهن کي ديڳ جي ڪرڙ ڪارائيندي ائين پيا ٽڳرندا ڄڻ حاتم جي قبر کي لت هڻي اٿاڻون.

پر آءٌ صدقي انهن سباجهڙن تان جي آئي وئي کي ٻيچ ٻاٿي پياريندي نه ذات پڇن ۽ نه پار پڇا. نه منهن ۾ گهنج وجهن ۽ نه ڪنهن تي ٿڏو ٿورو ڪن. نه ماني ڪارائيندي ڪا سودي بازي يا ڏيتي ليتي ڪن. جو حال پريان نال، آڻي اڳيان رکن. ڀوءِ جائي جواري هجي يا دال ٻيٽ. مهمان اڳيان جو حال حاضر آهي، پيش ڪندي باغ بهار پيا ٿيندا ڄڻ ته اوهان سنڌن مهماني قبول ڪري مٿن احسان ڪيو آهي. ڳوناڻن لاءِ مهماني موڪلائڻ ڪان مراد فقط

ماني کارائڻ نہ آهي پر ان ۾ آئي جو آڌر ڀاءُ ڪرڻ، ساڻس ويهي قرب ونڊڻ، مهمان جا هٿ ڌوئاري کيس ماني کارائڻ، کيس آرام لاءِ ٿانيڪو ڪرڻ ۽ موڪلائڻ وقت اڳيرو ٿي خدا حافظ ڪرڻ جي خاصيت بہ شامل آهن.

اهڙن مهمان نوازن جا دسترخوان دنيوي مقصدن ۽ مطلبن کان آجا آهن. سندن مهمانيءَ کان مراد نہ ڪٺش جي ڪشش آهي ۽ نہ ئي کين ڪو پلاٽ الاٽ ڪرائڻ جي جهوري لڳل آهي. هو مهمان آئي پاڻ کي ڀاڳوند ۽ پنهنجي روزيءَ لاءِ برڪت سمجهن. ڪي تہ مهمان کي الله پاڪ جي فضل ۽ ڪرم جي علامت ڄاڻن. ڇاڪاڻ تہ اڪيلو ماني کائڻ کي سنڌ ۾ اڪثر پاراتو يا بدشگوني ڄاتو ويندو آهي. شايد اها سنڌ جي مهمان نوازيءَ جي ڪرامت يا معجزو هجي جو مون پنهنجي ٽيهٺ سال ڄمار ۾ ڪڏهن ڪونہ ٻڌو تہ ڪو بک وگهي مئو. هي البت ٻي ڳالهہ آهي تہ گهڻي کائڻ ڪري مون ڪيئي پيٽ ڇٽيا طبيبن تائين پوندي ڏٺا.

سنڌ ۾ سنگت توڙي سياست جو واسطو آهي ئي دستر خواني سان. مون کي ڪو اهڙو ماڻهو جو مهندار سجهي ئي ڪونہ جنهن جو دسترخوانو ڪشادو نہ هجي. اسان وٽ ڪيئي چڱا مڙس اهڙا بہ ها جن جي سموري سياست رڳو ماني کارائڻ تائين محدود هئي. جيئن مرحوم غلام علي ٽالپر، جعفر خان جمالي، آغا بدرالدين دراني، علي گوهر خان مهر ۽ ڪيئي پيا. ڪي اهڙا بہ الله جا بنده اڃا سنڌ ۾ حال حيات آهن. جن جي سموري عمر ماڻهن کي ماني کارائيندي ۽ سندن ڪم ڪاريون ڪندي گذري. توڙي جو کين پنهنجي نہ آل، اولاد آهي ۽ نہ پنهنجو گهر نہ گهاٽ. جيئن قاضي فضل الله جنهن صاحب پراڻي گهر ۾ رهندي کيس گذريل چاليهن سالن کان هڪ عام مسافرخاني ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. سائين مهدي شاهہ مرحوم جهنډه وارو نہ زميندار هيو ۽ نہ سياستدان. پر ٻارهوئي ماڻهن جي مهمانيءَ ۾ مشغول رهندو هيو. ماڻهن کي ماني کارائڻ سندس محبوب شغل هو، مزو اهو جو ٻين کي دمپخت پلاءُ ۽ سترچيون کارائيندو ۽ پاڻ سدائين پرهيز جي ماني، ميٽروپول هوٽل جي باورچيخاني ۾ ڪاڏي پهچائڻ لاءِ چار چلها هوندا ها تہ سائينءَ جي رنڌڻي ۾ ست چلها ۽ ستن تي ديڳڙا دميل. جي ڪو ماڻهو اسٽيشن يا ايئرپورٽ تي ويٺو هوندو تہ کين ٽفن باڪس ۾ ماني موقعي تي پهچائي ويندي. مرحوم ڄام ڪانيوءَ وٽ ڪو مهمان نہ آيو تہ ٻہ ٻہ ويلا

لنگهڻ تي. سندس هوشيار پويان اڄ ڏينهن سوڌو ساڳي روايت جاري رکندا اچن.

جيئرن جاڳندن جي مهمان نوازي تہ پنهنجي جاءِ تي پر سنڌ ۾ اهل مماتيءَ وارن جو بہ لنگر سدا جاري رهندو ٿو اچي، جو آيو تہ جي بسم الله. ماني حاضر، ائين ڪنهن ڪڏهن نہ پڇيو تہ هتي ڏهاڙي ماني ڇا لاءِ ٿا کائو؟ سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي ڪافي هڪ اهڙي درگاه آهي جتي روزانہ ٻن سون کن ڇئن سون ماڻهن کي ٽـ وقتي ماني کارائي ٿي وڃي. ميلي جي موقعي تي ماڻهن جو تعداد وڃبو هزارن کان پهچي. ماني بہ ٻارهوئي پوڙ پلاءُ! هن قسم جو عام لنگر دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ هنڌ هلندڙ نہ آهي. مهمانيءَ لاءِ کائي ڪلي اناج ۽ وهٽن جا وڳ سدائين موجود. سوا سئو ملنگ سدائين ماني پچائڻ ۽ ماني کارائڻ ۾ مشغول. روزانو هر ويلي تي اڍائي مڻ اٽو ڳوهڻ ۽ سيوهڻ واري گرميءَ ۾ ماني پچائڻ لاءِ جگر ۽ گرده گهرجي. هڪ ڀيري ڪافيءَ جي گادي نشين ڊاڪٽر حاجي مرشد عارف علي شاهہ کي ڪنهن گهٽگهري صلاح ڏني تہ سائين ڪڻڪ مهانگي ٿي رهي آهي، انڪري سؤ ڏيڍ سؤ وٺي رکو تہ بهتر. مرشد سائين وراڻي ڏني تہ، ڪڻڪ جي في داڻہ جي قيمت سئو روپيہ ٿي تڏهن بہ انشاءَ الله لنگر بدستور هلندو رهندو. ماني کارائڻ جو سيوهڻ ۾ هي سلسلو گذريل اٺ سئو سالن کان باقاعدي جاري آهي. جي اوهان کي يقين نہ اچي تہ روبرو وڃي مشاهدو ماڻي ڏسو.

اڄوڪي نفسانفسيءَ واري دور ۾ مهماننوازي ٻهراڙين ۾ تہ اڃا بہ زنده آهي، البت شهرن ۾ هيءَ روايت پوين پساهن تي ٿي ڏسجي. هڪ تہ مهانگائيءَ شهري ماڻهن جا ماشائي ڦيرائي ڇڏيا آهن. جتي بصر، ٽماٽا ۽ پٽاٽن جو اگهہ پنجن کان ڏهين روپين في ڪلو تي وڃيو پهچي اتي مهمان نوازي جا آخري ڏينهن بہ ضرور اچڻا آهن. ماني پچائڻ پنهنجي جاءِ الڳ خفو ٿي پيو آهي، ان ڪري هر ڪو ماڻهو هوٽل تي وڃي مهمان کي ڊڳڙي کارائي جند ٿو ڇڏائي. مهمان کي پاڻ وٽ رهائڻ ۽ ڪيس موسم آهر هنڌ ۽ ٿيڙ ميسر ڪرڻ پنهنجي جاءِ هڪ ڏکيو مسئلو آهي، ڇاڪاڻ تہ سنڌي مهمان نہ پاڻ سان بسترو کڻندو آهي ۽ نہ اچڻ جو اڳواٽ اطلاع ئي ڏيندو آهي. بوءِ اويلو مهمان ٻٽائي پاڻ، ان ڪري شهرن ۾ مهمان تي نظر پوڻ شرط ميزبان جو ہوٽ پيلو ٿيڻ هڪ لازمي امر آهي. ڪيترن ماڻهن تہ مهمانيءَ تئو

پنهنجون برادريون ۽ پاڙيون به ختم ڪري ڇڏيون آهن. هونئن به شهرن ۾ گهٽيون به سوڙهيون، جايون جڳهيون به تنگ، جهڙيون ڪڪڙين جون کُڏيون. ان ڪري ماڻهن جون دليون به تين ننڍڙيون. مگر قريءَ جيتريون. مهمان نوازي ته پلجي ۽ نپجي ٿي وڏن ۽ کليل ميدانن ۾ جيئن اسان جي ڀهراڙين جا اڱڻ ۽ اوطاقون.



وڃڻ ويئا رهن، سانجهيءَ رهن سمهي،
بک مرندي بکيا، ڪنهن کان ڪين گهرن،
پيٽ نه هيريائون پنهنجا، چوري ساڻ چسن،
ڦڪي فقيرن، ماڳيان پني ماٽ جي.

پوچا ڪارم پاڻ ڪي، ڪوءِ، راول! ڀن رچات،
لباسان، لطيف چئي، ڀل ويراڳئي! وات،
من ماري ڪرمات، ته تيرٿ پسين تڪيو.

# يــارانـي

[نوٽ: ڪجھہ ڏينهن ڪان سنڌ جي ريتن، رسمن ۽ روايتن متعلق ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ ڪان ڳالهہ ٻولهہ جو هڪ سلسلو شروع ڪيو ويو آهي. هي مضمون ان سلسلي جي ڀهرين ڪڙي آهي، جا گذريل جمع ڏينهن براڊ ڪاسٽ ٿي. پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ هي مضمون شايع ڪيو ٿو وڃي.]

ڪنهن سمي هيءَ ڪافي هر هڪ جي زبان تي هوندي هئي تہ "محبت چيز مهانگي مون کي آڻ ٿي آ اٽانگي، دل دست چڙهي ويئي دلدار جي." هي زمانو هيو سڪ ۽ پيار ونڊڻ جو، ياري رکڻ جو ۽ دوستيءَ جي دم نباهڻ جو. هڪ ڀيرو پريت جو پيچ پيو تہ پوءِ توڙ نباهڻي پوندي هئي. پريت هوندي بہ ڪا ڪچي ڌاڳي جي ڏور تہ نہ هئي جو ٿوري ڇڪ اچڻ سان ڇڄي پوي. رساما ضرور ٿيندا هئا. ٻہ لڪر بہ پاڻ ۾ ٽڪرندا آهن. چڱا مڙس وچ ۾ پئي صلح صفائي ڪرائيندا هئا. ميڙ ونءِ اچڻ تائين بہ نوبت ايندي هئي. پر ڇنڻ جو ندورو نالو مور نہ ورتو ويندو هيو. رنل پرچي کير کنڊ ٿيا تہ ڇڻ عيد ٿي. پوءِ مٺايون ورهايون ۽ مبارڪون ڏنيون ويندڙيون هيون. خير ۾ خلق بہ راضي ۽ خدا بہ راضي.

هاڻ نہ فقط زمانو ٻيو ٿو ڏسجي پر آءٌ تہ ائين ٿو سمجهن تہ هي ملڪ بہ ڪو ٻيو آهي. گهڻ ۾ گهڻ اهو منڙو ماحول تہ نہ ٿو ڏسان، جنهن ۾ آءٌ پلجي وڏو ٿيو هيس. ڏسجي ائين پيو تہ هاڻ ياري دوستيءَ جو ملڪ مان رواج نڪري ويو آهي. پر جي ڪو اڃ ياري دوستي رکي ٿو تہ اها بہ ڏي وٺ ۽ ڏيتي ليتيءَ جي بنياد تي. جي هڪ ٻئي وٽ اچڻ وڃڻ ٿيو تہ بمبئي بيڪريءَ جو ڪيڪ ضرور هٿ ۾ هوندو. پر جي بيڪري بند تہ يار وٽ وارو ڦيرو بہ ڇتو. هي ياري تہ نہ ٿي پر ڏنو پٽ ڇٽي جو ٿيو. جي خالي هٿ لوڏيندي يار وٽ ڪيئن وڃجي؟ اڙي سائين اهو اصول لاڳو هيو "نياٽيءَ" جي در وڃڻ لاءِ ۽ نہ يار سان ميلو ملاقات لاءِ؟ باهہ لڳي اهڙين سوڪڙين پاڪڙين کي. جي ياري جي راهہ ۾ رڪاوٽ ثابت ٿين. هي برابر آهي تہ "رک رکاءُ" رکڻ ياريءَ جي هڪ سهڻي ۽ سيبتي ريت آهي. پر ڪو فرض تہ نہ آهي. جي پيار جي ڪا علامت ئي پيش ڪرڻي آهي تہ پوءِ هڪ گلاب جو گل ئي

ڪافي آهي.

اڄڪلهہ وري هڪ نئين قسم جي ياراڻي فئشن ۾ آئي آهي. بلڪل ٻراڻي قسم جي. ذري پرزي ڳالهہ تي نرڙ تي گهنج ۽ مُنهن ۾ سونڊ. پوءِ دوستي ڇڄي. جڻ ڪو ڦوڪڻو ڦاٽو يا ڪو لغڙ هيو جو ڪاٽا ٿي ويو. سگهڙن چواڻي تہ 'ياراڻي يارن جي پاڻي تي پيئي، جهلي سي هٿن ۾ پر وٺين ڪان ويئي.' ياريءَ جو اولين اصول آهي گهاٽي ۾ رهڻ. ڪس ڪاٽڻ يا درگذر ڪرڻ، دوستي ڪو جهٽ گهڙي يا هڪ ڏينهن جو ناتو تہ نہ آهي. هي تہ زندگيءَ جو سودو آهي. انسان آخر خطا جو گهر آهي. ضرور ڪا غلطي ٿيندي يا غلط فهمي پيدا ٿيندي. انساني لڱ لاڳاپن ۾ بارگير ٿيڻو آهي. ٻہ ٽڪا ڳڻ ڪرڻي آهي. ضرور ڪا ڳالهہ هوندي.

اڳلي ڪي صفائيءَ جو ڪو موقعو تہ ڏيو. چيءَ "ڇا جي ڳالهہ بس، ڏٺو پير پني مراد – فلاڻي منهنجو ڪم نہ ڪيو. ڏٺو واڻٽو لنوائي ويو. دل ڪوٽي عذر گهڻا. مون ساڻس ڪيڏا ٿورا ڪيا هئا. منهنجون مٿس مهرون لڳل آهن." پوءِ ڪٿي واڻٽي واري وهي ڪولي پيا ليکا ڪتائيندا. تہ ڪيڏيون نہ ساڻس چڱايون ڪيل هيون پر ان جو عيوضو کهڙو ڏنائين وغيره. ياري تہ نہ ٿي پر ڪو وڻج واپار وارو وهنوار ٿيو!

## ڏي خبر يار جي

شاهہ يتائيءَ جي ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪ ٻيري وڻ تي چڙهي ويٺي الله الله اورپائين تہ وڻ هيٺان ڪي ماهيڙاٽيون (ڪير واريون) ساهي پٽڻ لاءِ اچي ويٺيون جي ڪير وڪڻي شهر ڪان واپس وريون هيون. مٿن تان ڪارا لاهي قصن ڪهاڻين جي ورونهہ ۾ لڳي ويون. هڪڙيءَ ٻيجي ٻيءَ ڪان تہ 'وسائي' ڏي خبر پنهنجي يار جي، ڪهڙي پاڻيءَ ۾ آهي؟ وسائي وراڻيو تہ ٻيڻ ڪهڙيون تي سورن جون ڳالهيون ٻڇين؟ مٺي ڪي ڇيو هيم تہ ٻانهين گهڙائي ڏي تہ لنوائي ويو. مون بہ ساڻس ڳالهائڻ ڪان ڪٽي آ بس. ٻي ٻڇيو وري ٽيئن ڪان تہ "سيائي" پاڻ واري همراهہ جو حال احوال ڏي. ڇي يارٽي ڪي ڇيو هيم تہ مٺان ميلو ٿو اچي، سوسيءَ جي سٿڻ وٺي ڏي. چوي ٿو تہ مرچن جي ٻار ڪٺان تہ پوءِ لٺا ڪوڙ. هاڻ مٺي سٿڻ لاءِ ڪو ست ويهان تہ ڪونہ ڪهرجن؟ چڏ ڪوڙي ڪي واريءَ ۾! ٽين ٻڇيو چوٿينءَ ڪان جو سيني ۾ ننڍي نيڻي ٿي ڏٺي. تہ ڦاپل تون پنهنجي ٻنهل جي خبر ٻڌاءِ؟ تہ توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟ ڦاپيءَ مرڪي ڇيو تہ "ادي اوهين ڏاهيون ٿي ڪهڙيون ڳهلين جهڙيون ڳالهيون ڪريو. يارن سان ادي ڪهڙا ليکا؟ يار جو ٿيا. پوءِ ڏين حامي ـ

ڏين تہ ڇا. هاڻي کهڙا ويهي ساڻن حساب ڪتاب ڪجن. زندگيءَ جا سودا ائين تہ نبيريا نہ ويندا آهن. ادي تون پيڻ ويٺي آهين، مون پاڻ واري سان ڪڏهن ڪو ڦورو ئي نہ ڦوليو آهي."

شاهہ جي هٿان تسبيح ڦهڪو ڏيئي هيٺ ڪري پيئي. ڇي الله اڪبر! مائيءَ کهڙي نہ سهڻي ڳالهہ ڪئي. واقعي ئي يارن سان کهڙا ليکا! آءُ تسبيح سوري کهڙا وينو الله تي سئو چاڙهيان.

اڄ اسان وٽ محبت چيز مهانگي آهي. ياراڻي نباهڻ اٽانگي آهي. اسين ياري تہ جهٽ ۾ رکون ٿا پر افسوس جو توڙ نباهي نہ ڄاڻون. اڳ ماڻهو ڪندڙن سان بہ نباهہ ڪندا هئا. ڏنگا ڏاوا ئي سهي پر پريت نہ ڇنبي هئي. پڳل پانهون ڳچي ۾ لڙڪائيبون آهن ڪو ڪپي ڪونہ ڇڏيبون آهن. يارن سان ليکا ٿورائي ڪبا آهن. اڇو تہ اڄ ويهي پاڻ سان هي واعدو ڪريون تہ رٺل يار وري پرچائينداسون. پريت جو نيپاهہ ڪنداسون. پوءِ ڇاهي اسان ڪي ڪيتري بہ قيمت ادا ڪرڻي پوي. آزاي نيازي ڪري، ڳچيءَ ڳل ڳارو ڪري پيارن کي پنهنجو ڪنداسين. جي پنهنجو پورهيو ثاب نہ پيو تہ پوءِ پنهل کان پڇاڻون ڪنداسون تہ "ڪيئن پرچايان توکي، ڪيئن ريجهايان، ڏس ڪو ڏانو." شاهہ باهو سلطانؒ تہ رٺل کي پرچائڻ لاءِ ان حد تائين ويو جو چيائين تہ

"ڪنجري بڻيا ميڏي عزت نہ گهٽدي،
ميکون نچڪي يار مناوڻ ڏي."



آديسي آديس، هتان ڪري هليا،
ڪاپڙين قلب ۾، ڪيو ڏوراڻو ڏيس،
ويراڳيءَ نئون ويس، راول ڊڪي رميا.

آديسين ادب، آهي اکڙين ۾،
تن جو حسب نسب ناهہ ڪي، نہ اما نہ اب،
سامين کي سيين پرين، روح ۾ رهيو رب،
رءِ لانگوٽيءَ لب، پاڇي ڪن نہ پاڻ سين.

لنگ ڪديائون لانگ، موٽي ڪن نہ مسحو،
جا اسلامان اڳي هئي، سا سڻائون بانگ،
سامي ڇڏي سانگ، گڏيا گورکناٿ کي.
(شاهہ)

# وهم ۽ وسوسا - "نظر"

انساني نظر ۾ قدرت جي عجيب طاقت سمايل ٿي ڏسجي. جي برڪت واري نگاهه ته پوءِ اڏي ڇڏي. پر جي بدنظر ته پوءِ لاه ڪدي ڇڏي. سنڌيءَ ۾ نظر لڳڻ" بري نظر لاءِ چيو ويندو آهي جا لڳڻ شرط تڏي تي وچڙي ۽ پنهنجي حرڪت جو اثر ڏيکاري. "نظر" جي لحاظ کان "ڏسڻ يا ڏسجڻ" ٻئي صورتون خطرناڪ ثابت ٿي سگهن ٿيون. پوءِ اوهان ڪنهن منحوس جو منهن ڏٺو يا وري اوهان کي ڪنهن ٻئي جي نظر لڳي. پر نظر نظر جو فرق آهي. پير فقير يا بزرگ واري نگاه ڀلاري ۽ برڪت واري جنهن کي چون "دعا جي نگاه". جيئن حضور پاڪ جي شفقت لاءِ طلب کي چون "نظر ڪرم يا نگاه ڪرم."

ڪنهن زماني ۾ پير فقير پنهنجن مريدن خادمن کي خاص ڏينهن يا موقعن تي پنهنجي زيارت ڪرائيندا هئا ۽ ديدار لاءِ خاص اوچي جڳهه بالڪنيءَ مثل تعمير ڪرائيندا هئا جنهن کي "جهروڪو" چيو ويندو هيو. "جهروڪو" "دعا جي نگاه" واري اڏاوت هئي. راجا ۽ مهاراجا پڻ ساڳي ريت پنهنجي رعيت کي پنهنجو درشن ڪرائيندا هئا. مغل بادشاهه پڻ رعايا کي پنهنجي زيارت ڪرڻ جو شرف بخشيندا هئا پر ٻارنهن دريءَ ۾ ويهي جنهن کي "جلوه گاه" سڏيو ويندو هيو. "نظر" جو دستور هندن توڻي مسلمان ۽ سکن سيني ۾ هوندو هيو ۽ فرق فقط اکرن جو هيو. مسلمان "زيارت" ۽ هندو "درشن" چوندا هئا. ساڳيو رواج ڪرستانن ۾ پڻ آهي ۽ خاص ڏڻن تي سندن ڌرمي پيشوا (Pope) بالڪنيءَ کان بيهي مٿن "دعا جي نظر" فرمائيندو ۽ "آسيس" ڪندو آهي.

بري نظر لڳڻ جو عقيدو سنڌين ۾ صدين کان هلندو اچي. اوهان ڏٺو هوندو ته عورتون پنهنجي ٻارن کي اڪثر نرڙ يا ڳٽي تي ڪارو نشان لڳائي ڇڏينديون آهن. فقط هن لاءِ ته ڪين "نظر" نه لڳي. ڪي مائر ٻارن کي

ٻانهن يا ڳچيءَ ۾ ڪارو سڳو ٻڌي ڇڏيندا آهن، اهو سوڻ به نظر لاءِ ڪيو ويندو آهي. چاڪاڻ ته ڪارو رنگ نظر جو توڙ چاتو ويندو آهي. نئين عمارت جي حالت ۾ ڪيس بدنظر کان بچائڻ لاءِ سندس مهاڙي ۾ ڪاري ڪني يا ڪاري چاڏي ٽنگي ويندي آهي. چاڪاڻ ته نظر جو حساب ماڻهن، جاين ۽ جانورن سڀ سان لاڳو آهي، ان ڪري ڀلن ڏاندن، مينهن يا گهوڙن کي به منحوس نظر کان محفوظ رکڻ لاءِ تعويذ يا ڪاري رنگ جا ڳانا يا ڏاڳا پارايا ويندا آهن.

سنڌ ۾ بدنظر جو علاج "سوڻ" ڪرڻ وسيلي ڪيو ويندو آهي. پهريون ته ڪوشش هيءَ ڪئي ويندي آهي ته نظر جو اثر ڪاري نشان يا ڏاڳي ذريعي ختم ڪيو وڃي. نظر لڳڻ جي صورت ۾ ڪيئي سڳن ساٽ ڪيا ويندا آهن جن کي "نظر وڍائي" چيو ويندو آهي. نظر وڍائيءَ جو ڌنڌو گهرن ۾ پوڙهيون ۽ پاڙي اوڙي جا پريا مڙس يا پير فقير به ڪندا رهندا آهن. اڪثر حالتن ۾ نظر جي گهايل مٿان ابتي ڪاتي گهمائي ويندي آهي ۽ هي اکر ٽي ڀيرا ورجايا ويندا آهن ته "نظر وڍيانءِ." ڪي وري ڪوري سٽ جا ڦورا گهرائي ڏاڳا ڪاتيءَ سان ڪپي "نظر وڍائي" جي رسم پوري ڪندا آهن. نظر وڍائيءَ لاءِ ڪجهه ڏڪنا پڻ ڏني ورتي ويندي آهي.

بدنظر کان بچاءُ خاطر ڪاڌ خوراڪي شين کي ڍڪيو ويندو آهي. جيئن ماڻهو يا غئبات جي مٿن نظر نه پوي. خاص طور "ڪير" کي. غئبات جي نظر جو، ٻار ۽ عورت جي حالت ۾ خاص خيال رکيو ويندو آهي ۽ کين ڳاڙهي رنگ جا ڪپڙا يا ويس وڳا پهرڻ کان منع ڪئي ويندي آهي. ڪي ماڻهو ته پنهنجو کاڌو به لڪائي ڪنهن ڪنڊ پاسي ويهي کائيندا آهن. جيئن مٿن ڪنهن ماڻهوءَ جي نظر نه پوي. هندن ۾ خاص طور کاڌو لڪائي کائڻ جو رواج آهي. ڪي ماڻهو ڪتن ٻلن جي "نظر" جو انديشو به رکندا آهن ۽ کاڌي کائڻ کان اڳواٽ مانيءَ ڳيو يا ٽڪر ڪتن ٻلن کي اڳيان اڇلائي ڇڏيندا آهن ته متان هو سندن هيڃي نگاهه جو شڪار نه ٿين.

ڪي ماڻهو ان نظر منحوس سمجهيا ويندا آهن جو مٿن نظر پوڻ شرط ڏسندڙ جي روزي رد ٿيو پوي. هيءَ حقيقت پڻ آهي ته ڪي ماڻهو واقعي ئي اهڙي ڪرامت رکندڙ آهن جن کي ڏسڻ سان ماني نصيب نه ٿيندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي مشغوليءَ سبب ماني کائڻ جو موقعو نه مليو ته

ضرور ائين چوندو تہ اڄ الاجي ڪهڙي چنڊي جو منهن پئجي ويس. توڙي جو ڪهران آرسيءَ ۾ پنهنجو چهرو ڏسي روانو ٿيو هوندو. ٻڪئي قسم جي ماڻهوءَ يا لالچي ۽ هيچي نگاهن کان اڪثر ڪنارو ڪيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ تہ سندن بوڪڙو نگاه ڪانيءَ جو اثر رکندڙ سمجهي ويندي آهي.

عورتن کي شاديءَ دوران نڪاح کان اڳ ونواه ۾ ويهارڻ جو رواج بہ ڪين بري نظر کان محفوظ رکڻ خاطر آهي. ڪنهن زماني ۾ گهوٽ کي بہ نڪاح کان اڳواٽ ڪنهن بند ڪمري ۾ ويهاريو ويندو هيو. گهوٽ جي منهن تي موڙ ٻڌڻ يا گلن جي هارن سان چهرو ڍڪڻ ۾ بہ ڪيس نظر کان بچائڻ مقصد آهي.

عام طور چيو ويندو آهي تہ نحوست انهن ماڻهن جي نظر ۾ سمايل هوندي آهي جن جون پنهنجون خواهشون ڪڏهن پوريون نہ ٿيون آهن. خاص طرح ڪنجوس، بي اولاد ۽ بوڪڙو ماڻهوءَ جي نظر بدسوڻ سمجهي ويندي آهي. چوڻ آهي تہ "نظر لڳندي آهي يا سائي جي يا سڃي جي." سنڌ ۾ اجائي ڏيک ويک کان بہ ان ڪري موشو ڪيو ويندو آهي تہ جيئن بري نظر نہ لڳي. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ اڄ ڪلهہ انٽني ڪرپشن يا انڪم ٽئڪس جي ڏر کان ڏيک ويک کان پاسو ڪيو ٿيو وڃي. اسان جي ٻهراڙين ۾ "نظر" جو خيال وڌيڪ رکيو ٿو وڃي بجاءِ شهرن جي. توڻي جو ڏائڻ ماڻهو شهرن ۾ گهٽا آهن بنسبت ڳوٺن جي.

مون کي ياد آهي تہ عيد جي ڏينهن جڏهن اسين اٺ يائر پنهنجي ڳوٺ ۾ عيد نماز پڙهڻ لاءِ وڃڻ جا سانباها ڪندا هئاسون تہ "امڙ" اسان سيني يائرن کي ڪڏجي عيدگاهہ ڏانهن وڃڻ نہ ڏيندي هئي. چوندي هئي تہ ابا ٻہ ٻہ ٽي ٽي جٿا ٿي وڃو. ابا ڪنهن جي نظر ڪهڙي ڪنهن جي نظر ڪهڙي! ڪي ماڻهو اولاد جي "اوٺان بوٺان" لاءِ پيا سڪن ۽ اوهان ٽولا ٺاهي ٿا عيد گاهہ اسهو!

ناٽڪ ۽ ڊرامي جي تاريخ ۾ ڄاڻايل آهي تہ اسٽيج تي مسخري جو پارٽ هن سبب ضروري سمجهيو ويو تہ جيئن هيرو ۽ هيروئن جو ڪردار ادا ڪندڙ ائڪٽر تماشبين جي "نظر جو شڪار نہ ٿين. چون ٿا تہ ڪل مک ماڻهو يا ڪلندڙ تي بدنظر جو اثر بنهہ نٿو پوي.

# سنڌي عورت

عورتن سان مردن هيل سوڌو انهن پرڏيهي پکيئڙن جيان پئي ورتاءُ
ڪيو آهي جي پنهنجي وڳر کان وڇڙي، اوچائيءَ کان هيٺ لهي سندن چار ۾
پئي ڦاٿا آهن. ٻوليندڙ پکي، هڪ شونق جي چيز هئڻ ڪري، ڪين ڏاڍا پيارا
آهن جن کي پڃري ۾ رکڻ هن خيال کان ضروري سمجهيو ويو آهي ته متان
اڏر ن نه وڃن ڪنهن ٻئي پار ڏي. هند ۽ سنڌ جي مردن جو به عورتن بنسبت
راءِ ذري گهٽ ساڳيو آهي جو سيني ايشيائي ملڪن اندر رواج ۾ آهي. جيئن
ته (١) عورت زر ۽ زمين جيان هڪ سرمايو آهي. (٢) جا املاڪ ڪڙي ۽
قلف هيٺان رکڻ ضروري آهي، (٣) جنهن لاءِ خدمت چاڪري ڪرڻ ازل کان
تقدير ۾ لکيل آهي ۽ (۴) هوءَ پنهنجي دلي تسڪين ۽ معراج به خدمت ڪرڻ
۾ حاصل ڪري سگهي ٿي. سنڌي مرد ۾ البت هڪ وڏيڪ وصف هيءَ به
آهي ته هو عورت کي "پير جي جتي" سمجهي ٿو، جنهن کي هو وقت بوقت
ور ٿي ۽ چوڙي پرائي، ٿيڻ ٿي چيگل پادر جيان بدلائي وري نئين خريد ڪري
يا يا به هڪ به جوڙا هٿيڪا ڪري ڪتب آڻي سگهي.

ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته عورت قديم زماني کان مرد جي زور ۽ ظلم
جو شڪار پئي ٿيندي رهي آهي. تواريخ هر دور ۾ ساٿس طرح طرح جون
جڏ ڏ ٿيندڙيون رهيون آهن. ڪڏهن ڪيس دروپديءَ جيان پنجن مڙسن
جو ساري پئي وڏو ويو آهي ته ڪڏهن مڙس جي مرڻ شرط ڪيس ستي ٿيڻ
لاءِ دانهن چاڙهي جئري باهه ۾ پئي ساڙيو ويو آهي. وري ڪڏهن ديوداسيءَ
جو رمي آڙ ۾ ڪيس مندر ۽ مڙهيءَ جي مرلي ٿاهي ڪنهن نه ڪنهن مرلي ڌر
حوالي ٿي ڪيو ويو. ڪڏهن ڪوئي تي ويهاري يا "ٻتيءَ واري" ٻٽائي آئي
وڏ جي بڪ بڪ ڪيو ٿي ويو. مطلب ته جو ڪجهه به، ۽ ڪٿي به، جو
عورت جو اگرو ۽ غليظ روپ هيو ۽ آهي، ان جو به ڪرتا ڌرتا ۽ ايجاد
ڪندڙ مرد آهي. انهن انيڪ عقوبتن هوندي به هن گونگي ڳانءِ ڪڏهن به

ٻڙڪ ٻاهر نہ ٻاڦي. صبر سان لڳتي ٻيڙيءَ جيان هن قديمي ساٿيءَ جي ڪڌ لڳي آئي. ڪيس خبر هئي تہ مرد جي فطرت ڪا ملڪي حڪومت تہ نہ هئي جنهنجو تختو انقلاب آڻڻ سان راتو رات ۾ اونڌو ڪري بدلائي سگهجي. هن ڀلي پٽ ڄاتو ٿي تہ انسان جي خوشي يا صحت جيان عورتن جي سماجي ڀلائي ۽ بهتري بہ ڪنهن ملڪي قانون يا آرڊيننس پاس ڪرڻ سان ڪڏهن بہ حاصل ٿي نہ سگهندي. پر علم جي روشني ۽ سمجهہ جي سوجهري ۽ ڦهلاءَ سان، جنهن ڏس ۾ هوءَ هاڻ سجاڳ ٿي هٿ پير هڻي رهي هئي.

حقيقت هي آهي تہ مرد کي سچ ڳالهائڻ بہ عورت سيکاريو ۽ ڪيس مردانگي بہ عورت بخشي. پاڻ ڪرڙي ۽ ڪاڪر وچ ڪان بہ ڏجندي رهي پر پنهنجي گود جي لال کي سچ جي ستي ۽ شجاعت جو سبق ڏيندي رهي. صبح ۽ شام هن نڪمي ۽ نالائق کي لوليون ڏيئي، جمالا ۽ چلڙا ڳائي وريام ٿيڻ لاءِ همت ۽ جوش جاڳائيندي رهي. جڏهن لڙائيءَ جي ميدان کان مرد پٺ ڏيئي ڀاڄ ٿي ڪاڏي تہ عورت ڪيس ڪانئر ۽ گيدي سڏي مورڳو پناهہ ڏيڻ کان بہ نابري ٿي واري. هن کي اهڙو هرڪو حق حاصل هيو. هن نو مهينا تہ نونهال کي پنهنجي پيٽ ۾ سانديو هيو، جنهن جو ڪرايو بہ اسين عمر پر تائين ادا ڪري نہ ٿا سگهون. ڀنڊڻن کان ڀال جتيءَ، ۽ ٻانبڙن کان پير مانيءَ تائين، راتيان ڏينهان سندس گونهہ مٽ ٻهاريندي ۽ گيس مالا ڪندي هن پنهنجي سموري رت ست ڏني هئي. وري زال جي روپ ۾ پرڻي کان مرڻي تائين مرد جي هڪ چولي جو ساٿي ٿي سندس هر ڏک ڏولائي جي ڀال ٿي رهي. هڪ زال يا ماءُ جي حيثيت ۾ عورت جنهن عذاب ۽ ايذاءَ کان گذري ٿي ان جو اندازو مردن کي خير ڪي هيو. وٽن ٻاهہ ٿي نہ ٿي ٻري پوءِ سيڪ ڪنهن کي ڪٿان اچي؟ جيڪڏهن مردن کي ڇماهيءَ ۾ هڪ ڀيرو زناني هر ماهہ واري مصيبت اچڻ جو تجربو ٿئي. پنجن سالن ۾ هڪ وار پيٽ ٿيڻ يا اميدواري ٿيي پوڻ يا ويم ٿيڻ جو آزمودو ٿئي ۽ ڏهن سالن ۾ هڪ دفعو ڪنهن پونگڙي کي پالي نپائڻ جو موقعو ملي تہ پوءِ جيڪر مرد کي پتو پئجي سگهي تہ ڳهٽي ويهين سئو ٿيندو آهي. ممڪن آهي تہ پوءِ جيڪر هو عورت جي عزت ۽ حرمت جو شيدائي بڻجي وڃي ۽ شايد ان حد تائين سندس قدر قيمت ڪري ٻڌو ٻانهون ٿي رهي، جو جيڪر ”زن مريد“ سڏجڻ ۾ بہ فخر حاصل ڪري.

منهنجي خيال ۾ عورت ٿيڻ پنهنجي سر قدرت جي هڪ سزا آهي. خاص طور هڪ ماءُ ٿيڻ! الله پاڪ شل دشمن کي به ”ماءُ“ نه ڪري. اها به وري پٽ جي ماءُ! الله جي پناه. سندس ساه سدا ٻار پٽيان پيو پاڇي جيان ڦرندو. هميشه سندس سارسنڀال جو اونو. وري جي جهٽ پلڪ اکين کان ڏور ٿيو ته پوءِ اکين اڳيان اونده ۾ ساه تنگيو پيو هوندس پر جي دشمن پٽ کي ڪجهه ٿي پيس ته پوءِ وسامي ويندي ۾ گهٽو ڪري ته پٽ تي ڦهڪو ڪري ڏندٽجي ويندي. منهنجو نور چشم فقط ٽي مهينا ملڪ کان ٻاهر گهمڻ ويو ۽ اهو به خوشيءَ سان موڪلائي. پر ٽيئي مهينا مون ڏٺو ته هيءَ خدا جي بندي مصلي کان پل پاسي نه هٽي. سمهي به سجدي ۾ ٿي، چڻ ته سندس موسڙو ڪوه طور تي ويو هيو.اهي ٽيئي مهينا ڪراچيءَ جي نلڪن ۾ ايترو پاڻي نه وهيو جيترو مون گهر واريءَ جي اکين مون ڳڙندي ڏٺو. جڏهن شهزادو ڪيپ ڪٽي واپس وريو ته ٻڪرو حلال ٿيو. پنج عدد پٽ پيرن جي مزارن تي پيا ۽ ٻه ڪن خيراتون ٿيون. هونئن جڏهن به آئون سگريٽ لاءِ پئسا گهرندس ته ٽي ويءَ وارن اشتهارن آڌار تي ليڪچر ملندو. چوندي ته ”باه ڏي بري عادت کي. چون ٿا ته ڪينسر ٿيو ٿئي.“ لهراءِ ٻيري! توکي ڏهه روپيه ڏيٺا آهن، نه ڏي، پر وائي وات مون ته چڱي ڪئي.

شهرن ۾ ته وري به شڪر آهي جو اڄ ڪلهه جي زماني ۾ هن ڪمزور جنس کي ڪجهه مڙوئي عزت آبروءَ جي نگاهه سان ڏٺو ٿو وڃي. اڳيئين وقتن جي پيٽ ۾ ماين کي ڪجهه ساه پٽڻ جي سامت ۽ ساهي نصيب ضرور ٿي آهي. شايد هن ڪري جو جمهوري طرز طريقين کي بنيادي ضرورت چاٽي جٽن ٻين پراڻين ريتن رسمن کي ختم ڪيو ٿو وڃي، تئن عورتن سان اڳوڻي هلت چلت جي خلاف به ڪجهه نفرت جو اظهار ڪيو ٿو وڃي. پر ٻهراڙيءَ ۾ نه فقط اهي ئي لاتون اهي ئي چگهه چالو آهن، پر جٽن تڏ تئن وڌ جيان، عورتن جو حشر اڳي کان به ابتر ٿيندو ٿو رهي. ملڪ جي ترقي ۾ سڏارو ته ريڊيو، ٽي وي ۾ اخبارن ۾ روز پڙهجي، ٻڌجي ۾ ڏسجي ٿو، پر اها ترقي اڃا سوڌو اسان جي گهر تائين پهتي نه آهي. شايد اڃا پنڌ ۾ هجي!

ڏٺو وڃي ته اڄوڪي دور ۾ سنڌين لاءِ ڪجهه اهڙا نوان ۽ انوکا مسئلا کڙا ٿيا آهن، جن جي حل ڪرڻ ۽ علاج ڳولڻ لاءِ ضروري سوچ، سمجهه ۽ ڳڻتي ته پنهنجي جاءِ، پر نه آهي ڪا پارٽي، نه ورڪر، نه ناٽو ۽ نه سرڪاري

سهڪار. ڀهراڙين جا تہ ڀرهيلا ٿي ويا آهن. اڳيون نور بہ چٽ. نہ تعليم نہ صحت ۽ نہ صفائي. علم ۽ روزگار لاءِ ڇوڪرن کي تہ شهرن ڏانهن لوڏي ڪڍجي پر نياڻيون ڪيڏانهن ڪجن؟ وري ڏيٽرن جي چم ۾ پيئي آهي برڪت. وچن ٿا ڏڻ وڏندا. سندن شادين جو ڇا ٿيندو؟ يا وري عربن جي اڳوڻي رواج کي جياريون؟ نياڻي ڪا اهڙي ڀاڄي تہ نہ آهي جنهن کي ڇپي ۾ مٽي تي ڪٽي پڙها ۽ هوڪا ڏيندي اڪلائجي؟ وري اسان جي گهرن ۾ گهڙيون آهن ٽانڊي واريون بورچياڻيون. اهي سدوريون الڳ، خود سنڌي ٻوليءَ مٿان اچي ڀهاج پيئي آهي جنهن جا سالا بہ گهٽا آهن ۽ ڀيٽويا بہ ڪوڙ. سنڌي ڇوڪرو شهر ويو اهو تہ ريڊي ميڊ رنون ڳڙڪايو وچن چڻ تہ واڳونءَ وات مورڙو ويو. روزگار جي تلاش ۾ ڇوڪرن جون ٽي جتيون گسي ويون تہ باقي نڌٽڪين نياڻين لاءِ نوڪريون ڪٿان آڻجن.

اسان جي والي وارثن جا وڙ وري سبحان الله! وڏيرو خير سان سدا رهيو، پنهنجي پيٽ پرڻ ۾ مشغول. هن لاءِ سياست بہ سرڪاري خزاني کي لٽڻ جو هڪ هنر. ماڻهن جي ووٽن تي چونڊجي، سندن نالي ۾ پلاٽ ۽ پرمٽون وٺي وڪڻ سندس دائمي ڌندو. ڪتن، ڪڪڙين ۽ سوئر ويڙهائڻ عين اسلامي فرض ادائي. هن واٽڙي کي پنهنجي نشي پتي ۽ شيل شڪار کان فرصت ڪٿي جو ڪيس ڪڏهن پلجي بہ قومي سمجهہ يا ساڃهہ اچي! ڪاموري ڪڙئي کي سدائين پنهنجي سينارٽي، بدلي ۽ سيڪڙي جو اونو. اڳ ۾ پيٽ پنجوءَ جو پوءِ ٻار ٻچا. سياسي ليڊر قوم جي غم ۽ ڳتيءَ ۾ هميشہ ڪرسيءَ جو ڪلهي ڪانڌي. باقي رهيو غريب غربو، مزدور ۽ هاري. اهي جن تہ آهن بوتلن ۾ بند. سندن ٻوچ ويا آهن زنگجي ۽ پيچجي. جڏهن نو مڻ تيل اچي. پنجيون ڪلن تہ راڌان نڪري نروار ٿئي. تيسين شايد اسان جو ٻُنيو ٿي ٻئي پاسي تي وڃي. باقي رهي سرڪار سڳوري، ان کي تہ اسان اڻ آرين جو ٻوٽ ٿي نہ ٿو وٺي. وٽن جانورن جي بي رحميءَ خلاف بہ ڊپارٽمينٽ آهي. گهٽ ۾ گهٽ سنڌي عورت تي ٿيندڙ بي رحميءَ خلاف ٿي ڪو ڪاتڙو کولين، تڏهن بہ چڱو.

مردن جي عورتن سان ارڏايون ڏاڍايون ڪيون آهن. ان ۾ گهڻي ڀاڱي قصور عورتن جو پنهنجو بہ آهي. آخر هر مرد بہ تہ هڪ وڏو ٿي ساماڻل ٻار آهي ۽ سيئي ٻار عورتن ڄڻيا آهن ۽ نہ مجلس شورا وارن. جي اهي ٻار اڳتي

هلي نالائق ۽ نڪما ثابت ٿيا ته اهڙي ڪڙڪ عورتن کي اڳيئي هئي. ڇاڪاڻ ته حرامي ٻار پينگهي ۾ ئي پڌرو هوندو آهي. پوءِ ڇو نه ٿي ننڍڙي لاڪر ئي سندن نڙيءَ تي نهن ڏنائون. اهڙن نانگن کي پنهنجو کير پياري پالڻ سندن ڏوهه آهي. گهڻ ۾ گهڻ ڪين هڪ ڏک ته هجي ها ته پٽ جي اولاد ڪونهي. پر اهڙا وڇون ڇو تيون پالن ۽ نپائن جي ان هٿ کي ڏنگين جنهن ڪين ڪارائي پياري وڏو ڪيو. اڃا به ويل وهاڻي ڪونهي. ڪٿو موڇڙو هٿ ۾. آخر مرد آهي کهڙو اٿ جو پٽ. ڪنهن جو پٽ ته ڪنهن جو ڀاءُ ته ڪنهن جو ور. توهان ڪان ڀاڙي ويندو ڪٿي؟ سوٽي هجي ساڻ ته گڏه گوهي نه ڪري. سندس ڏيل ڏسي نه ڏرو. اندر اٿس اڳڙيون. ماري مڃايوس. مجال آ جو اوهان اڳيان ڪڇي. گهڻ ۾ گهڻ ڏيءَ جو چوڻ ته مون به ڪڏهن نه موتايو آهي. ڀيا رشتا ته اڃا به وڌيڪ رعب تاب وارا ۽ پاڪيزه آهن.

سنڌي عورتن جون شڪايتون ۽ سندن مطالبا گهڻي قدر صحيح ۽ درست آهن. جن جي جوڳي تدارڪ ڪرڻ لاءِ اسان مون هرهڪ کي عهد ڪري ايمانداريءَ سان ان تي عمل ڪرڻو پوندو. اسين سنڌي عورت سندا ڇايا آهيون ۽ سندس لوئي جي لڄ رکنداسون ۽ پنهنجن امڙين جي پوتي ڪان ويندي جتيءَ تائين ڇمي چشمن تي رکنداسون. پر ساڳئي وقت هي ڏسڻو ضرور پوندو ته ائين نه ٿئي جو آزاديءَ جي انڌ ۾ سنڌي عورت به پلجي ان گونهه واڙيءَ ۾ ته نه ٿي وڃي ڦاسي جنهن ڏبڻ ۾ يورپ جون عورتون اڳئي ڇيلهه تائين گتل آهن. هٺ بي مهار اٺ جيان چڙ واڳ ٿيڻ، پنهنجي شرم حياءَ کي تين وال ڪري انهن تڪن جي تڪر ڪاٺڻ کي عورت جي "آزادي" تصور ڪيو. اها ڪين سمجهه ئي نه آئي جو سينو تاڻي هوءَ سيڄجي پهن تي هلي رهي هئي اها ايريل ڇاتي ئي سندس ازلي ڪمزوري هئي. اهو سينو ڪنهن سان ساهڻ لاءِ نه هرگز نه هيو. عورت به قدرت جي عظيم ۽ جامع صنعت هئي جنهن ۾ ڪتي ٻار تي ايجاد ٿيو. ڪٿي "ملڪ پلانٽ" کير جو ڪارخانو هيو جنهن ۾ تڄ ٿي نهي، ڪٿي پيار، پريت ۽ پريم جو رس ٿي تيار ٿي، جنهن جي مناس تي سڀ انساني رشتہ چور جيان ڇهتيل هئا. هوءَ دلين تي راڄ ڪندڙ راڻي هئي. اڳ آدم کي گهلي، عرش ڪان فرش تي آڻي، هن ڪلراٺي زمين جي گولي کي سرسبز ڪيو هيو. هاڻ آدم اتي ئي ويڳاڻو ويٺو رهيو پر ٻاڻ پوتي لاهي تحت السرا جي تري ڏانهن ڏوڪيندي ٿي رهي. عورت جو اهو ڪمال نه پر زوال هيو. پٺئي پرڪرڻ هيو.

حياءُ اخلاق ۽ عبادت ٽيئي عنصر ”خوف“ جي پيداوار هئا. جڏهن اهو خوف ختم ٿيو ٿي ته ان جي جاءِ بهادري نه پر بي حيائي، بد اخلاقي ۽ بد نيتي ٿي ورتي. جڏهن اهي ٽيئي ٽيڙو لڏي ويا ته پوءِ سب فرق مٽجي ويندا ۽ پوءِ رڍون مڙوئي ٻوٽ ڪاريون. پوءِ جهڙي پيڻ تهڙي زال. جهڙي چالي تهڙي پني. جڏهن انسان پنهنجي زنده رهڻ لاءِ جانور جي زندگيءَ کي قتلام ٿي ڪيو ته پوءِ ڇو نه ان انسان جو به انت آندو وڃي جنهن جي کيسي ۾ سئو به سئو روپيا موجود هئا. آخر زندگيءَ جو عزت احترام به ته خوف باعث هيو ۽ نه پوليس واري جي ڏپ بدولت. جڏهن عورت نفرت ڪرڻ سکندي ته ڪيس پيار ۽ محبت جي تعليم ۽ تربيت کي ترڪ ڪرڻو پوندو. ڇو ته انهن ٻنهي گدرن جو گڏ مٺ ۾ اچڻ ناممڪن آهي.

سنڌي عورتن کي پنهنجي حقن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن لڙائي يا جهيڙي جوتڻ جي ڪا ضرورت پيش نه ايندي. اسين ٻيلي اهڙا ننگ ڇڏي نانگا ته اجا ڪونه ٿيا آهيون جو وتون ادڙين ۽ امڙين جا حق غضب ڪندا. اسين لک پال نه سهي پر لڄ پال ته ضرور آهيون. اسين ٻچڙا برابر آهيون پر ڪميٽا ڪٿي؟ جو پنهنجي لڄن سان ملڪيتن تي مهاڏا اٽڪايون. سنڌ جي تواريخ ۾ مون کي ڪو اهڙو واقعو ملي نه سگهيو آهي جنهن ۾ هي ثابت ٿئي ته اسان سنڌين چاٽي واٽي اره زورائي ڪري ڏاڏايون ڪيون هجن. سواءِ اڪيلي عمر سومر جي، جنهن ملڪ جي والي هوندي به پنهنجي رعايا جي هڪ نياڻيءَ کي ٻچائي ڪوٽ ۾ قيد ڪيو. پوءِ اندر جو پوندو لڳس جو وري به هٿو پائي نه ڪيائين. پر ٻهريون جو منهن ڪارو ڪيو هوائين اهو اسان سيني لاءِ ڪارنهن جو ٽڪو ڪافي آهي. باقي جي سستئي رلي هئي ته پنهنجي افاعالين. پراين ٿوش پرديسين سان پاند اٽڪائين جن رات ٽکي صبح ڪئي پچڻ جي تياري. جنهن ايل پونهار بري نظر وڌي اهو به اسان مون ڪين ڪيو. سهٽي ٻڏي مئي ته ڪڏ پيئي. جنهن لاءِ مئي تي اهو ميهار مڙس ٿورو ئي هئس. جا حق ڇڏي ناحق ڪڍ پوي تنهن کي ٻڏي مرڻ کپندو هيو ۽ ائين ٿيو. ليلان جنهن مڙس کي مٺئي تي مٽايو ان پڇتاءَ تي نه فقط ڪيس گلي لڳايو ويو پر موت ملاقات به گڏ ٿي. مومل کي به سومل جي سزا ۾ لڪڻ هنيو نه ويو پر نشانيءَ طور ڇڏيو ويو. تماچي تڙ ڏٺيءَ ته اسان سيني جي پت رکي ۽ ماني ميچيءَ واريءَ کي به پٽراٽي ٻٽائي تخت تي ويهاريو. اسين سما، سومرا ۽ سپڙ ابڙا آهيون ۽ پنهنجن پراون امڙين ۽ ادڙين جي عزت آبرو رکي چاٽون جي اهو صحيح آهي

تہ پوءِ سان ليکا کھڙا؟

سنڌ تہ اھڙو نازڪ وقت اڳ شايد ڪڏھن بہ نہ آيو ھجي جھڙو ھاڻ. اسان ۾ غيرت ۽ شجاعت آھي ضرور پر ننڊ ۾ آھي. ڪرنڌڙ قوم جو آخرين سھارو قوم جون ڏيٺر ٿينديون آھن. سنڌي مورت اسان جو آخرين مورچو آھي. جيسين مائن جي ٿڃ سنڌين جي رڳن ۾ خون ٿي ڊوڙندي تہ ڪين دنيا جي ڪابہ طاقت ھيسائي نہ سگھندي. مرده قوم کي زنده ڪرڻ وارو آبحيات امڙين وٽ آھي. اوھين ڪوڪلي آزاديءَ جي نعرن ڪڏ ڊوڙي مردن جي پيرن جي زنجير نہ بڻجو. پر اوھان کي جڳائي تہ مردن سان ڪلھوڪلھي ۾ ملائي ۽ ساٿن ہانھن ہيلي ٿي پنھنجي وطن ۽ گھرن کي جنت بڻايون. جي اوھان جي آڳيا جي پالنا نہ ڪن ۽ اوھان جا حق ادا نہ ڪن تہ اوھين ڏينھن قيامت جي حضور جو دامن رحمت جھلي پڪاري سگھو ٿا تہ الله جي اڳيان انھن مردن جي شفاعت نہ ٿئي جن اوھان جي ٿڃ جي لڄ نہ رکي.

15 اپريل 1982ع



قوت ڪراڙيا ڪاپڙي، طعام نہ طامائو،
سين ھنيائون سچ ۾، پھر نہ پينائو،
اوسري آسائو، اتي گوندر گڏيا.

پِنن ڪين پٽ ڪي، گھرن ڪين گھران،
مھيسي مخلوق جي، آيين دور دوران،
پچن ڪوه شرعان، جہ اندر عدالت ان جي.

تان ڪي ساٿن اور، جان آھين اوطاقن ۾،
ڏه ڏه پيرا ڏينھن ۾، پاڻ مٿانئن گھور،
ويا جي ھنگلور، تہ ڪرم ملندء ڪاپڙي.

تان ڪي وٿن ويه، جان آھن اوطاقن ۾،
سامي سفر ھليا، ڏور چتائي ڏيه،
چڏي سک ساڙيه، مٿي گنگا گجيا.
(شاھ)

# وتايو فقير

۱۵ مئي ۱۹۸۵ع تي ٽنڊوالهيار ۾ وتايو ڪانفرنس ٿي گذري جنهن ۾ سنڌ جي اديبن شاعرن ۽ دانشورن شرڪت ڪئي. هڪ لحاظ کان هي سنڌ جي هڪ تاريخي ڪچهري پڻ هئي ڇاڪاڻ ته هي پهريون پيرو هيو جو وتائي فقير جو "ذڪر ۽ فڪر" وتائي جي "ماڳ" تي ڪيو ويو هيو. گڏجاڻيءَ جو بندوبست شهر جي حسين ۽ سرسبز علائقي ۾ ڪيل هيو جتي مهمانن جي آجيان ۽ ڪچهريءَ لاءِ باغيچي ۾ عاليشان پنڊال لڳايل هيو. مجلس جو انتظام عبدالقادر منگيءَ جي سر هيو جنهن وتايو گڏجاڻيءَ لاءِ معزز شهرين تعلقي جي ڪامورن جي هڪ گڏيل ڪاميٽي ترتيب ڏيئي سيني سڄڻن کي هن نيڪ ڪم ۾ شامل ڪيو هيو. عبدالقادر منگي اسان جي انهن نوجوان ڪامورن ۾ هڪ آهي جي ساڻيهه جي سڪ ۽ ساڃهه رکندڙ آهن ۽ سندس ورثه ۽ ونسوءَ لاءِ درد ۽ جذبه رکندڙ آهن.

يورپي علم ادب جا مشهور ڪردار اتي جي اديبن جا پيدا ڪيل، يا اڃا به ائين ڪٿي چئجي تخليقي تصور جو نتيجو آهن، جيئن ته شرلاڪ هومس، آرسين لوپن، رابسن ڪروسو ۽ گليور وغيره. سنڌ ۾ برعڪس ان جي، اهڙا ڪردار ڀهڳڻ ٻوليءَ جو حصو ٿي چڪا آهن حقيقي شخصيتون آهن. جئن ته ڄتو ڪوري، گامون سچار، لالا واه جو ڇيڙو ايمڻان ۽ وتايو وغيره. هي ٻي ڳالهه آهي ته آڳاٽي زماني سان تعلق هئڻ ڪري سندن زندگيءَ جو پيرائتو احوال يا جنم پتري گمناميءَ ۾ گم شم آهي. ڇاڪاڻ ته سنڌ جي لکت ۾ تاريخ ڪالهوڪو قصو آهي ان ڪري وڌيڪ تحقيق ٿيڻ جو به امڪان گهٽ آهي. توڻي جو تحقيق نالي ۾ اسان وٽ به ڪيئي ادبي ڪاٽ هنيا ٿا وڃن ۽ هر مضمون پنيان شيطان جي آنڊي جيتري حوالن سان لسٽ ٽنبي ٿي وڃي، فقط هن رعب رکڻ لاءِ ته هنن ڪيترو نه پورهيو ڪيو آهي ۽ ڪيتري نه ڪتابن جي ورق گرداني ڪئي اٿائون. اڳ رسالن ۾ ڪجهه پڙهڻ لاءِ مواد ملندو هيو

هاڻ خدا جي فضل سان فقط حوالن جون لسٽون پيون ٿيون ڏسجن.

اهڙن سِنڌ جي ڪردارن ۾ وتايو سڀني جو سرواڻ آهي جنهن کي سنڌو جو ٻار ٻچو ٻه سڃاڻي. وڏي ڳالهه ته شاهه ڀٽائي جيان سنڌڙيءَ جي پنهنجي پيٽ جو ڄايو آهي ۽ نه ٻين جيان سندس گود جو ورتل. وري مزو اهو جو وتايو نه پير هيو نه سيد. نه ڪنهن جو مرشد نه مريد. نه مکي نه وڏيرو. فقط هڪ فقير. پوءِ به ڪمال هي آهي جو صديون گذري ويون پر سندس لٽڪا چٽڪا ڳالهيون ۽ ڳڻ نه فقط ماڻهن کي ياد رهيا پر ٻوليءَ جو حصو بڻجي ويا. وتايو اڄ به سنڌ ۾ اڪيلو شخص آهي جنهن کي مرڪندي ۽ کلندي ياد ته ڪيو وڃي. جو ڪجهه چيائين يا آکيائين، صحيح هيو يا غلط، سچ هيو يا ڪوڙ، مِڄڻ مراد آهي، واهه جو کلندي کلندي چاچي ٻه چٽي ويو ۽ ڇهندڙي به پائي ويو.

هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته ماڻهن سندس چوڻ تي، نه سندس جٺري عمل ڪيو ۽ نه وري ڪو سندس مٽي ڪو قدر ڪن ٿا. ماڻهو اڄان سوڏو ٺاهوڪن ڪيڙن وارن کي دعوتون ٿا ڪارائن ۽ قاتل ڪيڙن وارن کي اڄ به لوڏي ٿا ڪڍن. سڄي ماڻهوءَ کي هرڪو ڪمي ڪلسبي اڄ به پيو اهيئي ڏٺا ڏئي ته واندو ٿيان ته پوءِ اچي وانگار وهندس، توٽي جو اها به ڇاڻ اٿس ته موت ڪڏ پيرو ڪنيو ٿو اچي، مهلت ڏئي الا جي نه. ماڻهو ڇوڪريون اڃا به ويهاريو ماريو ڇڏين بجاءِ ان جي جو پنهنجي ايري سيري ياءُ کي سڏي سنگ ڏين. رپيا اڃا سوڏو پيٽين تجوڙين يا ٻئنڪن ۾ سنياليا ۽ سانديا ٿا وڃن توٽي جو خبر اٿن ته انت اها دولت سندن لاهه ڪڏي ڇڏيندي ۽ اولاد جي نگاهه به لالچي ڪري ڇڏيندي. ٻين لاءِ پٽ پاراتو اڃان به هلندو اچي توٽي جو ڪين ڇاڻ آهي ته ان ۾ پنهنجو نقصان ٿيٹو آهي ۽ پرائي گڏهه بجاءِ پنهنجي ڳئون گذاري ويندي. ماڻهن جي صحيح سڃاڻپ اڃان سوڏو ماڻهن وٽ ڪانه آهي. اڃان به هو ماڻهن جا ٻاهريان محراب ۽ ظاهري اوراپ ڏسي فتوا ٿا ڏين. الله نالي اڳ اڃان قتل گدرو ته ڏيندا هوا هاڻ ته پوليس واري کي ٿا سڏ ڪن. باقي وتائي ۽ سندس لطيفن تي ٺهڪڙا ضرور ٿا ڏين.

مزو ته تڏهن ٿئي جڏهن ماڻهو وتائي جي لطيفن تي سوچڻ ۽ کين سمجهڻ جي ڪوشش ڪن. هاٺي ته خير هر ڪو ڳالهه ٻڌي، کلي قصو لنوائي ٿو ڇڏي. پر جنهن ڏينهن سندس هر هڪ اکر کي توري تڪي ڇاتو

ويو تہ پوءِ خبر پوندي تہ ڪيتري نہ منجهن سچائپ سمايل آهي. جڏهن دوزخ ۾ ئي آگ ڪانهي تہ پوءِ سرڳ ۾ ٺڏڪار وٺڪار ۽ بهارون وري ڪٿان آيون؟ جڏهن هر ماڻهو پاڻ سان پنهنجي حسد بغض ۽ ڪيني جو روڳ سيني ۾ سانديو وڃي ٿو اتي ڏاڪهہ چڙهي، ساڳي ريت ماڻهو پنهنجي چڱائي ۽ نيڪي ساڻ ڪنيو وڃي پنهنجي لاءِ ٺڏڙي ڇانو ۽ ڇپر ٿو ٺاهي. ڇاڪاڻ تہ احسان جو بدلو احسان آهي.

بي بي رابع بصريءَ کي بہ وتائي فقير واري شڪايت هوندي هئي تہ ماڻهو پنهنجي خالق جي عبادت يا تہ سندس خوف کان ڏڄي ٿا ڪن، يا وري جنت جي لالا نگهري تي نرڙ ٿا گسائين. هڪ ڏينهن ماڻهن ڏٺو تہ ٻيبي سائڻ هڪ هٿ ۾ پاڻيءَ پريو ٿانو ۽ ٻئي ۾ ٽانڊن وارو ٺوهر کنيو ٿي ويئي. ڪنهن پڇيس تہ بي بي سائڻ ڪيڏانهن وڃڻ جي تياري آهي؟ چيائين تہ وڃان ٿي جنت کي باهہ ڏيئي ساڙي رک ڪرڻ، ۽ دوزخ جي باہ کي وسائي جهنم کي ٺارڻ، تہ گهٽ ۾ گهٽ ماڻهو الله کي سواءِ 'خوف ۽ سواءِ اميد' جي فقط پنهنجو حقيقي خالق ڄاڻي پرستش ڪن. خود سندن پنهنجي دعا هيءَ هئي تہ "الله پاڪ جي اوهان جي، آءٌ دوزخ جي ڊر کان عبادت ڪريان تہ مون کي جهنم جي آڳ ۾ ساڙ، پر جي جنت جي لالچ ۾ اچي سجدو ڪيان، تڏهن بہ مون کي جهنم ۾ ڀسم ڪر. پر جي آءٌ توکي تنهنجي ذات پاڪ سبب سر نوايان تہ مونکي پنهنجي ديدار کان نراس نہ رک."

# وتايو فقير

سنڌ، مست ملنگ مجذوبن ۽ درويشن جو ديس آهي. جن ۾ ڪيئي هستيون اڄ به حال حيات آهن. تونٽي جو ڪين ڪئي صديون گذري چڪيون آهن. سندن ٻول ۽ قول، ٻڌو ڇا جوان، هر هڪ جي چپن تي آهن، جو هڪ معجزو پڻ آهي. خاص طور ڏرتيءَ جي ان هنڌ، جو، هر آئي وئي جي لتڙ هيٺ آهي ۽ جتي "ويسارو" ماڻهن جي عادت هجي. انهن ۾ به "انسان" اڄ به اسان نڌڻڪن ۽ بي وسيلن جو آسرو ۽ سهارو آهن. هڪ نظم ۽ ٻيو نثر ۾. هڪ سهڻو شاهه لطيف ڀٽائي ۽ ٻيو وتايو.

شاهه سنڌ جو سرواڻ آهي ۽ سنڌ جي سڪر لاءِ دعاگو. سڪر سٺائي ته اسان وٽ سدائين آهي. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته جو ڪيڙي ٿو اهو ان اکين ٿي نه ٿو ڏسي ته ڪائي ڇا؟ جڏهن ملڪ ۾ "هربره" هوندي سوندي به مهانگپ هجي. ماڻهن ۾ پريشاني ۽ پٽ ڪوه هجي ۽ هواءِ هوندي به پوسٽ ٿئي. ته پوءِ جيائي جو اڪيلو وسيلو آهي صبر ۽ شڪر. مات ۽ مرڪڻ. اهڙي حال ۾ وتايو اچي اسان جو حال پائي ٿو ٿئي. هونئن به قرجڻ ڪان پوءِ پئو ڇا جو؟

سهڻو شاهه ته ان ڪٽ ۽ بحر بي انت آهي. سندس لاٽ ۽ لطيفي لات ته هلندي رهندي. الو ميان ڪا ڪتڻ جي ته نه آهي. پر جڏهن دانهن ڪوڪ ڪندي نڙي گهگي ٿئي ۽ بڪ اڄ ۾ آلاپ نه اچي ته پوءِ وتائي واري وات دم غنيمت آهي. ڪو تڪر تاڪٿو ته نه آهي. فقط چپ چوري مرڪٿو آهي. توتڪا ياد ڪري دل سان هنداٿا ۽ ٻاڻ سان اڪيلائيءَ ۾ اورٿان اهن. جي اوهان ڪان وسري ويا آهن ته ياد تازي ڪرائڻ اسان جو ڪم. سلسلو جاري رهندو. جيسين وچي قصو ڪر تاد ٿئي. جي اوهان کي به ڪي ياد هجن ته لکي اماڻيو ته لک لائق.

(١) چٽي ٻيو سومهٽي جي نماز ڪان:

هڪ پاڙيسريءَ وتائي سار شڪايت ڪئي ته فقير نماز پڙهي، پر

سومهڻيءَ واري نماز ٽڪائي تي چڙي. ڪجهه ڏينهن بعد وتائي کي ڪنهن چاڻ ڪئي تہ ساڳيو پاڙي وارو رات گذاري ويو. ڏاڍو نيڪ نمازي ۽ مومن ماڻهو هيو. وتائي چيو ڏاڍو چڱو ٿيو. چڙي پيو سومهڻي جي نماز وارن سورن ڪان.

## (٢) چڙي ڏيوس نہ وتي سچ ۾ سينڍون هٽندو:

ڳوٺ ۾ اچي وبا جي بيماري پيئي. گهرن جا گهر خالي ٿي ويا. پاڙي جا بہ چار ماڻهو وتس ميڙ ڪري آيا تہ فقير ڪا الله ڪان دعا گهر تہ ندوري تر ڪان نڪري. چيائين تہ چڙي ڏيوس. ماڻهو مري ويندا. پونگا ٿي پيبنگ ٿيندا. پوءِ سندس نالي ونڻ وارو ئي ڳوليو نہ ليندو. پوءِ پاڻ اڪيلو پٽن تي پيو سينڍون هٽندو رهندو.

## (٣) پاڻ بہ ڪو گهٽ چرچا تہ نہ ٿو ڪري!

ڪنهن پلي مانس وتائي کي "نصيحت" ڪئي تہ فقير الله بي نياز بادشاهہ آهي ۽ تون ان سان حجت ۽ مسخري ٿوڪرين. جي الله پنهنجيءَ تي آيو تہ "ابتو" ڪري تنگيندءِ. وتائي چيو تہ هڪ سنئين سڌي ماڻهوءَ کي ابتو تنگڻ خود هڪ مسخري آهي. پوءِ الله پاڻ بہ پوڳ چرچا ٿو ڪري تہ مون تي ڪهڙي ميار؟

## (٤) صبر ڪرين هان تہ پچائي موڪلي ها:

هڪ دفعي وتائي کي ماءُ چيو تہ ابا گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. ڪٿان ان ڪٽا آڻ نہ تہ اڄ لنگهڻ ڪيڏٺو پوندو. وتايو بوچڻ ڪٽي اگڻ ۾ بيٺل ٻير جي وڻ تي چڙهي ويو. مٿي منهن ڪري چيائين تہ "مولا ڪجهہ ڏيار. جي تنهنجا خزانا بہ منهنجي کيسن جيان خالي آهن ۽ تو بہ ڏيوالو ڪڍيو آهي تہ پوءِ اهڙي پڌرائي ڪر، تہ آءُ ڪو ٻيو بلو پيٽي ڪيان ۽ ڪنهنءَ اڳيان وڃي هٿ ٽنگيان." اجا اتي ئي بيٺو هيو تہ ڪنهن ڪڙو ڪڙڪائي آواز ڏنو تہ وتايا تو لاءِ اٽو پيهائي ڪٽي آيو آهيان. وتايو هيٺ لهي اٽي جو ٿين ڪٽي ماءُ وٽ آيو. چي امڙ اجان گهڙي ساعت صبر ڪرين ها تہ مانئي پچائي رواني ڪري ها.

## (٥) وتائي وارو اڳ ونڻ:

هڪ ڏينهن ماڻهن کي هي ڏسي حيرت ٿي تہ صبح سويل کان وتايو مقام جي لنگهہ تي ڏرٽو ماري ويٺو رهيو ۽ مقام ڏانهن ايندڙ هر جنازي جي پچا ڳاڇا ٿي ڪيائين. ڪن ماڻهن ڪانئس پڇيو تہ وتايا خير تہ آهي اڄ فجر کان مقام جو در ورتو اٿيئي؟ وراڻي ڏنائين تہ رات ڪو شاهينگ جتي ٽڳاٽي

ويو اهي ۽ آءُ چور جي "اڳ ونڻ" لاءِ هت ويٺو آهيان. اڳي پوءِ هت ضرور اچڻو آهي. ويندو ڪٿي؟

## (٦) ڪونهي لکڻ جو لک:

ڪنهن پازيسريءَ جي فوت ٿيڻ تي وتايو بہ وڃي تڏي تي ويٺو. آئي وئي فوتيءَ جي عزيزن سان "حڪم الله جو" چئي رسمي عذر خواهي ٿي ڪئي. هنن وري جواب ۾ "موت برحق آهي" جي وراڻي ٿي ڏني. وتائي بہ سائن همدري ڪندي چيو تہ "هائو بيلي، ڪونهي ڪو لکڻ جو لک جو "موت برحق" تا مڃيو. پر جي ڪا ٻچڻ جي واه يا راه هجي ها تہ اوهان وسان گهٽايو تہ نہ ها."

## (٧) شروعات ئي غلط:

درياه پار وڃڻ لاءِ پتڻ تيار ڏسي ورايو بہ اچي منجهس ويٺو. پاتڻيءَ ٻيڙي هاڪارڻ ويل ونجهہ هڻي "الله توهار" جي هڪل ڪئي. آواز ٻڌڻ شرط وتايو ٻيڙيءَ کان ٽپ ڏيئي وڃي ڪپر تي بيٺو. ملاح پڇيس تہ وتايا پار پهچڻ جو ارادو ڪونهي ڇا؟ چيس تہ "ٻيڙي سائي ٿيئي، تو تالو ئي اهڙي جو ورتو اٿيئي، جو پنهنجا مارائيندو ۽ ٻيڙيون ئي پاڻ ٻوڙيندو آهي. آءُ ڪو چريو ٿورو ئي آهيان جو ڏسي وائسي پنهنجو سر ٻوڙي ۾ وجهان."

## (٨) پيل نائين خطرو اٿيئي؟

وتايو واٽ وٺيو ئي ويو تہ راه ۾ رات پئجي ويس. ڪٿي ٽڪڻي ورايس. پٽ ڪاڻ تہ پٽڪي جي پلاند ۾ رڇو ٻڌل هيس. اڻ ٿن اٺا هيس تہ رات جي اونڌاهي ۾ متان ڪي ڦورو اچي ڦٻائي ۽ ٿاڻي ڦري ڪڍ سڀ ڪجهه لاٿي ٿا لاهين. اها سوچ ڪري رهيو پڳ کان ڇوڙي پيل جي وڻ جي پاڙ ۾ اچاڻي ڇڏيائين. پاڻ ٿي ڊبو تي لوڙائو ڳائيندو ٿو بيو. جيئن ڪنڊي کان پوءِ رستي تي هڪ ڳوٺاڙو مليو ويس جنهن ڏانهنس پڇا ڪئي تہ "يار هي پوءِ تہ آهيئي چورن ۽ ڦورن جي. پرمون ٿي بہ آهي ضرور پهچڻو. ٻڌائي سگهندين تہ ڪهڙو خطري ڪهڙي هنڌ آهي جنهن آءُ اتان خيال سان ۽ سنڀالي وڃان؟" وتائي چيس تہ ڪهڙو ڊپ اٿيئي فقط "پيل جي پاڙ" تائين. باقي اڳتي ڪو پئو پونو تي نہ ڪر. سڀ سٺائي.

## (٩) چڱو جو اچلايم نہ تہ منهنجا بہ لاه نڪري وڃن ها:

هڪ دفعي ڪنهن سخيءَ وتائي کي رپيو خيرات ڏنو. وتائي وٺي پهريون ور ۾ وڌو. پوءِ وري ٻهرياڻ ۾ ڳنڍ ٻڌائين. وري خيال اچڻ تي جتيءَ

اندر لڪائي هلڻ لڳو. آخر ڪڪ تي پيو ۽ رڳيو ڪولي هڪ سڪل وڻ جي
پاڙ ۾ ڪڏڙي ڪٽي پوري ڇڏيائين ته موٽ تي ڪٽي ڳوٺ ويندس. ڪنهن ڏنار
ڪيس تاڙي ورتو. وتائي جي پٺ ڏيڻ تي ڏنار اچي وڻ جي ڪوتائي ڪٽي.
پهرين ٿي لپي ۾ رڳيو ملي ويس. سمجهائين ته اچان رقم ته هيٺ هوندي،
پوءِ ته پاهوڙو ڪٽي وڻ جي پاڙ ئي پٽي ڇڏيائين. ٻئي ڏينهن تي وتائي موٽ
تي ڏٺو ته رڳي وارو وڻ جڙ ڪان ئي اکڙيل هيو. وڻ سان وٻل ٿيل ڏسي
شڪرانو ڪرڻ لڳو ته "چڱو ٿيو جو اڄلي جان ڇڏايم نه ته منهنجا ٻه لاهم
نڪري وڃن ها."

(١٠) الله جو اختيار ۽ امڙ جو وس:

هڪ دفعي ڪنهن بزرگ شخص ٻاڙي وارن کي گهٽيءَ ۾ ويٺي نصيحت
ڪئي ته "ابا ڏٺي پاڪ هر ڳالهه ۾ مختيار ڪل آهي. روز به سندس وس
آهي. پوءِ ٿورو ڏئي يا گهڻو ڏئي. اها سندس مرضي. ڪائونس ڪوئي پڇڻ
وارو ٿورو ئي آهي. ٻئي ڪنهن کي ڪهڙو اختيار؟

وتايو جو اڃي ان وقت لانگهائو ٿيو ۽ واعظ ٻڌندو آيو. تنهن بزرگ
جي ڳالهه کي ٽيڪو ڏيندي چيو ته "هائو سائين سچ ٿا آکيو. پر اڄ ڪلهه
الله ڪجهه اختيار منهنجي ماءُ کي به سونپي ڇڏيو اٿس. روز برابر رازق وس
آهي پر هي امڙ جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي ته پيٽ رڄي يا ماني پچائي. يا وري
موڙڪو ڀڄوي ته اچان ماني جي مهل تي نه ئي آهي."

(١١) ورياچ سوڙهي وصولي!

هڪ ڀيري ڇوڪريءَ جي ماءُ جي بيماري پئي. ٻاڪين جا وڻان خالي [illegible].
وتائي واري ٻڪري جا ڪيس خيرات ڪامل هئي اها به مري وئي. وتائي جي ماءُ
روئڻ پٽڻ وئي ته ڪاري ۾ ڪير اڄڙي جو وسيلو هيو اهو به الله نه سٺو. وتائي
چيس ته "امڙ ايترو رنج ڇا لاءِ ٿي ڪرين؟ هي ته وري الله کي وڻيا ٿي. موڪلي
ٿمرجي ڏڏ نه پرائي وئي."

(١٢) دوزخ ۾ باهه ڪٿي؟

هڪ ڏينهن وتائي ماءُ کي چيو ته امڙ بک لڳي اٿم. جيڪر ماني ڪارائين
ته چڱو. ماڻس چيس ته ابا ٻاڙي مون تاندو ڪٽي اچ ته باهه ٻاري ماني پچائي
ڏيانءِ. وتايو اوڙو پاڙو گهمي خالي هٿين گهر موٽيو. ماءُ کي چيائين ته امان
باهه ڪٿي به موجود نه آهي سو وڃان ٿو دوزخ مون چوچڙي ڪڻ. جهٽ

پلڪ بعد ڪلندو ٽپا ڏيندو گهر ڏانهن موٽيو. ماڻس پڇيس تہ ابا ٽانڊو مليو. جواب ڏنائين تہ امڙ نہ. دوزخ ۾ ويس تہ اتي وارا جمدوت مون تي ڪلڻ لڳا تہ هتي باهہ ڪٿي؟ الله پاڪ ڪو ٻئي وارو يا نانوائي تہ نہ آهي جو باهہ جا ڪورا يا ٻنا ٻاري ويهي پنهنجي مخلوق کي شيخ ڪباب جيان پچائي. هتي هر ڪو ماڻهو پنهنجي آگ جي ڪوتا پاڻ ساڻ ڪنيو ايندو آهي. جا باهہ هر انسان لوڀ لالچ، حسد، بغض ۽ نفرت جي روپ ۾ پاڻ وٽ جمع ڪندو ٿو رهي. هتي اچي هرآدمي پنهنجي گڏ ڪيل اهڙي باهہ جي پونجيءَ ۾ پاڻ ٻرندو ۽ پچرندو ٿو رهي.

## (١٣) مهماني ڪپڙن جي!

هڪ دفعي وتايو وڃي شهر جي هڪ وڏي دعوت ۾ شريڪ ٿيو، جتي خلق وٺي خيرات ڪاڏي، سندس ڦاٽل ڪپڙا ڏسي ماڻهن ڪيس ٻاهر لوڏي ڪڍيو. وتايو گهر وڃي پنهنجي ياءُ جا نوان ڪپڙا پيتيءَ مان ڪڍي پائي وري ساڳئي دعوت ۾ اچي شامل ٿيو. سمجهيائون تہ ڪو معزز مهمان وارد ٿيو آهي. هڪدم سلمچي ڪٽي هٿ ڌوئاري دسترخوان وڇائي ٻوڙ پلاءُ آڻي آڏو رکيائونس. بجاءِ طعام نوش ڪرڻ جي وتايو ٻوڙ پلاءُ جا چمچا ڀري پنهنجي ڪپڙن مٿان هاريندو رهيو ۽ ڪپڙن کي مخاطب ٿي چوندو رهيو! "تہ هي مهماني اوهان جي آهي. ڪائو ۽ خوب ڪائو. مون کي تہ لتون هڻي ٻاهر اماڻيوهئائون."

## (١٤) واڍو جڏهن واندو ٿيو!

هڪ دفعي پاڙي جي ڊڪڻ وٽ وڃي سوال ڪيائين تہ امڙ جي ڪتولي ڀڄي پيئي آهي جيڪر هلي جوڙي ڏين تہ مهرباني ٿيندي. واڍي روڪڙو جواب ڏيندي چيو تہ "وتايا اج واندو نہ آهيان ۽ واندو ٿيس تہ هلي جوڙي ڏيندس." هو هر ڀيري اهڙي ڪن لاتار ڪري وتائي کي لنوائيندو رهيو. هڪ ڏينهن وتائي ڏٺو تہ ڪو جنازو ڪنيو ٿي ويا. پڇا ڪرڻ تي پتو پيس تہ ساڳيو ڊڪڻ گذاري ويو هيو جو سدائين مشغول رهندو هيو. ڊوڙي جنازي جو اڳ ولي هڪل ڪيائين تہ "ادا واڍا اڄ تہ ڀڪ واندو هوندين. نويڪلو ڪٽ تي آرامي آهين. هاڻ اچي هلي امڙ جي ڪتولي ٺاهي پنهنجو واعدو تہ پاڙ."

## (١٥) دعا ٻڌائين پر سمجهائين نہ!

وتائي کي ڪنهن سخي مرد هڪ ڪراڙي ڳئون خيرات ۾ ڏني. وتائي

ڳئونءَ جي ٿهل ٽڪور تہ گهٽي ڪٽي پر پاڙيسري جي گڏھ روزانو اچي سمورو گاھ پنو کائي وڃائڻ ڀڳاري ويندي هئي. گڏھ جي آزار کان ڪڪ اچي وتائي هڪ ڏينهن هٿ کڻي الله کي عرض ڪيو تہ مالڪ ڪنهن واريءَ کي مار تہ سنگن واريءَ جي جند ڇٽي. صبح جو ڏٺائين تہ سندس ڳئون مئل پيي هئي. پنهنجي اکين تي اعتبار نہ ڪندي هڪ نابين کي وٺي گهر آيو ۽ ڪيس ڇيائين تہ هي جانور تہ سڃاڻي ٻڌائي. نابين هٿوراڙيون ڏيئي ٻڌايو تہ هي جانور ڳئون هئي. وتائي ڪلي چيو تہ "الله کي ايتري ڄاڻ بہ ڪونهي، دعا اگهايائين ضرور پر ڪن واري ۽ سنگن واري وچ ۾ تفاوت جي خبر ڪيس بہ ڪانہ پيئي."

(١٦) پرائي باھ کان پاسو ڪر:

ڪنهن ماڻهوءَ وتائي تي وار ڪرڻ لاءِ مٿس لٺ اولاري. وتائي واڙو ٿي پڇيو تہ ابا خير تہ آهي ايتري ڪاوڙ ڪهڙي ڪارڻ. لٺباز وراڻيو تہ "تون پاڻ چوندو آهين تہ "هٿي هٿائي" پاڻ الله ٿو. پوءِ مون کي بہ اهڙو حڪم ڪيو هونداٿين." وتائي مرڪي چيو تہ الله کي واڻيو مارڻو هوندو تہ هو هر حال ۾ ماريندو، پرمورک تون پاڻ تي اهڙو الزام ڇا لاءِ ٿو کڻين؟"

(١٧) آسمان واري جا ڪم آهن ابتا!

رستي هلندي هڪ هنڌ ويهي وتائي گهل گهوڙا شروع ڪري ڏني. سندس رڙين جي شور تي رونشي ڪوڏي خلق اچي گڏ ٿي. پڇيائونس تہ فقير خير تہ آهي جو دانهون ڪندي آسمان مٿي تي کڻي ڇڏيو اٿيئي؟ وتائي پير مٿي کڻي چيو تہ ڏسو نہ ٿا تہ مون کي ڪنڊو چيبو آهي. هڪ ماڻهوءَ ڇهنڊڻي وجهي ڇپنيءَ سان ڪنڊو ڪڍي ٻاهر اڇليو. ماڻهن سنهڙو ڪنڊو ڏسي مٿس هينٺ ڦيٺ ڪئي تہ درويش هرويرو طوفان ڪڙو ڪيو اٿيئي. وتائي چيو تہ توهان ماڻهن کي آسمان واري جي عادتن جي ڪهڙي خبر؟ جي اڄ آءٌ ڪندي لڳڻ تي رڙيون نہ ڪريان ها تہ سڀاڻي هو اهڙو پالو يا ٻڙڇي ٻيچي ڇڏي ها جو نڙگهٽ کان پسڻ پار هجي ها. چيو ڪونہ اٿائين تہ "آءٌ انسان کي سندس وت کان وڌيڪ تڪليف نہ ڏيندو آهيان." سو صبر اختيار ڪري آءٌ پنهنجي برداشت جي طاقت گهٽي هئڻ جي نمائش ڇو ڪريان ۽ پاڻ تي وڏي مصيبت نازل ڪرڻ لاءِ دعوت ڪيئن ڏيان؟

(١٨) ماڻهن ۾ سڃاڻ ئي ڪانهي!

هڪ پيري بک کان بيحال ٿي رستي ويندي بيهوش ٿي ڪري پيو. ماڻهو

اڇي مڙيا. ڏٺائون تہ وتايو پر لوڪ پڌاري ويو. مسلمانن چيو تہ وتايو واڻيو هو ان ڪري واڻيا سندس ڪريا ڪرم ڪري مساڻ ڪٺي وڃي ساڙين. واڻين نابري واري تہ وتايو واڻيو ٿي چاڻو ضرور هيو پر سندس افعال مسلمانن جهڙا هئا. هن نہ جٺيو پاتو ۽ نہ ڪڏهن تڪاڻي ويو. وتايو ڏٺو واڻنو مسلمان هيو ان ڪري ڪيس دفن ڪيو وڃي. ان ريڙه پيڙه جي چوپولي تي وتائي اک پٽي. سجاڳ ٿي بوڇڻ ڇندي اٿي کڙو ٿيو. چيائين تہ "هاڻي اهڙي مرڻ ۾ کهڙو فائدو جڏهن ماڻهن ۾ سجاڳپ ئي ختم ٿي ويئي آهي."

## (١٩) منتان مسلمان ٿيو آهين؟

وتائي کي سندس ياءُ چيو تہ "ياڻي تون تہ مسلمان ٿي ياڻ موڪيو. هاڻ مون کي بہ مسلمان ڪراءِ تہ سرڳ ۾ ہيئي گڏ تہ هجون." وتائي رڙ ڪري چيس تہ ياڻي اهڙي غلطي مور نہ ڪج. مسلمان ٿيڻ جي ڪڏهن بہ ڪوشش نہ ڪج. ورنہ سڄي عمر هٽ هٺندو رهندين. ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيڻ تہ آهي سولو ڪم، پر پوءِ جي روزا، نمازون، زڪوات ۽ تهجد جا سلسلا شروع ٿا ٿين، تن جي پيروي ڪندي نہ فقط جڙه نڪري ويندءِ پر ڏيوالو ٿي ويندين. ڪڏهن ڀلجي بہ اهڙي جوکم جو ڪم نہ ڪج. ها البت مرڻ مهل مون کي ڪن ۾ ڪلمو پڙهي ٻڌائج تہ آءٌ آخرت ۾ شاهدي ڏيندس تہ منهنجو ياءُ مسلمان ٿي مئو هيو. ائين ڪرڻ سان بهشت بہ حاصل ٿيندءِ ۽ خٽي ڪان بہ بچي ويندين. ڪم جو ڪم ۽ مزي جو مزو."

## (٢٠) الله واري ورچ

ڪنهن ماڻهوءَ پناڻن جي هڙ ولي وتائي جي جهوليءَ ۾ وڌي ۽ ... تہ فقير "الله" واسطي ياس ياسي هيم جا پوري ٿي. هاڻ مهرباني ڪري ماڻهن ۾ ورهاءِ. وتائي پڇيو تہ الله واري ورچ ڪيان يا ماڻهن واري. چيو تہ فقير تون ياڻ الله وارو آهين انهي ٿي ورهاست ڪر. وتائي ... ڪنهن کي هڪ پري ڏنو تہ ڪنهن لپ تہ ڪنهن کي فقط ... ماڻهن چيس تہ وتايا ۽ اهو الله واري ورچ ڪٿي آهي جو ... کي مٺيون ڀري نوازيو اٿيئي تہ ڪن کي نپٽ جواب. وتائي چيو تہ ... اهو ئي عدل انصاف آهي الله جو. جو ڪنهن کي همپائيون ڀري ڏي تہ ... ڪي داڻي لاءِ پيا واجهہ وجهن.

## (٢١) ڪا عقل جي ڳڻ تي ڪرين ها:

هڪ ڳهري وتائي ويٺي ڳڻون ڏڏي. ڪير ڏهندي ڳابي کي ڪير ڏاراڻ جو خيال ئي ڪاڻونس دل تان لهي ويو. ڪيرڏهي اچا ڍڳيءَ جو ونگ ڍرو مس

ڪيائين تہ ڳئونءَ ونءِ لٽ هڻئي تہ ڪير واري چونري ئي اونڌي ٿي پيئي. ڳئون پنهنجي گابي اوڏو وڃي ڪيس چٽڻ بيٺي. وتايو پاسي ويو تہ ڪائونس پل ٿي هئي. منهن مٿي ڪري فرياد ڪيائين تہ منهنجا مولا هي ڪهڙو قهر ڪيئي؟ مون ڪان تہ گابو ڏارائڻ برابر وسري ويو هيو. پر جي توکي ياد هيو تہ گابي ڪان رنڀ ڪرائين ها. ڪا ڳرڻ تہ ڪرين ها. هاڻ ڏيکي ڪان لٽ هڻائي ڪير ٻہ زيان ڪرائيءَ ۽ سڄي ٿپر کي ٻہ بڪ مارئي.

## (٢٢) جيڪا سيڻي جي صلاح:

هڪ ڀيري فقير پاڻ سان ڪتو وٺيو ٻئي ڳوٺ تي آيو. جڏهن ڳوٺ پيڙو ٿيو تہ سنڌس ڪتي چوڌاري ٻيا رولو ڪتا ڦري آيا ۽ ڀاهڻ شروع ڪيائون. وتائي چيا ڪيو جو لٺ کڻي پنهنجي ڪتي کي لڪاءُ ڪري ڏنائين. ماڻهن پڇيس تہ فقير ڪتو تنهنجو پنهنجو هيو پوءِ ڇا لاءِ ٿو مارينس؟ وتائي چيو ان ڪارڻ جو هيترا سارا ڪتا ساڻس وڙهڻ لاءِ سنبري آيا آهن. پوءِ ڪم اهو ئي ڪبو جيڻ سيڻي جي صلاح هوندي."

## (٢٣) سڀ مرن تہ سيويون کاوان:

هڪ دفعي ڪنهن وتائي کان پڇيو تہ فقير توکي ٻہ ڪا اهڙي آس آهي جا پوري نہ ٿي هجي. وتائي وراڻيو تہ هائو. سالن کان سوالي آهيان پر جڏهن اڳهائي تہ ڪا موج ٿئي. اها خواهش هي آهي تہ رمضان جي عيد ڏينهن جڏهن ماڻهو سيويون رڌي تيار ڪن تہ اهڙي ڪا "ٻوا" (وبا) پوي جو سڀ مري وڃن ۽ باقي وڃي آءُ ۽ امڙ بچون. پوءِ ڪاهي پئون ڳوٺ ۾. سيڻي جا ديگڙا چلهن تان لاهي، گهر آڻي گڏ ڪبون. پوءِ امڙ ٻہ مري وڃي ۽ آءُ وڃي هڪڙو رهان ۽ اڪيلي سر ديگڙا چٽي صاف ڪريان.

## (٢٤) نيت ڪوڙي عذر گهڻا:

هڪ ڀيري وتائي کي ماڻس ڪاوڙجي چيو تہ وتايا وڃي ڪمائي ڪري ڪجهہ داڻا آڻ تہ ڪائون. نہ تہ وڃي مقام ۾ مر تہ جان ڇٽي. گهٽ ۾ گهٽ هڪ سور تہ هونديو تہ وتايو مري ويو. وتايو مرڻ سڀ ڪان سهنجو ڪم ڄاڻي مقام ۾ وڃي ڪڏڙي ڪوڙي سمهي رهيو تہ موت پاڻهي پيو ايندو. مقام جي پر ۾ واه جي بند پڇڙ ڪري رستو پاڻيءَ ۾ ٻڏل هيو. ڪان ڪو ٻيل گاڏيءَ وارو بار ڀريل گاڏي ڪاهي اچي لانگهائو ٿيو. گپ ۽ ڪيچڙ ۾ گاڏي کپي پيئي. گاڏر وڏي واڪي ووڙ ڏني تہ ٻيلي آهي ڪو همراه جو اچي مدد ڪري. وتائي هڪل ٻڌي چيو تہ "يار تنهنجو سڏ ٻہ ٻڌو اٿم. ڌل ٻہ ڏاڍي

ٿي چوي تہ تنهنجي مدد ڪريان. پر ڇا ڪريان جو مري ويو آهيان. جي مٿل نہ هجان ها تہ گاڏي ڪڍوڪو لاڪر گپ ڪان ٻاهر نڪتل ڏسين ها."

### (٢٥) لڇن ڪي پناه بہ پاڻ ٿو ڏئي:

هڪ ڏينهن ڪو شاهينگ وتائي جي گهران پاڻي پيڻ وارو گهڙو تڳائي ويو. ماڻس چيس تہ ابا هاڻ چور گهڙو بہ کڻي ويا تون پاڻي ڪيئن پيئندين؟ وتايو مسيت ۾ وڃي اتي رکيل گهڙن ۾ هڪڙو کڻي هلڻ لڳو تہ ملاں دانهن ڪئي تہ فقير الله جي گهرن کان بہ نہ ٿو مڙين؟ فقير چيو تہ اسان جو دلو گهران کڄي ويو آهي ۽ جي هتي هنڌان گهڙو کڻندس تہ چور ڪري ڀڏي ويندا. سو سوچيم تہ الله کي گهڙي جي کهڙي لکا پوندي ان ڪري دلو کڻي ٿي ويس. ملان چيو تہ ڀلو آهين. الله غيب جو ڄاڻو آهي سو سڀڪجهہ ڏسي پسي ٿو. وتائي چيو تہ جي سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو تہ پوءِ لڇن کي بہ پناه پاڻ ٿو ڏئي ۽ غريبن کي بہ هٿ سان وني ٿو ڦرائي."

### (٢٦) ماريو تہ ان تڪڙ آهي:

هڪ سال ڪنهن ڪڙميءَ وتائي تي ڪهل آئي ڪيس پاڻ سان ڪڙمت ۾ ڀائيوار ڪيو ۽ ڪيس جهنگ وڍڻ لاءِ سانڻ ٻنيءَ تي وٺي ويو. پهر ڪن ڪانڻ پوءِ ڪڙميءَ وتائي کي چيو تہ آءٌ واڍي ٿو ڪريان تون وڃي ناندو کڻي آءُ تہ جهنگ ساڙيون. وتايو نوڙي کڻي وڃڻ ڪاڻ ويو تہ وري موٽيو ئي ڪونہ. هاريءَ لاچار ٿي اڪيلي سر هر ڏينهن سانجهر گهمائي ۽ ٻج ڇٽي ريج ڏنو. آخر پوک پڪي تہ لابارو ڪري، ڳاه ۽ واڻ ڪري ٻار اچي ڪيائين. جڏهن ٻنئي تيڻ جو وارو آيو تہ وتايو نڪر ۾ ناندو کڻي ڊوڙندو آيو ۽ ڪريي تي اچڻ مهل ٿابڙجي ڪري پيو. هاري پڇيس تہ ٻاٺو هيترا ڏنهن ڪٿي گم هئين جو هاڻ تڪڙ ۾ ايندي پوٽ ٻر ڪريو آهين؟ وتائي چيو تہ انهيءَ تڙ تڪڙ تہ مون کي ماريو آهي."

### (٢٧) پٺهين جو گهر:

گهر ڏانهن موٽندي وتائي ڏٺو تہ هڪ ڇوڪر سندس دَر جي ڇانئٺ اڳيان ويٺي ٻاڻ هلڪو ڪيو. فقير رڙ ڪري چيو تہ مار پويئي گهر ٿو گند ڪرين. پر تون آهين ڪير ۽ ڪنهنجو پٽ؟ ڇوڪري هبڪندي چيو تہ خود، خود، خدن جو. وتائي ڪيس ڳنڙ کان جهلي گهليندي مسيت وٽ آڻي چيائنس تہ ابا پٺهين جو گهر تہ هي اٿيئي. ڀلي اندر وڃي پيٽ ٺار.

### (٢٨) شادي خفو آهي ڇو تہ خلق ٿي سيڙجي:

هڪ پيري ڪنهن نيڪ مڙس صلاح ڏنس ته وتايا جوان جماڻ ٿيو آهين ۽ شادي ڇو نٿو ڪرين. وتائي پڇيو ته شادي ڪيئن ڪبي آهي. پرڻي مڙس چاٺايو ته سولو ڪم آهي، ٻه شاهد ۽ وڪيل وٺي اچ جن جي روبرو ڪنوار تو ساڻ نڪاح ڪرڻ لاءِ "هائو" ڪري. پوءِ ان شاهديءَ آڌر ملان نڪاح پڙهندو. باقي، چاچي ماچي گڏ ٿيندا. جڄ ڪي جڄ ڪارائٽو ۽ ڪنواريتن ڪي ڳهه ڳهٽو ۽ ڏاج ڏيٽو پوندو... وتائي ڳالهه کي اڌ ۾ ڪاٽي رڙ ڪئي ته هي شادي ٿي يا ڏچو. پرڻجي هڪ ۽ سيڙجن راڄ! ہيلي ايڏو خفو مون ڪان ڪونه پڄندو.

## (٢٩) وبهاري ماري چڙيائون پر ڏيڻ نه سنائون:

وتايو وات وٺيو ٿي ويو ته جنازو منهن پئجي ويس. پڇا ڪيائين ته ڪير مري ويو آهي؟ پتو پيس ته ڪا وڏي گهراڻي مائي فوت ٿي آهي. وري پڇيائين ته ڪنواري هئي يا پرڻيل؟ جواب مليس ته ڪنواري هئي.

ارمان ڪندي چيائين ته "عجيب ماڻهون آهن! ويهاري وبهاري ماري تا چاڙين پر ڪنهن کي ڏيڻ نه تا سهن."

## (٣٠) رخ جي ڳالهه نه پڇ:

هڪ ڀيري سندس پر واري ڳوٺ ۾ وڃڻ ٿيو. هڙيءَ وٽ هڪ همراه ڏٺائين جو کهاڙي ڪلهي تي ڪيو ڪنهن شڪار جي تاڙ ۾ جهنڊ ڪيو ويٺو هيو. ڪيس ڏسي ڪهاڙيءَ واري جوان هڪل ڪئي ته "وتايا ڳوٺ هونئين پيو وڃين، خير دلالي ڪري منهنجو نيايو به پهچاءِ ته پلو. نه ته موٽندي ڳيا ڪندو ساڻ. ڳوٺجي مهڙ ۾ نم واري گهر اڳيان ڍير تي هڪ ٻن چوٽين واري مائي ويٺي چڇٽا ٽڪي. ڪيس سنيهو ڏئي ته سندس سينڌو اوسڙي ۾ آهي، سيگهه ۾ اچ" وتائي اڳيرو ٿي ڏٺو ته هائو پيلي. ساڳي اوراڻ واري مائي ويٺي چيٽا ميڙي. ڪيس پيغام ڏنائين ته تو وارو همراه هڙيءَ ۾ تو لاءِ پيو تانگهي. عورت اچرج ۾ اچي چيو ته فقير پليو آهين. منهن جو نه آهي نه پهي. پر وري به پڪ ڪرڻ لاءِ پار پتا پڇائين. وتائي ٻڌايس ته "متي ته اچو پٽڪو، منهن تي ٻٽ ٻڌل، بت تي ڪاري صدري ۽ هٿ ۾ ڪهاڙي هيس."

عورت وراڻيو ته اهي پار به دل سان نٿا لڳن. وري ابهر ۾ پڇيائين ته ڀلا رخ ڪهڙو هيس؟ وتائي چيو ته "پڙدو ٿيئي رخ ڏاڍاو اڳرو هيس. جي وبتدينءَ ته ڪنڌا ڪٽي چڏيندوءَ."

○ ○ ○

# وٽايو

وٽايو ليٽ سنڌي ڳوٺاڻو هيو. اڄان به هيٺن ڪٿي چنڇي ته واهڻائي واٽيو هيو ۽ ٻوءِ مسلمان ٿيو هيو. پر اها ڄاڻ نه آهي ته ڪڏهن يا عمر جي ڪهڙي موڙ تي. سندس نالي کان علاوه باقي سندس جنم جي تاريخ، ڄمڻ جو هنڌ ۽ گهراڻي بنسبت ماڻهن ۾ مختلف روايتون آهن. سڀ کان وڌيڪ مشهور هي ڳالهه آهي ته سندس وڏڙا کتري هوا ۽ مهراڻي لڳ هڪ ڳوٺ ۾ چڙ جو ڏنڌو ڪندڙ هوا ۽ درياهه جي ليٽ سبب لڏي بلاڙي اچي اگهيماڻي ۾ ٽڪ اڏي ويٺا. ڪن جي راءِ مطابق وٽايو تاجپور يا نصرپور جو ويٺل هيو. ڪجهه به هجي پر هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته آڳاٽي زماني سان تعلق آهيس ۽ گمان غالب آهي ته ١٢ صدي ڏاري تي گذريو آهي.

هڪ خاظ کان سندس حسب نسب ڳولڻ يا سندس خانداني، شجره لاءِ تحقيق ڪرڻ بيڪار ڪوشش پڻ آهي. ماڻهوءَ کي پيءُ، ماءُ توم ۽ وطن جي چونڊ تي دست رس نوروئي آهي. جاڪاڻ ته انهن رشتن جو تعلق جهر جي حادثه سان آهي ۽ نه ماڻهوءَ جي پنهنجي مرضيءَ سان. جي ڪنهن کي اهڙو اختيار حاصل هجي ها ته هو پنهنجي غريب ابي امڙ جي گود ۾ جنم نوروئي ولي ها، هر هڪ آغا خان ۽ شاهه ايران جهڙي ڏنگ جي وليعهد ٿي ڄمڻ لاءِ سٽاءُ سٽي ها. ڄمڻ ۽ مرڻ ته هوئڻن به آهي قدرت ۽ قسمت جي هٿ وس. وڃ واري پلٽڪ پهر جي جهٽ گهڙي آهي اسان واري موڙي ۽ ٻونجي، جنهن کي اسين زندگي به چئون. ڏسڻو هي آهي ته ان آڏاري ۽ مسوازي مدت اندر اسان ڪهڙا تير هنيا ۽ ڪهڙا ڦاڙها ماريا؟ جيابي لاءِ مليل مهل ۽ موقعو اسان سڦلو به ڪيو يا اڻين پڻڪ ڪيو ڇيندي رڳڙجي ويا سين؟

وٽايو عجيب ۽ خوش نصيب انسان نو ڏسجي. وڏي ڳالهه ته اڄا سوڌر حال حيات آهي. صدين کان جيئرو جاڳندو ۽ چڪر ڪاٽيندو ٿو رهي. پاڻ به کلندو ٿو رهي ۽ خلق کي به وتي کلائيندو. مٺا ماڻهن کي نياءُ ڏيندا آهن

۽ سندن مدعائون مستجاب ڪندا هوندا پر ڪنهن کي ڪلائيندو ٿوروئي آهن؟ ڪلڻ ڪم آهيئي زندگيءَ سان. تعجب آهي ته وتايو هن وقت تائين زنده رهيو ڪيئن آهي؟ خاص طور ان ملڪ ۾ ماڻهن ۾، جن جي پنهنجن مان بي رخي، سندن تاريخي روايت بڻجي چڪي آهي. وري قدرت جو اٽل قانون به ته وبسارو آهي. موت هوندي به ڪا معني ٿي نه ٿو رکي. وڏي ڳالهه ته وتايو هڪ عام رواجي غريب ۽ مسڪين ماڻهو هيو جا آسامي سڄي سگهي هڻڻ ڪري، اسان وٽ ڪا حيثيت يا معني رکندڙ ٿي نه آهي. اسان وٽ غريب ۽ غربت کي ڪئنسر جهڙي ڪائونس تارو ڪيو ويندو آهي. وري جو آٽو نپٽو يا لاوارث هجي ته ان کي پاراتو جهڙي گند جيان پهاري ياهر ڦٽو ڪيو ويندو آهي. پر مزو اهو جو حسب نسب، مان مرتبو ۽ ڌن دولت جي اڻهوند ۾ اڻاٺ هوندي به وتايو واحد انسان آهي جو دنيا جي تاريخ ۾ اوچي ڳاٽ ۽ ٽهڪڙا ڏيندي ڏٺو ٿو وڃي. ڏٺو وڃي ته دنيا اندر ذهني آزاديءَ جو صحيح علمبردار ۽ اوتار به وتايو آهي جنهن لاءِ آمريڪا جي "اسٽيچو آف لبرٽيءَ" جيان جڳهه جڳهه تي اهڃاڻ کڙا ڪيا وڃن تڏهن به شايد اسين سندس احسان لاهي نه سگهون.

وتايو دنيا جي انهن عظيم هستين ۾ هڪ هيو جي انسان ذات لاءِ هادي مهدي ۽ استاد ٿي آيا ۽ جن آدمين کي اخلاص اخلاق ۽ انسانيت جي سڪيا ۽ ساڃهه ڏني ۽ جن ماڻهن کي پاڻ ۾ پريت وندڙ ۽ ڦرتيءَ جو ناتو نباهڻ جو سبق ڏنو. رابندرانات ٽئگور کان پڇيو ويو ته تون الله کي کهڙي ڪارڻ معبود ڪري ٿو مڃين؟ ٽئگور وراڻيو ته ان ڪري جو مون کي الله پاڪ ايتري آزادي بخشي آهي جو آءٌ سندس وجود کان به انڪار ڪري ٿو سگهان ۽ اهڙي ۽ ايتري قدر ڇڙ واڳ ۽ بي پناه آزادي فقط الله جي ذات ٿي ڏيئي سگهي ٿي. وتائي به آدميءَ کي انهن خوف ۽ خطرن کان ڇوٽڪارو ڏنو جي پوت پريت، مذهب، جي جنوني پرنڌڪن، پهنجي دڪانداري چمڪائڻ لاءِ ماڻهن کي ٿي بيچايا. دين ڌرم جي ڪريا ڪرم ۽ ريتين رسمون ڪندڙن لاءِ اهڙي خدا جو تصور ڪرڻ ٿي محال هيو جو ڪنهن کان حساب ڪتاب ٿي نه وٺي ۽ هر هڪ کي بنان ليکو ڪرڻ جي بخشي ڇڏي. گهڻن کي ته رحمان رحيم جي معني جي ٿي ڄاڻ نه هئي. باقي ستار ۽ غفار ته ايئان به وڏي ڳالهه هئي. سندن تعصبي ۽ تنگ ذهن ۾ هي ڳالهه ٿي ٿي سمائي ته جو "پاڻ" اڳهائيندو

هجي اهو مڻ ڪيئن ۽ ڇو موٽائيندو؟

تاريخ ۾ ”ڊايو جنيس“ پهريون انسان هيو جنهن ماڻهوءَ جي پيدا ڪيل ”ڏر ڏهڪاءَ“ کي مٽايو. هن پنهنجي عملي زندگيءَ وسيلي ثابت ڪري ڏيکاريو ته انسان، جي ڌرتي ۽ آسمان جي طاقتن کان لاپرواهه ٿي، الڳ ۽ ڇڙواڳ رهي، زندگي گهارڻ چاهي، ته هو ائين ڪري ٿي سگهيو. پر اهڙي آزاد جياپي لاءِ ڪيس ڪافي ڪجهه قربانيون ڏيڻ ضروري هيون. ڊايو جنيس هڪ فيلسوف هيو جو عيسوي صديءَ کان ٽي سو سال اڳ واري زماني ۾ جاڻو هيو. هن پنهنجي ذاتي رهائش هڪ نڪر جي پڳل ڪونر ۾ اختيار ڪئي ۽ اهو ڪونر هڪ گند جي ڍير تي پيل هوندو هيو. ان ماڳ کي ڊايو جنيس پنهنجي راڄڌاني سڏيندو هيو. سندس سنگت سات شهر جي انهن ڪتن پلن سان هوندي هئي جي ڍير تي ٽڪر ڳپي جي تلاش ۾ ايندا هوا يا وري شهر جا رولو پار جي ساٿس ڪچهريون ڪرڻ لاءِ آتا هوندا هئا. جڏهن سڪندر اعظم ساٿس ملاقات لاءِ اچي حاضر ٿيو ۽ سوال ڪيائين ته آءٌ اوهان لاءِ ڪهڙي خدمت ڪري ٿو سگهان؟ ڊايو جنيس چيو ته مهرباني ڪري منهنجي اڳيان ٽري وڃ. جيڪڏهن تنهنجو خيال آهي ته سج جي اوٽ بيهي تون مون کي اُس کان محروم ڪندي ته اها تنهنجي غلط فهمي آهي.

وتايو به ڊايو جنيس جيان سادو سودو ۽ فقير منش ماڻهو هيو. پر جي سندس لطيفن تي ٿي نظر ڪجي ته ڏسڻ ۾ ائين اچي ته ڪنهن به مهدي يا مسيح کان هر گز گهٽ نه هيو. هڪ پيري رستي تي بيهي گهل گهوڙا شروع ڪيائين. ماڻهن چنگهه مٿي ڪئي ڏيکاريائين ته ڪندو لڳو اٿر. ڪنهن ماڻهوءَ ڇڀيءَ سان ڪندو ڪڍي ڪيس فهمائش ڪئي ته درويش ڪجهه پاڪي هٿ ڪر. هڪ رواجي سنهڙي ڪنڊي لڳڻ تي ايتريون دانهون ۽ ڪوڪون! ڇو ٿو پاڻ تي هرويرو خلق ڪلائين؟ وتائي چيو ته اوهان کي آسمان واري جي عادتن جي ڪهڙي خبر؟ جي آءٌ ٿوري ڳهٽي ايذاءَ تي هاءِ گهوڙا نه ڪريان ته هو اهڙو پالو بڙيچي بچي ڇڏيندو جنهن کان جان ڇڏائڻ ٿي ناممڪن. پاڻ ڪلام پاڪ ۾ چاٽايو ڪونه اٿائين ته آءٌ ڪنهن کي سندس برداشت کان وڌيڪ تڪليف نه رسائيندو آهيان. پوءِ آءٌ صبر اختيار ڪري پاڻ لاءِ خطرو ڇو مول ڪٿان؟

وري جڏهن پاءُ ڇيس ته وتايا مون کي به مسلمان ڪر ته پيئي آخرت

۾ ته گڏ هجون ته رڙ ڪري چيائين ته ٻائي اهڙو ٻئڪو ڪم متان ڪرين. مسلماني نالي ۾ آساني آهي پر آهي سڀ ڪان ڏکئي ۾ ڏکيو معاملو. ڪلمون پڙهي مسلمان ته اڪ چنبي ۾ ٿي ويندين، پر جي پوءِ روزا نمازون تهجدون عمرا حج ۽ زڪواتون ۽ قربانيون شروع ٿين ٿيون ته ٻائي تنهنجا ٻيئي جهان چٽ ٿي ويندا. ۽ توڪي ڀڄڻ لاءِ راهه نه ملندي.

بهتر ٿيندو ته هاڻ ان ضد ڪان ٽري وڃ. هان. باقي مرڻ وقت مونکي ڪن ۾ ڪلمون پڙهي ٻڌائجان ته آءُ آخرت ۾ تولاءِ شاهدي ڏيندس ته مرڻ وقت مسلمان ٿي مئو هيو. اها خبر فقط ڪن جزوي ماڻهن کي هوندي ته انسان جي دين ايمان جو سمورو دارومدار آهيئي آخرين گهڙيءَ تي. آدميءَ جي عبادت ۽ ذڪر فڪر آهيئي ان مقصد لاءِ ته جئن آخري گهڙيءَ ۾ ايمان تي ثابت قدم رهي.

هڪ دفعي واڻ ويندي ڪنهن کي واعظ ڪندي ٻڌائين ته الله پاڪ قادر مطلق آهي ۽ سڄو جهان سندس ڏوريءَ ۾ ٻڌل آهي ۽ انسان ويچاري کي اڪ چنبڻ جو به اختيار نه آهي. وتائي رڙ ڪري چيو ته هائو سائين حق جي ڳالهه پيا ڪريو. پر الله اهو اختيار ڪجهه منهنجي ماءُ حوالي به ڪري ڇڏيو آهي ته مرضي پويس ته ماني پچائي ۽ جي دل چويس ته پٽ رڌي. باقي رزق رسائڻ وارو ته بروبر پاڻ مالڪ آهي. وتائي ان انڌي ايمان جو منهن ٽوڙ جواب ٿي ڏنو جنهن ۾ انسان قسمت تي ياڙي مٿي تي ٻيئي هٿ ڌري ويهي رهي ته سندس هٿ وس ڪجهه آهيئي ڪونه. جي ائين هجي ها ته پوءِ هي حساب ڪتاب ڇا جو هيو ۽ ٻنائي، واري "تتيءَ تڌيءَ ڪاهه ۽"سٽا اٿي جاڳ" ڪو چرچو پوڳ ته نه هيو.

ساڳي ريت جڏهن ماءُ کي ماني لاءِ ايلاز ڪيائين ته امان بڪ لڳي اٿم ماني پچائي ڏئي. ماءُ چيس ته ابا ڪتان انگر ڪٺي آءُ ته آءُ اٽو ڳوهي ڊوڊو پچائي ڏيانءِ. وتايو رلي واپس موٽيو ته امان باهه ڪٿي به ڪونه آهي. هاڻ وڃان ٿو دوزخ ڪان ٽانڊو ڪڻڻ. جهٽ گهڙي ڪان پوءِ ڪلندو گهر موٽي آيو ته امڙ جهنم ۾ باهه آهيئي ڪونه. هتي ته مون تي ماڻهو ڪلندر رهيا ته الله جو دوزخ ۽ باهه سان ڪهڙو واسطو؟ الله پاڪ کو نانوائي آهي يا ٻٺي وارو جو باهه جو ڪورا ٻاري ويٺو ٻيڙ مچائي. هتي ته هر ڪو ماڻهو پنهنجي اندر جو بغض حسد ۽ نفرت جي باهه ڪنيو اچي ان مچ ۾ سڙندو آهي. باقي الله پاڪ ته

ڪنهن لاءِ به تنور گرم ڪيو ڪونه ويئو آهي.

هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته وتايو انهن عظيم انسانن ۾ هڪ آهي جن کي قدرت ڪنهن خاص مقصد جي پوئواريءَ لاءِ خلقيندي آهي. سوال آهي ته وتايو ڇا ۽ ڪهڙي بلا هو؟ ان سوال جا جواب ته سوين هزارين آهن. جواب به وري جيئرا جاڳندا آهن. يعني ماڻهو هو. وتايو اهو ماڻهو هو جنهن ۾ ماڻهپو ڍءُ تي هو. جنهن ۾ سچائي صفائي ۽ ساڃهه هئي.

وڏي ڳالهه ته هو نه پير مرشد هيو ۽ نه هادي مهدي ۽ مسيح هيو. نه وري ڪو غوث قطب ۽ قلندر هو. هو هڪ غريب مسڪين الله جو بندو هو. جنهن کي نه هو ڪو ذات پات يا حسب نسب جو ورثو ۽ نه مال املاڪ يا ڌن دولت جي پونجي. سڄي سڪتي هوندي به سدائين ڪلندو رهندو هيو. ڪلتو به اهڙو جنهن تي مالڪ به جي ڪليو نه هوندو ته مرڪيو يا مشڪيو ضرور هوندو. خاص طور جڏهن وتائي اندي کي گهرائي تصديق تي ڪرائي ته مري ويل جانور ڳئون هئي يا گڏهه.

وتايو دنيا جي اهڙن فيلسوف ۽ مفڪر انسانن ۾ هڪ هيو جن پنهنجي سڄو عمر قدرت جي اسرار پروڙڻ ۽ سندس ڳجهارتن جي تحقيق ۾ سيڙائي. جنهن انسانيت جي اڳتي هلي ذهني سڌاري ۽ سنوار تي سگهي. اهي بزرگ ولي نه هئا ۽ نه ذاتي طور پنهنجي اوڙي پاڙي ۽ هم وطنين جي ڪا حاج پوري ڪندا رهيا. پر هو سموري ملڪ ۽ مخلوق لاءِ دعا جو در ضرور هوا. ڪين شخصي طور ڪٿي به مقصد ۽ مطلب نه هوا ۽ ڪين پنهنجي حواسن تي پورو قبضو حاصل هيو. ونين سوالن ۽ مسائلن جي بيهه لڳل هوندي هئي ۽ دنيا جي ڳورڙهين ۽ مٺن ماڻهو ابجي ڳالهين سبق پرائيندا هوا.

اڳيان ڳوريڪن جي مٿي ۾ وڏي منوتي هئي جي هو توري تقي ۽ ڦسي پراڻسي اکر واڻان جنهنندا هوا ۽ ڪين حقيقت تي شڪ رکڻ يا ڳالهه کي راز ۾ رکڻ جنو سنه ۽ آزمودو حاصل هيو. انهن اهڙ ماڻهن کان سچ نڪاڻ ضروري هيو جي رجي راس نه ٿيا هوا ۽ ايمان اڻ ڳنوات هوا. هوڻن به ان زماني ۾ تمام ٿورڙا ماڻهو هوا جن کي علم سکڻ جي لوچ هئي يا لياقت هئي. شايد اهو ئي سبب هجي جو قديم زماني ۾ راز جي ڳالهين کي تصويرن ۽ علامتن ۾ لڪايو ٿي ويو ته جئن اهي اسرار غلط ۽ اوڻتو ماڻهن جي هٿن ۾ اچي نه سگهن. پراڻي زماني جا ويد شاستر ۽ گرنٿ به ڏنا ويندا ته وقت جي انهن

آڪاٿين پنيان ڏاهپ جا نڪتا سمايل آهن. ساڳي ريت انجيل تورات يا ڪلام پاڪ ۾ پيغمبرن جا قصا بيان ڪيل آهن جئن عيسيٰ ۽ موسيٰ عليہ السلام جا. معلوم ائين ٿو ٿئي تہ سچ ڳالهائڻ جو قديمي دستور هي هيو تہ ڳالهہ ڪي رمز يا ماٺ ۾ بيان ڪبو وجي يا اشارن ۽ اهڃاڻن ۾، يا وري قصي ڪي عملي مثال طور پيش ڪيو وڃي. تاريخ شاهد آهي تہ اهڙي طريقي هنن پنهنجو مقصد بہ سڌ ڪيو ۽ سندن سيکاريل سبق ۽ ساک بہ صدين کان واتي ويٺي هلندي اچي ۽ اڄ بہ آهي.

# جنم جنم جا ساٿي

ڀائي جندا رام

ننڍپڻ ۾ ٻڌو هيم تہ ماڻهن ۾ ماڻهو اهو جنهن جو دماغ مرداڻو، دل عورت واري ۽ فطرت ٻاراڻي هجي. اهڙي ماڻهوءَ جي ڳولا ڪندي ڄمار گذري پر مڙني ڳڻن وارو ڀاڳوند مون کي ڪٿي بہ نظر نہ آيو. ماڻهو تہ دنيا ۾ گهڻي ئي ٽڪريا جن ۾ مردانگي ۽ مرداڻو حوصلو بہ هيو ۽ وٽن بقول ڀٽائي گهوٽ جي، "منڍ ٻوڙيو مهراڻ" جهڙي اٿاهہ ڇاتي بہ هئي پر ٻار جهڙي معصوم ۽ چنچل طبع مون کي ڪنهن ۾ بہ ڏسڻ ۾ نہ آئي. شايد وڏي ٿيڻ يا تجربي پراڻڻ سان ماڻهوءَ ۾ معصوميت وارو عنصر ختم ٿيندو ٿي رهيو! وري جڏهن اهڙي مائيءَ جي لال سان ملاقات ٿي تہ اها بہ اوچتو ۽ اهڙي غلط ماڳ مڪان تي، جڏهن آءٌ پرديس ۾ پريشان حال ۽ ٿڪو ماندو هئڻ ڪري پنهنجي آپي ۾ ئي خير ڪين هيس.

دراصل آءٌ وڏي خواري ۽ رولڙي بعد بمبئيءَ کان جيپور پهتو هيس جتي اچڻ لاءِ نہ مون کي ويزا مليل هئي ۽ نہ وري مڪاني اختياريءَ وارن کان اهڙي اجازت ورتي هيم. دراصل منهنجو مول مقصد هيو اجمير وڃي خواجہ جي چائنٽ چمڻ ۽ ان ڪارڻ تہ آءٌ ڀارت آيل هيس. ٻوءِ ڪنهن چڱي مڙس صلاح ڏني تہ ماٿ ميٽ ۾ جهاز جي اوٽ موٽ ٽڪيٽ وٺي جيپور هليو وڃي جتان اجمير لاريءَ وسيلي ڪلاڪ ٻن جو پنڌ هيو ۽ زيارت ڪري وري شام تائين جيپور کان اچي جهاز ۾ چڙهي بمبئي پهچ. ائين ئي ڪرڻو پيو. جهاز احمد آباد ۽ جوڌ پور کان ٿيندي رات تائين اچي جيپور پهتو. شهر اجا بہ اڌي کان ١٠- ميل ڏور هئڻ ڪري رڪشائن ۾ ڌڪا ٿاٻا کائيندي اچي هوٽل گيپٽ ۾ تيڙ رکيا. ڪنهن کي اطلاع ڏيڻ جي ويل تہ ڪانہ هئي پر تڏهن بہ جندي رام کي ٽيليفون ڪرڻ ضروري ڄاتم. جندي رام سان منهنجي اڳ ڪا ڄاڻ سڃاڻ يا شناسائي ڪانہ هئي. سندس ائڊريس بمبئيءَ جي هڪ دوست

پائي ڏيا رام لکرائي هئي تہ مبادا جيپور ۾ ڪنهن چاٽو سڄاٽوءَ جي لوڙ پئجي وڃي يا پوليس جي پڪڙ پڇاڙ وقت ڪنهن ضمانت جي ضرورت پوي. پيغام فقط هي پهچائڻو هيو تہ درگاهہ جي حاضري ڀري موٽ تي اچي ساڻس ملاقات ڪندس ۽ جنهن بعد شام واري جهاز ۾ وري موٽي بمبئي وڃڻو هيو.

ٽيليفون تي هڪ ڇوڪريءَ ٻڌايو تہ دادا جن سٽل هئا ۽ سڄاڳ ٿيڻ تي سياڻي کين سنيهو پهچايو ويندو. جهٽ نہ گذري تہ وري ٽيليفون جي گهنٽي وڳي. هن ڀيري دادا پاڻ ڳالهائي رهيو هيو. شايد ڪيس نياپو پڄايو ويو هيو. ڏاڍي آءٌ ڀڳت ڪيائين ۽ گهر اچي ٽڪڻ لاءِ دعوت ڏنائين. مون سندس ٿورا مڃيندي ڄاڻايو تہ هاڻ خاصي اوير ٿي چڪي هئي ۽ آءٌ هوٽل جو بل بہ اڳواٽ ڀري، سمهڻ جي سانباهن ۾ هيس جڏهن سوير صبح جو اجمير وڃڻو هيم. باقي موٽ تي ساڻس ڪچهري ڪبي.

مون دل ئي دل اندر ڪيس آسيس ڏني جڏهن چيائين تہ "سياڻي اجمير گڏجي هلنداسون ڇاڪاڻ تہ مون کي اتي ضروري وڃڻو آهي ۽ هوندي بہ هڪ بجاءِ ٻہ هڻڻ ڪري سفر سٺائو گذرندو." مون کي ڳالهائڻ واري جو آلاپ نهايت سريلو ۽ مٺڙو تي لڳو. هر جملي پٺيان سندس ٻاراڻو ٽهڪڙو بہ ٻڌڻ ۾ ٿي آيو جو اهڙو وڻندڙ هيو جو ٿڪاوٽ هوندي بہ منهنجي ٽيليفون رکڻ تي دل نہ ٿي آئڙي. ساڳئي وقت هڪ اڻواقف ماڻهوءَ سان اڻ ڏٺي ۽ بي حجاب حجت هلڻ بہ مناسب نہ هيو. بهرحال ڪيس بي وقتائتو تڪليف ڏيڻ جي معافي وٺندي مون ٽيليفون رکي ڇڏي ٿوٽي جو دل ڪانہ ٿي ڍاپي.

مون ڪپڙا بدلائي اڃا ڪٽ تي ليٽڻ جي مس ڪئي تہ دروازي ٻاهران ڪنهن جي دستڪ ڏيڻ جي آهٽ ٻڌڻ ۾ آئي. شايد بيرو چانهہ کڻي آيو هيو. دروازو کولڻ تي هڪ سوٽيل بوٽيل نوجوان کي ڏٺم جنهن نهايت نماڻائيءَ سان پڇا ڪئي تہ فلاڻا اوهين آهيو؟ منهنجي ڪنڌ ڌوڻڻ تي هڪدم پيرين پيئي مليو. چيائين تہ نالو دولت اٿم ۽ پائي جندي رام جو پٽ ٿيان. دادا پاڻ بہ اوهان سان ملڻ لاءِ آيل آهن ۽ هيٺ اوهان جي انتظار ۾ آهن. "اڙي سائين منهنجا! اوهين تہ ڏاڍا زورآور آهيو. دادا جن هن اويلي ويلي هتي اچڻ جي تڪليف ڇا لاءِ ڪئي؟" دولت وراڻيو تہ "سائين مون تہ دادا جن کي ڏاڍيون وينتيون ڪيون پر چيائين تہ اسان جو مهمان سنڌ ديس ڪان هزارين ميل لتاڙي اسان جي اڱڻ اچي پهچي ۽ اسين رڳو چار وکون ڀري سندس آڌر ڀاءُ بہ

نہ ڪريون تہ پوءِ اسان تي حيف آهي." ڏاڪٽ لهي هيٺ آياسون. ڏنم تہ سچڻ سامهون هيو، پر واهہ جو مهانڊو هيو!

اهڙو تہ سڪ سان ڀاڪر پاتائين جو حالي تہ منهنجا تڪ سور ٿي لحظي ۾ لهي ويا. مٺيا وارومڪڙو، وٽندڙ ۽ مرڪندڙ چهرو، سنيڪو ڪن سالن جو ڪرڙوڊ هوندي بہ اڃي مٿي وارو چوڪراڻ تي ڏنو. گهرو ڊوتل اڇا سادڙا ڪپڙا. سندس ڪنڌ وٽان وچولو ادڙيل ڏسي مون کي پٽائي وارا ڏس پتا دل تي تري آيا تہ "ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو ۽ مٿو اگهاڙو." مون کي هن مشڪندڙ ۽ مرڪندڙ مکڙي سان ملي ايتري تہ بهاري آئي جا شايد ڪنهن ورهين جي وچڙيل ساٿي کي ڏني ٿئي. مون کي تہ سندس ڪلڻ مزو تي ڏنو. ٿهڪڙا بہ اهڙا سريلا جو دل پيئي ٽانگهي تہ شال ڪلندو رهي. آخر لڄ لاهي آءُ بہ ساٿس ڪلڻ ۾ شامل ٿي ويس. پوءِ تہ هوٽل ۾ ويٺل ماڻهو اسان ٻنهي کي ائين گهوري ۽ چتائي ڏسي رهيا هئا ڄڻ تہ اسان جي ڪل ٽڙيل هئي ۽ ٿوري دير ۾ اسين لٽا لاهي نچڻ وارا هئاسون. زندگيءَ ۾ هي شايد پهريون يا پيو پيرو هو جو اهڙي زنده شخصيت سان ملاقات ٿي هئي. جنهن جي ڏسڻ شرط دل ۽ دماغ ڀرپور شاهدي ٿي ڏني تہ هي مٺيا وارو ماڻهو هيو ۽ ڌرتيءَ جي انهن پيارن ماڻهن ۾ هيو جن مٿان مالڪ جي مهر جو مينهن هر ويلي وسي رهيو هيو.

جيپور راجستان جي گاديءَ جو هنڌ ۽ ڀارت جو هڪ خوبصورت شهر آهي. شاهي قلعو توڙي اندروني شهر جون عمارتون ڳاڙهي رنگ جي پٿر جون ٺهيل آهن. شايد ان ڪارڻ ئي ڪيس Pink City يعني گلابي شهر سڏيو ويندو آهي. هي شهر دنيا ڀر ۾ هيرن جواهرن ۽ ماڻڪ موتين جي جڙائي کان مشهور آهن. ڀارتي بتخانن جي مورتين جي گهڙائي بہ هتي ٺيندڙ آهي. اڄ کان اڏي صدر اڳ جڏهن مون هي ماڳ پسيو هيو تہ شهر قلعي جي ديوارين اندر هيو. هاڻ تہ ڀاڳ ڀڙايو اٿس ۽ شهر هر رخ ۾ پکڙجي ۽ ڦهلجي هوش کان نکري چڪو آهي. منجهس سنڌي ڪافي تعداد ۾ رهندڙ آهن. سنڌين جون بہ ڪالونيون تہ [illegible] تي مشهور آهن. هڪ آدرش نگر ۽ ٻي بسنت بهار ڪالوني. اڳوڻي رياست هاڻ ڪري هتي جهنگلي جانورن جي جمهوريت قائم هئي ۽ کين شهريت جا حق حاصل هئا. صبح سوير منهنجي اک مورن جي ٻڪارن تي کلي. ڏٺم تہ پولڙن جو جوڙو ڪمري جي ڪڙڪيءَ تي ويٺي

منهنجي جائزي وٺڻ ۾ محور هيو. شايد هن سوچ ۾ تہ هيءَ جنس الاجي ڪٿان نازل ٿي هئي. منهنجي نماز پڙهڻ ڪين خاصي پريشانيءَ ۾ وجهي ڇڏيو ٿو ڏسجي. ڇاڪاڻ تہ ٻئي ڄڻا واري وٽيءَ تي اونڌا ٿي پنهنجي جنگهن وچان مون ڏانهن سوالي نگاهن سان نهاري رهيا هئا. رام آئي آءِ هوٽل ڇڏي ٻاهر ٿي نڪتس تہ هو اڃا سوڌو متو ٽيڪڻ واري مشق ۾ مشغول هئا.

لاري اسٽان هوٽل لڳ هيو ۽ ان ڪارڻ تہ هوٽل چندر گپت ۾ ترسيو هيم. لاريون بہ نيون نڪوريون ۽ جام ٿي ڏٺيون. هر ويهارو منٽن بعد بسون روانيون ٿي ٿيون. ڀارت اندر ريل ۽ لارين وسيلي سفر جو بهترين انتظام ٿيل آهي. سندن ڀاڙا ڀتا بہ مناسب آهن ۽ وقت جي پابندي ۽ سلامتيءَ واري ڊرائيونگ ڪرڻ تي سختيءَ سان عمل ڪيو ٿو وڃي. جنهن لاغرضي ۽ لاپرواهيءَ سان اسان وٽ ماڻهن کي عام رستن تي ڇيپاٽي ماريو ٿو وڃي يا حادثن ۾ انساني زندگيءَ جو زيان ڪيو ٿيو وڃي اهي وارتائون ڀارت ۾ شايد ڪي ورلي ٿينديون هجن. لاريءَ ۾ ويهڻ شرط مون جندي رام کان سوالن پڇڻ جا ڏوڙيا لائي ڏنا. پهريون تہ ڪجهہ وقت لاءِ ماٺ ۾ رهڻ ڪاڻ اشارو ڪيائين. شايد گرباڻي پڙهي رهيو هيو. پر پوءِ پاٺ کان واندو ٿي حال احوال اورڻ ۾ جنبي ويو. سندس زندگيءَ جو اٿپورو ۽ مختصر احوال جو مون کي سندس زباني معلوم ٿيو اهو سندس اکرن ۾ ئي بيان ڪرڻ بهتر ٿيندو.

”اڄ کان پورا چاليهہ سال اڳ منهنجو هڪ ويراڳي ساڌوءَ سان ملڻ ٿيو. آءٌ هونئن بہ پيرن فقيرن ۾ وشواس رکندڙ اهيان. ويراڳيءَ ٻڌايو تہ جندا هاڻ تووٽان ڌن دولت موڪلائڻ واري آهي. ائين نہ ٿئي جو اها موڪلاڻي اوچتي ۽ امالڪ ٿئي ۽ تون سندس وڇوڙو سهي نہ سگهين ان ڪري هينئر تياري ڪر. پاڻ ۾ سچائيءَ سان گذر ڪرڻ جي عادت وجهہ. پر هڪ ڳالهہ ياد رکج تہ دولت وڃي تنهن جي اندر جي شانتيءَ ۾ واڌارو ايندو ۽ دل جي ڌڙڪڻ پرائڻ بجاءِ توکي ڏاڍي خوشي ٿيندي. مون ساڌوءَ جي چوڻ کي سچ ڄاڻي سچ سان نباهہ ڪرڻ تي سندرو ٻڌو. توٽي جو پروسو ڪرڻ اوکو هيو، ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ روڪڙ کان سواءِ زمين ۽ جايون جڳهيون جام هيون جنهن ملڪيت جي اڪوئي ناس ٿيڻ جو ڪو امڪان ڪونہ هيو. چو تہ اسان ۾ ڪا بري عادت ڪانہ هئي. مون هڪدم سادگي اختيار ڪئي ۽ ٻين لاڳاپو رکندڙ کي بہ خبردار ڪيم. گهر ۾ ڪاڏي لاءِ جوئر ٻاجهريءَ جو ڊوڊو ۽ ڏڌ

سواءِ باقي سڀ ڪاج ختم ڪري ڇڏيم. جسم تي پٽ پٽيهر ۽ بوسڪيءَ جي جاءِ تي ٿلهي جوڙيءَ جا ڪپڙا پائڻ لڳس، تان جو ڳچيءَ واري سوني زنجيري، سونا بٽڻ ۽ هٿ جون منڊيون ۽ واچون سڀ لاهي ڇڏيم. بڪ تي هيراڪ تيڻ لاءِ پوٽن ۾ ڏينهن وارا وڏا ورت رکڻ شروع ڪيم. هر هڪ ائين ٿي چاتو ته آءُ چريو ٿي پيو هيس پر دراصل اها منهنجي سجاڳ جي شروعات هئي. جڏهن مال متاع واري وهنوار کان پاسو ٿي ڪيم ته تيئن مون کي اندر ۾ بي انت خوشي پيدا ٿيندي رهي.

جڏهن ٻن اڍائي سالن بعد ورهاڱو ٿيو ته اسان سان چٽ گهٽ ٿي ويئي. انڌير ۽ اهڙو جو بدبختي هر طرف کان غلبو ڪيو. لکن جي مڏين جوڪاروبار چٽ ۽ لکن جي اوڌر الڳ مري ويئي. جن وٽ ڏراوت رکيل هئي انهن ۾ نتو اکر ورايو. شڪر جو اسان سجائيءَ لاءِ اڳواٽ خاشي تياري ڪئي هئي، نه ته جئن اسان متان اوچتو آفتون اچي ڪڙڪيون هيون ته اسان جا هنياءَ ڦاٽي پون ها يا وري اسين پاڳل خاني ۾ هجون ها. هر هڪ هندو هندستان لڏڻ جي تي ڪئي پر اسان لاءِ اباڻا ڪک ڇڏي لڏڻ ڏکيو هيو. مون وري ۾ پير فقير پڇائڻ جي ڪئي. آخر هڪ ڏينهن سڳين واري بزرگ سائين بچل شاهه وٽ لنگهي ويس جو لوڙهي ۾ رهندو هيو ۽ مست درويش هيو. ڳالهائيندو ۾ ڳجهارتن ۾ هيو ۽ وري سمجهندو ۾ پاڻ هيو. مون وجي وٽن باڏايو ته فقير کو نياءُ ڏي پر اهڙو جو سمجهي سگهان. فقير پنهنجي ليکي ڳالهيون ڪندي اچي بحر ۾ پلٽيو. مون کي ۾ ڳالهيون سمجهه ۾ آيون. هڪ هيءَ ته ”ڪي چولو متائن ۽ ڪي ماڳ متائن.“ ماڳ متائڻ ته پلو چاڪاڻ ته داٿو پاٽي هڪ هنڌان بند تي ٻئي هنڌ تي وري کلي ٿو. ٻيو چيائين ته ”سسئيءَ کو پنهنجو ويڙهو خوشيءَ سان ٿورو ئي ڇڏيو هيو. کيس ڏونگر ڏورٿو ۽ سختيون سهڻيون هيون ۽ تهان پوءِ تيلاهين ته سون تي پيئي. آءُ ياڻپي ويس ته فقير چا تي ٻوليو.“ آءُ موٽي جيمس آباد آيس. ڏنم ته ڪوٺيءَ جو ڪڙو ۽ تالو ٻئي پڳل هئا. اندر وڃي ڏنم ته هڪ ماٺهو ڇنگهه ڇنگهه تي چاڙهي کٽ تي آڪڙيو ويٺو هيو جو هونئن اسان جي ڪوٺيءَ اڳيان روز گهٽيءَ ۾ ويهي باسڻ قلعي ڪندو هيو!

ڪائونس پڇاٺو ڪيم ته، ابا ڪنهن جي اجازت سان اندر آيو آهين؟ چيائين ته شيرو ٻير جي موڪل سان، جو هن جاءِ جو هاڻ مالڪ آهي.

سمجهي ويس تہ جٽ اڄ شينهن ڪلهي چڙهيل آهي ۽ ضرور ڪنهن پٽي ٽپي اٿس. آءُ پنهنجي پيءُ موتي سڏو پرڳڙي صاحب وٽ دانهن ڪئي ويس جو رڄ چڱو مڙس هئڻ ڪڏ تر جو وڏو زميندار بہ هيو. پرڳڙي صاحب ڳالهہ ٻڌي هڪدم بہ ڪمدار مون ساڻ ڪري ڏنا. جن اوطاق تي اچي شيرو ٻير کي ٽقا ٽقي ڪري سندس ٽڏو پٽايو. پوءِ جاٽي ويس تہ جڏهن هاڻ شيرو ٻير جهڙو قلعي گر ماڻهو بہ ببر شير جهڙي ڏيڪاري تو ڏٺي تہ پڪ اسان جو هتان داڻو پاڻي بند ٿي رهيو آهي. جڏهن اسان لڏڻ جي ڪئي تہ اسان وٽ ڪاري پائي بہ روڪ ڪانہ بچي هئي. پيڻ ڪان پنج سئو روپيہ اڌارا وٺي ڪراڙو پيءُ ساڻ ڪري اچي جيپور پيڙا ٿياسون. جيپور اچڻ لاءِ بہ ان سائڳئي ساڌوءَ صلاح ڏني جنهن شروع ۾ مايا جي وچڻ لاءِ اڳڪتي ڪئي هئي. هونئن بہ اسين ڳوناٽا هندو هئڻ ڪري ۽ مايا جي ٻاڙائيءَ سبب شهرن ۾ وڻج واپار ڪرڻ جو پاڻ ۾ پوتو نہ ٿي پانياسون. جيپور جهڙو نيڍڙو شهر اسان جي پيٽ گذران لاءِ ڪافي هيو. اسان جو گذرسفر ڪو مشڪل معاملو نہ هيو. پيٽي پائر سگهارا ۽ قوهہ جوانيءَ ۾ هئاسين، پيءُ بہ فقير منش انسان هيو. اسان جيپور ۾ اچي ان ڪارخاني ۾ نوڪري شروع ڪئي سون، جتي اسين اڄ مال جا مالڪ اهيون.

گهٽا سال پوءِ جڏهن اسان جو پاڳ وريو ۽ لڪشمي ٻائي اسان جو در لنگهي ليئو پائڻ آئي ۽ اسان ڌڙا ڌر جايون ۽ دڪان خريد ڪرڻ ۾ لڳي وياسون. ان سمي جو قصو آهي تہ هڪ پيري ڪارخاني جي سنگ بنياد رکڻ لاءِ اسان بابا سائينءَ کي وينتي ڪئي. بابي سائين موقعي تي تقرير ڪندي گرونانڪ ديو جي هڪ پوئٽري پڙهي جنهن جو سلوڪ جو ارٿ هي هيو تہ "جڏهن دنيا ۾ رهڻو آهي تہ ستيا سان ستيا وان ٿي رهو جئن ٻلي شير جي ڏک ڏٺي ۽ شير ببر شير جي." بابي سائين وري ان ٻاٽيءَ جي سمجهاڻي پنهنجي ڏني جا لائوڊ اسپيڪر تي خلق کي ٻڌائيندي چيائين تہ "اسين دراصل ڳوناٽيون ٻليون آهيون پرمايا اچڻ ڪري شينهن جي ڏيڪار ٿيا ڏيون. اسين جيپور ۾ مزور ۽ نوڪر ٿي داخل ٿياسون ۽ هاڻ ڪارخانن جا مالڪ آهيون. پر ان ايشور جي ڪايا ۾ مايا جي ڇايا نہ آهي پر رڳو ڌٽيءَ جي ديا آهي." هي حقيقت آهي تہ اسان جو گهر ۽ گهراڻو آدرشي آهي ۽ منجهس اهو ڪجهہ ٿمر ۽ شانتي. جڏهن ڪو ماڻهو بابي کي چوندو هيو تہ پائي تنهنجو گهر تہ

سرڳ آهي ته بابو ڪنڌ ڌوڻي وراڻي ڏيندو هيو ته ”نه ڀائي، هي ايشور جوڏيرو آهي جتي پاڻ ٿو رهي.“ ان ڪارڻ اسان وٽ اهو ڪجهه آهي جو سرڳ ۾، ميسر نه آهي.“

اجمير آئي ۽ٽي ڇٽا لاريءَ کان لهي رڪشا ڀاڙي ڪري خواجه غريب نواز درگاهه جي رخ ڪيوسين. مون کي اجمير اهڙو ئي صاف سٿرو ٿي لڳو جو پنجاهه سال اڳ ڏٺو هيم، جڏهن گهران ڀڄي هندستان جي بنان ٽڪيٽ دورو شروع ڪيو هيم. آءٌ ڌماڪو ڏينهن درگاهه تي ٽڪيل هيس ۽ لنگر تي گذارو ڪندو ٿي رهيس. اڄ جي ڀيٽ ۾ درگاهه تي ايترو هل بکيڙو ۽ خادمن جي مار ڌاڙ متل ڪانه هوندي هئي. البت سوالين جا سڏڙا ۽ قوالين جي ڌم لڳل هوندي هئي. درگاهه تي ڪافي پيڙ هئي ۽ مجاور مزار جي پڙ جو پلاند زيارتين جي مٿي تي رکي ڌنڌي ۾ واڌ ۽ دولت ۾ برڪت لاءِ دعا پڙهي رهيا هئا جو ڪين بر زبان ياد هئي. دعا جو متن به زيارتين جي دلي خواهشن مطابق هيو. چاڪاڻ ته منجهن گهڻائي هندن يا خالصن جي هئي ۽ مسلمان ته ڪو مون جيان ڪٿو داٿو هيو. مجاورن جا به ڪنڪ هئا ۽ اڪثر هم شڪل ٿي ڏٺا. شايد هڪ ئي خاندان جا هئا. درگاه جي چائنٽ چمي مزار تي پڙ چاڙهي ۽ جڳ جهان لاءِ دعائون پني واپس شهر ڏانهن موٽ ڪاڌي سون. جيئن ته جندي رام کي هالاڻيءَ واري ٽڪاڻي وڃي مٿو ٽيڪڻو هيو جو سنڌي هندن اجمير ۾ قائم ڪيو هيو. مون ڪيس خاطري ڏني ته ڀائي درگاهه هجي يا گروءَ جي دربار، ڳالهه مڙوئي ساڳي هئي. سنگت جو ساٿ به ضرور ڏيڻو اٿم.

ڏکهي بزار لتاڙي هالاڻيءَ واري ٽڪاڻي پهتاسون جتي ڪير تن جاري هيو. اٽڪل سئو ڏيڍ مرد ۽ عورتون ڪيرتن ۾ ۽ چار عورتون گرنٽ صاحب پڙهڻ ۾ مشغول هيون. گرُ صاحب سلڪ جي پوتين ۾ ويڙهيل صندلين تي رکيل هئا. آءٌ به نمسڪار ڪري ڪيرتن ۾ شامل ٿي ويس باقي جندو رام هرهڪ اڳيان مٿو ٽيڪڻ محو رهيو. ڀائي بابا گوبند داس سان خلاصي ملاقات ٿي، جنهن جي عمر هن وقت هو سئو ويهه سال چئي وڃي ٿي. جهور ڪراڙو ۽ ضعيف برابر هيو پر تڏهن به بنا سهاري گهمي ٿي سگهيو. البت ڪمر ڪجهه ڪبي ۽ ڪنن کان گهرو هيو. جنهن ڪري ساڻس چست آواز سان ڳالهائڻو ٿي پيو. ڀائيءَ کان پوءِ ڀڄن ڳايا ويا. جنهن بعد ڀوڳ ورتو ويو. آخر ۾ گرو مهاراج جي جئه سان ڪيرتن جي پڄاڻي آئي.

خواجہ جي درگاھہ يا گروءَ جي دربار، مون ھر ھنڌ جندي رام کي ھٿ جوڙيندي ۽ مٿو ٽيڪيندي ڏٺو. گرنٿ صاحب ٻاوا يا شيوڪلا ھن بنا ڪنھن فرق جي ھر ھڪ اڳيان ڪنڌ ٿي جھڪايو. نمازي آءٌ بہ ھيس پر جنھن عجز نوڙت ۽ نماٽائيءَ سان سجدي ۾ نرڙ رڳڙڻ ھن واٽئي ٿي مون کي سيکاريو تنھن لاءِ آءٌ عمر ڀر تائين سندس احسانمند رھندس. بزرگ ۽ وڏڙا تہ ٺھيو پر مون ڪيس ٻارڙن اڳيان بہ ھٿ جوڙي پرنام ڪندو ڏٺو. پيرين پوڻ جو رواج ۽ ريت اسان مسلمانن ۾ بہ آھي پر ٻاڻ کان وڏڙن پيءُ، ماءُ يا استاد اڳيان. پر جندو رام کي مون سڌو سنئون گھمندي نہ ڏٺو ۽ ڪنھن نہ ڪنھن جي پيرن ڇُھڻ ۾ مصروف ھيو. جڏھن اجمير کان جيپور پھتاسون تہ پنھنجي گھر وڃي ھلڻ کان اڳ ۾ ڪارخاني تي آيو. فقط ھن مقصد لاءِ تہ "وڏي ڀاءُ جا چرن ڇھندو ھلان" ڇو تہ سوير اجمير اسھڻ ڪري اھڙي ڪارج کان محروم رھيو ھيو.

آدرش نگر ۾ سندس شاھي گھر ۽ شاھاٺي گھر ڀاتي ڏسي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. دنيا جي آسودگيءَ کان الڳ ھر ھڪ ڀاتيءَ جي پيشانيءَ تي چمڪ ۽ چھرن تي مرڪ ڏٺم. سندن گھر ۾ جملي پنجيتاليھہ ڀاتي آھن جي سيئي ٻاڻ ۾ ڪير ڪنڌ ۽ ڳڏ رھندڙ آھن. ڀاتين جو ٻاڻ ۾ ايڪو ۽ پريت مثالي آھي. جندي رام واري سادگي، سٻاجھڙائي ۽ مرڪ مون ھر ھڪ جي مکڙي ۾ ٻھڪندي ڏٺي. ھر صبح جو ٺيڪ ڇئين بجي سمورو گھراڻو اٿي سنان پاڻي ڪري پوڄا پاٺ ۾ لڳي ويندو آھي. جندي رام جي پنھنجي زندگي تہ سنتن ۽ ساڌن واري آھي. ڌنڌي توڙي سماجي خفن کان ٻاڻ کي آجو رکيو اٿس. ڇپائين تہ سواءِ ڀڳوان جي نام جپڻ ۾، باقي ڪنھن بہ ڪم ۾ ڪو سواد نہ ٿو اچي. پوڄن ڏينھن ۾ فقط ھڪ ويلو ۽ ان ۾ بہ ڪيٽي ۽ ڏھي. باقي ڪلڻ جي عادت ۽ بندگي جي عياشي! اھا آھي جندي مل جي جندگي.

29 آڪٽوبر 1982ع

# علامه آءِ. آءِ قاضي

علامه قاضي صاحب جي بنيادي حيثيت روشن ضمير فلسفي، سچي دوست ۽ هڪ باڪمال استاد جي آهي، جنهن علم ادب جي پانڌيئڙن کي سڌين دڳ لاتو. اسلام جي ديني روايتن جي پس منظر ۾، سندن ذهني اوسر، مشرقي ڏاهپ ۽ مغربي علم ۽ ادب توڙي فلسفي ۽ فن جي ڄاڻ سببان پختي نموني ٿي. زندگيءَ ڏانهن سندن رخ ڪشادگي ۽ آزاد خيالي تي ٻڌل هو. سندس ذهن جي عمارت، قرآني فڪر جي بنياد تي بيٺل هئي. علامه قاضي صاحب کي، حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي شخصيت ۾ هڪ مثالي انسان نظر تي آيو.

پاڪستان جي قيام کان پوءِ، کين سنڌ يونيورسٽي جي پايو وجهندڙ وائيس چانسلر جي حيثيت سان ڪوٺيو ويو، جنهن عهدي تي پاڻ امتيازي شان سان ڪم ڪيائون. قاضي صاحب جي علم پرور شخصيت جي اثر هيٺ، اسلام جي ثقافتي روايتن جي پس منظر ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪافي همت افزائي ٿي ۽ علم جي مختلف شاخن ۾ هن عظيم اداري نهايت ناميار يون، اهم ۽ عالمانه شخصيتون پيدا ڪيون. وڏي ڳالهه ته "درويش-فلسفي" جي حيثيت سان سندس ذات، هزارن شاگردن جي زندگين ۾ تبديلي آندي، جي ڪنهن شخصي سڳاين لاڳاپي ۾ رهيا.

اهم موضوعن تي تقريرن جو سلسلو شروع ڪيائين جن کي ٻڌڻ لاءِ ملڪ جي ڪيترن شهرن جا ڪيترا عالم، دانشور ۽ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو ايندا هئا جنهن ڪري انهن ماڻهن به علمي تحقيق ۽ جديد معلومات کان فيض حاصل ڪيو جي هونءَ يونيورسٽيءَ جي علمي ماحول کان ٻاهر هئا. زندگيءَ جي مسئلي کي پروڙڻ ۽ حل ڪرڻ جي لاءِ، قاضي صاحب لاءِ ديني ۽ سائنسي علمن ۾ ڪو تضاد ڪونه هو. سندن فهم موجب، مذهب جي اداري جي اوسر، ارتقائي عمل وسيلي ٿئي ٿي جنهن جي مڪمل ۽ آخري صورت

"اسلام" آهي.

علامہ قاضي صاحب، شاگردن ۾ اهو احساس جاڳايو تہ سيئي علم هڪ ٻئي سان لاڳاپيل آهن ۽ انسان جي فطرت بابت جامع ڄاڻ جو مظهر آهن. انسان کي هن سڄي سرشتي ۾ پنهنجي مقام بابت بہ ڄاڻ آهي.

قاضي صاحب، پنهنجي زندگي ۾ نفاست ۽ لطافت ڀريئي اخلاقي اصولن کي جاءِ ڏني. پاڻ شاگردن جا گهڻگهرا دوست هئا ۽ ڪين پنهنجي علم ۽ همدرديءَ جي جذبي بابت شعور ڏنائون.

علامہ قاضي صاحب، انهن ڳڻن وارن ماڻهن مان هو جن کان آءٌ متاثر ٿيس. سندس جمالياتي ذوق نهايت اعليٰ پايہ جو هو ۽ سندن فنون لطيفہ جي ڄاڻ ايڏي تہ گهري هئي جو جڏهن بہ پاڻ ڪنهن اهڙي موضوع بابت ڳالهائيندا هئا تہ ٻڌندڙن کي حظ حاصل ٿيندو هو جنهن جو احساس، ڪنهن سهڻي خيال جي اظهار سان ٿيندو.

هيءَ ڳالهہ سندن قدرت سان 'محبت' ۽ سڄي ڪائنات جي شان ۽ شوڪت لاءِ 'حيرت' جي جذبي بابت بہ چٽي سگهجي ٿي. ڪين، انسان جي فڪري صلاحيتن ۾ مڪمل اعتماد هو. ڪين اهو يقين هو تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن، انسانيت پنهنجي ڪوشش سان سڄي ڪائنات لاءِ خوشي، صحت ۽ خوشحالي جي خواهش کي ممڪن بڻائيندي. مون وٽ سندن ڪتاب آهن ۽ تحريرون پڻ آهن جي ڌار ڌار موضوعن تي اختصار سان لکيل آهن. اهو ذخيرو، ڪنهن ميوزيم يا آڊيٽوريم کي ڏيڻو اٿم، جيڪو سندس نالي ۾ قائم ٿيندو. مان پاڻ چاهيان ٿو تہ پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي اهو ڪم پورو ڪري وڃان. سيئي عظيم انسان پنهنجي پويان مال ملڪيت ڪونہ ڇڏي ويندا آهن. ساڳي طرح قاضي صاحب جو ورثو، فقط اهي خيال ويچار آهن جن کي سندن علم ۽ روحاني حاصلات بہ چٽي سگهي ٿو.هيءَ اها ملڪيت آهي جيڪا سڄي انسان ذات جي گڏيل ميراث آهي. مون ڪوبہ اهڙ ماڻهو نہ ڏٺو آهي جيڪو مون لاءِ ايڏو وڏو هجي. جيڏو 'ابو قاضي' هو. پاڻ، عقاب جي نظر رکندڙ دانا هئا، جنهن افلاطون جي وضع ڪيل اصطلاح موجب، آهستي آهستي پر سڄي دنيا کي جاچي ڏٺو.

الله تعاليٰ شال ڪين بهترين ۽ جهجهي فضل سان نوازي، جيڪو هو پنهنجي بهترين پانهن تي ڪندو آهي.

# ٻائي ڪنور

راءِ ڏياچ گرنار جو هاڪارو حاڪم هو. سندس سخا جي ساک ملڪان ملڪ مشهور هئي. ڪنهن سمي، ٻيجل نالي هڪ چارڻ پنهنجو سرندو سينگاري وٽس ڪهي آيو. چنگ چوري، تند تنواري، ساز جي آواز ۾ پنهنجي آلاپ سان راءِ ريجهايائين. راجا راضي ٿي چيو ته مڱتا "گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي." سائل سڻن هنئين ته "جا مٿي تو مٿيا تنهن سر سوالي آهيان." راجا وراٿيو ته بس! گهري گهري به مٿو گهريئي. چڱا مڙس سڪٽي هڏ مون توکي ڇا هٿ حاصل ٿيندو؟ چڱو ڀلا ٻڌاءِ ته سر ڏڙ سوڏو ڏيانءِ يا ڏڙ سواءِ؟ سائل سر جي سودي تي اٽل رهيو. ڏياچ ڪنڌ نوايو ۽ مرڪندي هڪل ڪيائين، "ته وڍ سر تي سرهو." پوءِ بقول ڀٽائيءَ جي "تند ڪٽارو ڪنڌ ٿيئي پرتا پاڻمر."

مون نه ٻيجل کي ڏٺو ۽ نه راءِ ڏياچ ڏٺو. پر مون هڪ اهڙو لکن جو رانجهو ضرور ڏٺو ۽ ڏٺو جو سريلو به رس ڀريو هيو، سخي به اهڙو جو ڏيئي نه ٻچاري ۽ ٻچاڙيءَ جو سر ڏيئي ان عيوض ابدي حيات ماڻيائين. اهڙو مائيءَ جو لال ۽ سنڌڙيءَ جو راءِ ڏياچ هو ٻائي ڪنور ڀڳت. ٻائي ڪنور، مير پور ماٿيلي تعلقي جي هڪ "واهڻ" "جروار" جو ڳوناٿو ۽ هڪ مسڪين ۽ فقير منش هٽ واٺيو هيو. سندس علمي لياقت ته پنجن سنڌي درجن ۽ هٽڪي اکرن جي سڃاڻ تائين محدود هئي پر اندر جو سوجهرو الاهي هيس، سهٽو سيبتو، ڪپڙي لٽي ۾ سادڙو، ڳالهه ٻولهه ۾ سٻاجهڙو، نماٽو ۽ قربائتو. ٻڍا جوان ۽ ٻار ته ڇڏ پر اڏ اگهاڙي ٻينو فقير سان به ڳالهائيندو ته ٻيئي هٿ ٻڌي! ڄڻ هٿ جوڙي معافي وٺي رهيو هو. مون کي ياد نه آهي ته ڪنور، سواءِ ٻانهون ٻڌڻ جي ڪنهن سان به مخاطب ٿيو. معلوم ائين ٿيندو هو ڄڻ سندس ٻنهي ڪراين ۾ آزي ۽ عاجزيءَ جون هٿڪڙيون پيل هونديون هيون.

جي عاجزي سندس عادت هئي ته راڳ سندس عبادت هئي. نندي لاڪر

ڳائڻ سان دلي لڳاءُ هيس جو وڌندي وڻ ويڙهي ٿي، سندس رڳ رڳ کي وکوڙي منجهس سمائجي ويو. ڳائڻ ذات آهي جنهن کي ذاتر ڏئي، پوءِ کي ان کي پيٽ پوڄا جو وسيلو بڻائن، کي ان پاڪيزه سوغات کي جسماني خواهش ۽ نمائش سان گاڏڙ ڪري پنهنجي ڪاڪ ڪاري ڪن. ياٽي ڪنور "آلاپ" کي سچي سائينءَ جي سوکڙي ڄاڻي ڪيس ڀڳوان جي ڀڳتي لاءِ ارپڻ ڪري ڇڏيو. ڀڳت ۾ آئي پنهنجي آلاپ جي ابتدا "سائين جي ساراه" سان ڪندو ۽ هميشہ پوئين اسر ڪان شروع ٿي پره ڦٽيءَ تائين وڄندو ۽ نچندو رهندو هو. سر آساوري ۽ پرڀاتي سندس دلپسند سر هوا. اسر ويل اٿي "الک اورڻ" جي لئہ ۽ سواد جو پتو انهن کي بخوبي هوندو جن پنيرڪي جو اٿي پنهنجو رام ريجهايو هوندو. مون جهڙن گڏهن کي کهڙي خبر خمار جي، جن پنهنجي عمر ۾ سج کي اڀرندي ٿي ڀ چار دفعا مس ڏٺو هوندو.

ياٽي ڪنور جي ڀڳت ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جهڙي هوندي هئي. توڙي جو ان لاءِ اوجاڳو ۽ اوسيئڙو ڪيڏو پوندو هو. ڄاڪاڻ تہ جڏهن هئو مئو ٿري، اڌ رات وهامي اسر ٿئي تہ پوءِ ڪنور نڪري نروار ٿيندو. جسم تي جامون جلويدار پهريل، مٿي تي پڳڙي ۽ ڳچي ڳل بوڇڻ جو ڳارو ۽ پيرن ۾ گهنگهرو. ڇير ڇير ڪندي ايندڙ ڏسبو تہ اهو ٿي هيئي ٻانهون ٻڌل، ڪنڌ ڪياڙي نوڙت ۽ نيازيءَ ۾ جهڪيل، هر آئي وئي ۽ هر ويٺل ۽ بيٺل کي نمسڪار ۽ پرنام ڪندي، ميڙ جي وچ ڏاري اچي پنهنجي جاءِ تي ويهندو. جوڙيل هٿ توڙي هڪ ڪن تي ۽ ٻيو هٿ ٻڌندڙن جي سڌ ۾ سڌو ڪندي چپ چوريندو تہ پهرين هڪل اها هوندي تہ "شل ڪا ٻاجهہ پوئي."



پوءِ شروع ٿيندو ڪلام عارفاڻو يا فقيراڻو، ڪڏهن ڪبير يا فريد جو، ڪڏهن بيڪس ۽ بيدل پر عام طور تي "شاه ڀٽائي." ڪنڊڙيءَ جي فقيرن يا گهٽو ڪري ڀٽائي گهوٽ جي ڪلام ڳائيندي ڪنور جي ڪيفيت ڏسڻ وٽان هوندي هئي. آلاپ کي عروج ۽ اوج تي آڻي موج ۾ مست هاٿيءَ جيان پيو نچندو جهومندو ۽ رڙندو "مون کي تن ماروئڙن جي، تن سانگيئڙن، تن ڏوٿيئڙن جي- آءٌ ڪانگا. آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهہ مون کي تن پانڌيئڙن....."

اِيو اوساريندي سندس نماڻي نيڻن مون نير جاري ٿيندو. اکين جو آب ڇلڪندي ريلا ڏيئي پيو وهندو ۽ نچندي وڌ ڦڙي جيان پيو ٿمڪندو. آلاپ

جو اهو پتو نہ پوندو تہ گونج آهي يا گاج. "ڪين وٽن، ڪين وٽن... ڪين وٽن تنهنجا ماڙيون ۽ بنگلا.. مصرح تي اچي سندس ڪنڌ ڏوڻ بہ لهر ۾ ايندي. ڪين وٽن.... سون ڪڙيون ڪنمال.. مون کي تن ماروئڙن جي...."
پهريون پاڻ اڪيلو ٿي رنو ۽ رڙيو پوءِ تہ " ڪيئي وڏيرا روئندي ڏنم راج ۾." ڪنور جو ڪمال اهو جو هر جيءَ ۾ جادو لائيندو ۽ محسوس ائين پيو ٿيندو تہ هر ٻڌندڙ جو اندر مالڪ اڳيان پيو ٻاڪاري تہ ڪيڏ بندياڻي هن بند مون، آءٌ ٻن ڏيان هن خاڪي ڪوٽ ۽ سندس سونهري ڪنگرن کي."

ورهاڱي کان اڳ "ڀڳت" هندو سنڌي ثقافت جو اهم حصو ليکي ويندي هئي. هر ڳوٺ خواه شهر ۾ عام ڏڻن، ورسين يا خوشيءَ جي موقعن تي "ڀڳت" جو انتظام ڪيو ويندو. اچ ڪلهہ جي قوالن جيان ڀڳتن جون ڪيئي ٽوليون هونديون هيون. ڀڳتين ۾ شهري ۽ ڳوناٽا هر قسم جا ماڻهو شريڪ ٿيندا هوا ۽ ماڻهن جي ميڙ جو دارومدار ڀڳتن جي ساک تي هوندو هو. ڪنور جي ڀڳت هڪ عوامي ميلي جي ڏيک ڏيندي هئي. ماڻهن جي پيهہ جو سبب ڪنور جي آلاپ علاوه سندس سخا هئي. جو ڪجهہ معاوضہ ملندو هيس، اهو تڏي تي غريبن ۽ فقيرن درميان ورهائي ڇڏيندو هيو ۽ کيس ڪافي ڪجهہ پلئہ پوندو هيو. هڙان تہ ڏيندو هو پر جي حاجتمند ۽ محتاجن جي حاج پوري ٿيل نہ ڏسندو هيو تہ ڀڳت دوران پنهنجي جهولي جهليندو هيو. پهرياڻ جو پاند هٿن ۾ ڦهلائي هوڪو ڏيندو تہ "ياني ڏهہ هزاري جهولي آهي جو ڀريندو جس ڪندو تہ سچو سائين سندس ڀلو ڪندو." مون کي ياد نہ آهي تہ ڪڏهن سندس جهولي خالي ويئي. جهوليءَ واري رقم سفيدپوش محتاجن وچ ۾ ورهائي ويندي. ڪن کي نياڻيون آتارٽيون هونديون هيون ۽ ڪين ڏاج ڏيوڻ جي پهچ نہ هئي، ڪن مٿان وري قرضن جا انبار چڙهيل هوا. ڪي وري ڦڏن ۾ ڦاٿل هوا جن جو حل سواءِ ناڻي جي نہ هو. رقمون اهڙي مخفي ۽ ڳجهہ ڳوه ۾ تقسيم ٿينديون جيئن لوڪ لکا نہ پوي تہ سوالي ڪير هيو ۽ کيس ڇا مليو.

ڪنور جي سخا ڪنهن خاص فرد يا طبقي تائين محدود نہ هئي. محتاجن ۾ اڪثريت مسلمانن جي هوندي هئي. هندن ۾ پنڻ جي شونق ۽ شغل گهٽ هوندو هو. خيرات ۾ ڪنور ڪنهن جي منهن کي ڪڏهن نہ ڏٺو. جو آيو سو اگهيو. کيس فقط هي احساس هوندو هو تہ ڪو ماڻهو تڪليف

۾ آهي ۽ سندس ڏک ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ سندس فرض ادائي هئي.

جڏهن ڪنور جي شاديءَ جي ڳالهه ٿي ته ٿن ڏينهن بعد هڪ شائق، ڪنور کي سندس ڪنوارلاءِ چار جوڙا ڪپڙن جا پرت پريل ۽ هڪ بوسڪيءَ جو ٿان ساڻ ڪري ڪيس نذراني طور ڏيئي ويو. ڀائي ڪنور ڪپڙن جي ڳنڍ ونئي گهر رکي ڇڏي. ساڳي ڏينهن شام ٿاٿي هڪ مسڪين مائي اچي سندس گهر جو ڪڙو ڪڙڪايو. چي ابا سياڻي عيد آهي ۽ مون کي ننڍ ٻچن جي آهي جن لاءِ نه اٽم لٽو نه ڪپڙو. آءٌ بيواهي رن زال ڪٿي در در وڃي هٿ ٽنگيان؟ ڀائي ڪنور اندر وڃي ڳنڍ ڪٽي اچي پيڙي مائيءَ جي حوالي ڪئي. چي امڙ وٺ پنهنجي امانت مون صبح کان وينئي سانڍي. شڪر ٿيو مال اصلي مالڪن کي مليو. ڀائي ڪنور پلجي به ڪڏهن پاڻ تي سخاوت جو الزام مڙهجڻ نه ڏنو. چي ڏيڻ وارو تو ڏئي ۽ وچ ۾ آءٌ اچي خواه مخواه ڦاٿو آهيان. چني لکندڙ هڪڙو چني وٺندڙ پيو پر سر نامون هميشه هوندو ”معرفت منهنجي ۽ ڦري ملي فلاڻي کي.“ ڏيئي نه پچارڻ جي ذات جا ڪنور کي حاصل هئي ان لاءِ ڪيئي روئندا ڏٺم. جمشيد مهتا جي سوانح حيات پڙهندي جڏهن سندس هي دعا پڙهيم ته ”اي جڳ جا ڏاٽي مون کي ويساري جي ايتري توفيق عطا ڪر جو جڏهن به تنهنجي نالي تي ڪجهه ڏيان ته اهڙو عمل پلجي وڃان ۽ اهو ڪڏهن ياد نه رهيم ته مون ڪجهه الله ڪارڻ ڏنو.“ ته مون کي ڪنور ياد اچي ويو. ڪيترو نه خوش نصيب انسان هئو جو ڪيس اهڙي دعا جي لوڙئي نه هئي.

زندگي ۽ موت الله پاڪ جو خاص پورٽ فوليو آهي جنهن ۾ ڪنهن کي به ڀائيوار نه بڻايو اٿس. هان البت سندس دائره اختيار ۾يا به گهڻا ئي آهن. جهڙو شفا، انصاف ۽ سخا، جن جي نقش قدم تي انسان جيڪڏهن دز برابر به پيروي ڪري ٿو ته قدرت ڪيس نعمتن سان ايترو مالا مال ڪري ٿي جو سندس هيٺي هٿ طفيل هزارها حاجتمندن جي مشڪل ڪشائي ٿئي ٿي. دراصل پوءِ اهو انسان قدرت جي ڪاروبار جو هٿيو بڻجي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ ماڻهن جا جملي مسئلا ۽ معاملا انسانن ذريعي ئي ادا ٿين ٿا. قدرت جو اولين ۽ اٽر قانون هي آهي ته حيلي رزق ۽ بهاني موت. ”الله ڏنو“ نالو ضرور پڌندا ٿا اچون، پر هي ڪڏهن به نه ٻڌو سون ته ڪو ”الله ماريو.“

جئن جئن وقت گذرندو رهيو ڀائي ڪنور جي وسيلي آلاپ جو پڙلاءُ،

سندس سنت ۽ سخي هئڻ جي ساک چوڌس چوڌار هڪ ڪستوريءَ جي خوشبوءِ جيان ڦهلندي رهي. پري پري جا ماڻهو سفر جا جاکوڙا ڪيڏي وٽس اچڻ لڳا. پوءِ ڪي سندس راڳ ٻڌڻ، ڪي آسيس ۽ آشيرواد وٺڻ ۽ ڪي فقط درشن پسڻ لاءِ. اسان جي ملڪ ۾ عام ماڻهن خاص طور غريب ۽ مسڪين عوام جي ڏکئي وقت پرگهور ۽ پرداخت لاءِ ڪي به اداره موجود نه آهن. ان باعث اسان جي ديس جا اڪثر ماڻهو ڪنهن سهاري اپل ۽ آسري جي تلاش ۾ رهن ٿا. اسان وٽ ويچاري ماڻهوءَ جي بيڪسي ۽ بيوسيءَ جو عالم هي آهي جيئرا ماڻهو "مئن" وٽ محض هن لاءِ حاضري ڀرين ٿا ته جئن سندن روز مره جي ضرورتن جي پورت ٿئي ۽ سندن مشڪلاتون آسان ٿين. ڀائي ڪنور ته جيئرو جاڳندو ديوتا هيو. سو ماڻهن ۾ سندس ميڄتا ۽ مقبوليت ۽ عقيدت ان قدر عام ٿي چڪي جو واٿين آخر ڪيس "اوتار" ڪري پوڄڻ شروع ڪيو.... جو سلسلو اڳتي هلي ڀائي ڪنور جي سر ڏيڻ جو ڪارڻ بڻيو.

ماه جولاءِ ۱۹۳۹ع جي هڪ ڏينهن سکر جي اناج بزار ۾ هڪ مسلم نوجوان جو ڪنهن هندو دوڪاندار سان "تون ڇا تون ڇا" ڪندي تڪرار ٿي پيو. انهيءَ دور ۾ بدقسمتيءَ سان هندو مسلم ڇڪتاڻ چوٽ تي چڙهيل هئي، ساڪرو هندو تعصبي آگ ۽ فساد ڦهلائڻ جا ڪوڏيا هوا. مسلمان نوجوان کي اڪيلو ۽ بي هٿيار ڏسي چند بي خبر هندو دوڪاندارن نه فقط سندس بي عزتي ڪئي، پر ڪيس مارڪٽ پڻ ڪئي.

اهو نوجوان پير پرچونڊي شريف جو نينگر هو، جو سکر شهر ۾ سودي لاءِ آيل هو. نوجوان واپس ڳوٺ ورندو ويو. ۽ ينيور کي باهه لڳندي ويئي.

پرچونڊيءَ جي مريدن ۾ تاءُ اچڻ هڪ لازمي امر هيو، پر سکر جي ڪليڪٽر مسٽر ڪوناولا جي بروقت جوڳا قدم کڻڻ ڪري هندو مسلم فساد ٽري ويو. هندو پنچائت طرفان معافي ورتي ويئي ۽ اڻ وڻندڙ واقعو وقتي طور لئه مٽي ڪيو ويو. پر پرچونڊيءَ جي ڪن شيدائن ۾ شورش بدستور رهي ۽ انتقام وٺڻ جو بهترين طريقو هي رٿيو ويو ته جملي هندو جاتيءَ کي اهڙي ڀاري سزا ڏني وڃي جو عمر ڀر ياد رکن. ان فيصلي جو نزلو اچي ڪنور تي ڪريو ڇاڪاڻ ته هو سنڌ جي هندن جو مقبول عام مهاتما ۽ مهاپرش هيو. هي هيو ڪنور جو قصور!

# مولانا عبدالغفور سيتائي

عيسوي ارڙهن سئو ٽيتاليهن ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪري پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. هي سال سنڌ لاءِ ڀاڳ وارو هيو يا نڀاڳو؟ ڇئي نه ٿو سگهجي. پر هن حقيقت ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سنڌ جو سڀاڳ وريو. ۱۹۳۲ع جي خريف ۾ جڏهن سکر براج سر زمين سنڌ کي سيراب ڪرڻ شروع ڪيو. ستيائيءَ جي سٽن واهن واري وهڪري سنڌ جي ويرانيءَ جي پياس ٻجهائي ۽ سندس سيني کي ريج ڏيئي سرسبز ڪري ڪيس سونهن بخشي. آخر ڀٽائي ڀلاري جي دعا قبول پيئي ۽ سنڌ مٿي سڪار ٿي، اهڙي جو واهواه.

سکر براج جي ڪاميابيءَ ڪڍ وري ٻي خوشخبري به ترت نصيب ٿي. اها هئي موهن جي دڙي واري کوجنا، جا آثار قديم جي مايہ ناز ماهر راءِ بهادر بئنرجيءَ ڪئي. براج جي ڪوتائيءَ ته سنڌ ۾ آسودگي ۽ خوشحاليءَ ڦهلائي پر موهن جي دڙي واري ڪوتائيءَ سنڌ کي پنهنجي اڳوڻي سڀيتا جو وڃايل ورثو واپس ڏنو. جنهن سرمايہ سنڌ جي ساک پت کي دنيا جي نقشي تي نروار ڪيو. اندو گهري الله ڪان هڪ اک، اسان کي ٻئي مليون. هڪ طرف سنڌوءَ جا ٽيج پياڪ اُسات کان آجا ٿي سکيا ستابا ٿيا. ٻئي طرف سڀيتا جي سونهن ڪين سرتين سٺ ۾ اوچي ڳاٽ جي لائق ۽ قابل ڪيو. سنڌوءَ جي قديم تهذيب ايتري ته آڳاٽي عجيب ۽ اچرج جهڙي هئي جو ڏيهہ پرڏيهہ کي ڏندين آڱريون هيون.

پنج ست سال پوءِ وري ٻيهر غلغلو ٿيو گرنار ۾، ۽ نئون نينهن نياپو آيو ته سنڌ سونهاري بمبئيءَ کان الڳ ٿي پنهنجي پيرن تي بيٺي. پوءِ ته سنڌ جا لايا سجايا ٿيا. آڳي باقي سندس وارا نيارا ٿي ويا. سنڌ ساريءَ ۾ بهاري آئي ۽ درد ونديءَ جو ديس وسي پيو. ڇونڊا آهن ته حسن واري کي نزاڪت ۽ پئسي واري کي ڏاهپ پاڻهرتو اچي پيش پوندي آهي. سنڌين کي پوءِ پنهنجي

جاڻ سڃاڻ ٿي. جنهن ساڄهه کين پنهنجي سماجي زندگيءَ جي نئين سر تعمير لاءِ حوصلو ڏنو. پوءِ ته سنڌي سندرو ٻڌي اڏاوت جي هر ڏس ۾ جنبي ويا. هر هڪ پنهنجي ميدان ۾ ڪڏي ڪاهي پيو. ڪيتي سر سيتي، واپاري جي ڏيتي ليتي، هنري ڪاريگري ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ سنڌي اڳيئي سگهڙ ۽ پڙ هئا. هاڻ وارو مليو هيو علم، ادب، تاريخ، تحقيق، سياست ۽ صحافت کي. معلوم ائين ٿي رهيو هيو ڄڻ سنڌ جي سينگار لاءِ وانگار ٿي رهي هئي.

اسان جي هاڻوڪي سنڌي ادب ۽ سنڌي صحافت جو بنياد به ان سياڳي دور جي عالمن، اديبن ۽ دانشورن وڌو، جن پنهنجي قلمي جنبش سان ٻوليءَ کي ڀڪائي ڀڳڻ بڻايو ۽ سنڌ جي تاريخي تهذيب کي سندس حقي وارثن سان روشناس ڪرايو. ان ڏس ۾ اسان جي انگريزي ۽ فارسي دان عالمن ۽ اديبن سان گڏ سنڌي خواندا علماءِ دين به واه جو پاڻ موکيو، جي ديني ۽ دنيوي علم جا بحر هئا ۽ منطق جاماهر. هن فهرست ۾ مولانا فتح محمد سيوهاڻي، مولانا دين محمد وفائي، مولوي محمد صادق کڏه وارو، مولوي احمد ملاح، مولوي عبدالڪريم چشتي، مولوي خير محمد نظاماڻي ۽ مولوي عبدالغفور سيتائيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

مرحوم سيتائيءَ جي ولادت ١٩٠٩ع ڌاري سيتا اسٽيشن لڳ ڳوٺ ٻچو واهڻ ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پاٽ شريف ۾ حاصل ڪيائين. هي اهو زمانو هيو جڏهن ديني توڻي درسي تعليم جو مرڪز مڪتب هئا، جتي تڏن تي ويهي ڏيائين جي روشنيءَ ۾ علم پرائڻو پوندو هيو. تعجب هي آهي ته انهن مدرسن ۽ ملن، عالم ۽ فاضل ۽ علماءِ پيدا ڪيا ۽ اڄوڪا ڪاليج ۽ يونيورسٽيون سرڪار لاءِ جونيئر ۽ سينيئر ڪلارڪ ٺيون تيار ڪن! عربي ۽ فارسي تعليم کان پوءِ سيتائي دارلعلوم ديوبند وڃي ديني تحصيل ڪئي. واپس وطن ورڻ تي ڪراچيءَ جي مدرسي مظهر العلوم کڏه ۾ معلم ۽ هاسٽل جي انچارج جي حيثيت ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. ڪجهه عرصي پڄاڻان ڪيس صحافت جي ميدان ۾ طبع آزمائي ڪرڻ جو موقعو مليو. ڀريون حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي اخبار "اصلاح" ۽ پوءِ محمد ايوب کهڙو جي "سنڌ زميندار" اخبار جو مدير اعليٰ مقرر ٿيو.

"سنڌ زميندار" اخبار جي نسبت سان سندس خانبهادر کهڙه سان شناسائي ٿي جا اڳتي هلي دوستي ۽ ياڻپيءَ ۾ تبديلي ٿي ۽ عمر ڀر تائين قائم

رهي. زمانـ ڪيئي رنگ بدليا. خانبهادر جي زندگي هئي ڪوئيٽـ واري روڊ سان، رڳو لاهيون ۽ چاڙهيون. ڪڏهن تـ ڏس وزيراعظم تـ ڪڏهن وري جيل ۾ واڙيل. پر وڏي همٿ ۽ حشمت جو مالڪ هيو. جيل ۾ قيدي هوندي بہ ڏک ائين ڏيندو هيو ڄڻ جيل جو دورو ڪرڻ آيو آهي. سندس ڪيئي پروانـ ۽ پرستار هئا پر بيوفائي ڪنهن ورلي ڪيس. هيءَ بہ ڳالهہ آهي تـ سندس سنگتين تي سختيون ٿيون، زور بار آيا، پر هنن پنهنجي وفا تي داغ اچڻ نـ ڏنو. شايد اهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۾ سياست جو بنياد سنگت تي آهي ۽ نـ اصولن تي.

١٩٥١ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ نواءِ سنڌ نالي روزاني اخبار جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر مولوي سيتائي صاحب هيو. اخبار جو باني تـ خانبهادر کهڙو هيو پر مالي امداد جي ذميواري خانبهادر وساڻ جي ڪلهن تي هئي. وساڻ مرحوم کهڙي صاحب جو دلي ۽ جگري دوست هيو ۽ انهن وفادارن ۾ مان هڪ هيو جن ياري "توڙ" تائين نباهي. "نواءِ سنڌ" سندس زبان جي لحاظ کان هڪ بلند پايہ جي اخبار هئي. نواءِ سنڌ جي تحريرن ۾ سيتائي مرحوم پنهنجي سياسي بصيرت ۽ قلمي جوهر جو ڀرپور ۽ زوردار مظاهرو ڪيو. خاص طور سياسي آڪاڙن ۾ پنهنجي مخالفتن کي چڱا ٽوٽا ڇپايائين. ١٩٦٢ع ۾ نواءِ سنڌ ڪراچيءَ کان حيدرآباد سنڌ منتقل ٿي ۽ ڪن لاچاري حالتن هيٺ ١٩٦٩ع ۾ بند ٿي ويئي.

منهنجي سيتائي صاحب سان جهوني نياز مندي هئي، ٽوٽي جو صحافت جي ميدان ۾ ٻيئي هڪ ٻئي جا مخالف هئاسون. ٻنهي وچ ۾ اختلاف ضرور هئا پر اهو فرق ڦير "راءِ" جو هيو ۽ تـ "ذاتي يا اصولي." ٻنهي جا رستا الڳ هئا. سيتائي مرحوم نـ فقط سينئر هيو يا هڪ نامور ڪنيو ايڊيٽر هيو. پر هو سنڌي زبان تي چڱي ۽ پختي دسترس رکندڙ هيو. هڪ حيثيت ۾ منهنجو استاد پڻ آهيو. اڪثر منهنجي لکيل مضمونن ۽ ايڊيٽوريل جون چوڪون نشان ڪري ۽ غلطيون سڌاري مون ڏانهن اخبار رواني ڪندو هيو. منهنجي تنقيدي ارڏائين جي باوجود مون تي مهربان هوندو هيو.

نواءِ سنڌ جي بند ٿيڻ کان پوءِ سيتائي مرحوم اباڻڪو ٿي پيو. سندس مايوسي ڪا سبب تـ نـ هئي. صحافت سندس پيشو يا شغل هيو پر زندگي بہ هئي. سندس سنگتي ساٿي ۽ دل گهريا دوست ڪجهہ گذر ڪري چڪا

هئا ۽ ڪي لاڏاڻي جي سانباهن ۾ هئا. ڏٺائين ته ايندڙ دور بلڊ پريشر ۽ هل هنگامي وارو زمانو هيو، جنهن ۾ نه فقط ماڻهن جو پارو چوٽ چڙهيل هيو پر تاريخ خود ديوارين سان مٿو ٽڪرائي رهي هئي. وقت ۽ حالتون سندس ڏانو جون نه هيون. سياڻو ۽ سمجهو ماڻهو هيو، پنهنجو پچاءُ نه ڏسي صحافت کي الوداع چئي ٽپڙ ويڙهي اچي اباڻو ڳوٺ وسايائين. جتي زندگيءَ جا آخري ايام پنهنجي ڳوٺ وارن ۽ عزيزن قريبن جي سارسنڀال ۽ خدمت ۾ صرف ڪيائين. چئني ڇهماهي ڪراچيءَ ۾ وارو ڦيرو ڪندو رهيو. وفات کان ٽي ڏينهن اڳ به سائنس ملاقات ٿي. نهايت خوش خورم ۽ صحتمند ٿي ڏٺو. ٢۴ مئي رات جون ڪچهريون ڪري وڃي آرامي ٿيو. نماز ويل جڏهن گهر ڀاتين سنڀار ڪئي ته سيتائي صاحب وڃي چڪو هيو، ننڊ ۾ ابدي ننڊ حاصل ٿيس. هونئن به انسان جي ننڍڙي زندگيءَ جو اڻکٽ خواب ڪيئن نه ننڊ ۾ پورو ٿو ٿئي!



وحده جي وِڍيا، الا الله سين اورين،
هنيون حقيقت گڏيو، طريقت تورين،
معرفت جي ماٽ سين، ڏيساندر ڏورين،
سک نه ستا ڪڏهين، ويهي نه ووڙين،
ڪلهنئون ڪورين، عاشق، عبداللطيف چئي.

وحده هو لا شريڪ له، ٻڌءِ نه ٻوڙا،
ڪه تو ڪيئن نه سٽا، جي گهٽ اندر گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهد ٿيندءِ سامهان.

# سردار محمد ايوب خان کوٺائي

سنڌ ۾ سهڻا ۽ سيبتا ڳاريل گهڻي ئي ٿي گذريا آهن، ۽ اڄا بہ ڪي داڻا ڪٺا شايد ڪٿي حال حيات هجن، پر ڪو نامڪنيو ڪٿي ڏسجي ۽ ٻڌجي ئي ڪونہ ٿو. ملڪ ۾ اهڙي اڇي نافت ٿي آهي جو اڄ ڪو سريلو ڳار ڏيڻ وارو بہ ڳوليو ئي نہ ٿو لڀي. اڳ اهي جهونا جوڳي هر جوء ۾ ڏٺا ويندا هئا. انهن ۾ گهڻا تہ "الله لوڪ" هئا. جن جي ڳارين لاءِ ماڻهو سڪندا رهندا هئا ۽ سعيو ڪري سيڙجي ٻڌڻ لاءِ وٽن ايندا هئا. ڪري "مجذوب" هئا جن ڳارين کي "دعائون" ڄاڻي سوالي پني ولندا هئا. جيئن پير ڳوٺ وارو "آندو فقير". جنهن جي نياءُ ڏيڻ جو "اعلان ۽ بيان" ئي ڳارين وسيلي ٿيندو هيو. يا وري روهڙيءَ وارو "قاضي ملنگ بابا" جنهن جو آستانو سکر ۾ هيو. جتي هر شام جو حشام ماڻهن جا سندس ڳارين جي اوسئڙي ۾ بيٺا رهندا هئا. جنهن سواليءَ کي قاضي بابا مخاطب ٿي مٿس ڳارين جو ڌوڙيو وسايو تہ پوءِ ان کي مبارڪون ملنديون هيون. اهو ماڻهو پاڻ کي ڀاڳ وارو ڄاڻي مٺائي ورهائيندو هيو تہ سندس من جي مراد پوري ٿي. "قاضي ملنگ" پهتل هيو الاجي نہ! پر سندس موت وقت ٺاهوڪي بارش جا وسڪارا ٿيا، توڻي جو آسمان ۾ ڪا لنبي ڪڪري بہ ڪانہ هئي.

پر صحيح معنيٰ ۾ رسيلي ڳار ڏيندڙ هڪ اهڙو شخص هيو جنهن ڳار کي ڪڏهن بہ ڪاوڙ يا ڌڪار جي اظهار جو نہ پر هميشہ پيار ۽ پاٻوهہ جو سنيهو بڻايو. اهو هيو سردار محمد ايوب خان کوٺائي. مرحوم تر جو وڏو معزز زميندار ۽ ڪوٽ سلطان جي پٺاڻن جو سردار هيو. نيڪ متقي ۽ پرهيز ڳار انسان هيو. سدائي وظيفي ۽ ذڪر الاهيءَ ۾ مشغول رهندو هيو. هزار داڻن جي تسبيح هردم هٿ ۾ سرڪندي رهندي هيس. صلح سانت جو ڪوڏيو ۽ ادائي ڳهرن جو خثر ڳهرو هيو. ڪنهن بني بشر سان ڪڏهن ڪونہ ڦتاياڻين. نندا توڻي وڏا سڀ سندس احترام ۽ عزت ڪندا هئا. مڙني

خوبين جي مالڪ هئڻ گڏ "گارڙي" ڏيڻ سندس طبع جي وندر ۽ ورونهه هوندي هئي. ڏاڍي لاڏ ۽ شد مد سان گار کي اچاريندو هيو. سندس آلاپ به ڏاڍو مٺڙو هوندو هيو. سندس جهڙي سهاجهڙي گار آءٌ نه سنبران. پير سنيءَ ۾ ته اچا به سندس آواز ۾ "پيچ پنيءَ" وارو تاثير هوندو هيو. ڪي شونقين ته سانگو ڪري واس وٺڻ لاءِ وٽس اچي ڪاٺونس گاريون گهري وٺندا هئا ۽ سردار صاحب به ڪين الله جي ڏني مان گهڻو ڪجهه عطا ڪندو هيو.

هڪ پيري سندس مربي فرزند ڪيس اچي دانهن ڏني ته فلاڻي ڪمدار کان "ويڙه" لاءِ ڪڪڙ گهريو هيم پر چٽ جي پٽ روڪڙو جواب ڏنو. سردار صاحب هڪدم ان نالائق ڪمدار ڏانهن نياپو اماڻيو ته "مٿي ۾ مٽ هجيئي تڏهن به هتي اچي لاهه." ڪمدار، سنيهو سڻي ان مهل اچي اوص ف تي سهڙيو جڏهن سردار صاحب جاءِ نماز تي ببهي سومهڻيءَ جي نماز نيتي رهيو هيو. ڪمدار کي در ٽپندو ڏسي، ڪنن تي آندل هٿ هيٺ لاهي، سردار صاحب اٿي جي آڏر ياءُ طور ڪمدار کي ويهارو ڪن سرائتيون سٽايون، چيو ته بيهه، صبر ڪر. چار رڪعتون فرض پڙهي وٺان ته پوءِ تنهنجي لاڪ تو لاهيان. فرض پورو ڪري ساڄي سر ۾ ڪيس پنجاهي ڪن پيون رباعيون پڌائي وري سنتون پڙهڻ ۾ جنبي ويو. جيسين "وتر" جو وارو آيو ته ڪمدار جي ستن پيڙهين ۾ اهڙو ڪو ياتي باقي نه بچيو جنهن کي سردار صاحب پنهنجي صلواتن سان نوازيو نه هجي!

مزو ته تڏهن ٿيو جڏهن سردار صاحب ڪوٽ سلطان ۾ پنهنجي جاءِ جوڙائڻ جي ڪئي. اوساريءَ لاءِ شڪارپور جي ڪاريگرن کي ڪانڍي آندو ويو. هر روز صبح سويل سردار صاحب اڏاوت جي نظرداري به ڪندو رهيو ۽ اوستن توٽي مزدورن کي پنهنجي دستوري "ٻولا ڇاريءَ" سان ڀرپور به ڪندو رهيو. اوستا ۽ مزدور حيران هئا ته سندن اهڙو ثقافتي آڏر ياءُ ڪهڙي قصور ڪارڻ تي رهيو هيو. آخر پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪري هڪ ڏينهن سيئي ڪاريگر گڏجي سردار صاحب وٽ آيا. اچي ڪيس عرض ڪيائون ته "سائين اسين هتي ڏهاڙي ڪمائڻ آيا آهيون ۽ نه ماءُ پيءُ پٽائڻ. اوستن تجويز پيش ڪئي ته سائين هاڻ هڻ ڪيو ته اڳتي اسان کي مزدوري "پاڻلي" گهٽ ڏيو پر اسان کي گاريون نه ڏيو. اوستن کي سردار صاحب جي سخت قناعت پسند طبع جي جاڻ هئي ۽ سردار پاڻ به ڏاڍو خوش ٿيو. ڇاڪاڻ ته پاڻلي

انهن ڏينهن ۾ وڏي ڳالهہ هئي. خاص طور جڏهن ڪاريگرن جو روز سوا رپيو ۽ مزدورن جي ڏهاڙي ٻارنهن آنا هئي.

ناه جي ٻئي ڏينهن تي سردار صاحب عادت انوسار وڃي جاء واردات تي تہ بيٺو پر ڪيس مزو نہ آيو. اندر ۾ آنڌ مانڌ ۽ لچ پچ لڳل هئي. گار سردار صاحب جي سيني کان اپري سندس گلي ۾ ڪتڪتائي ڪري رهي هئي. سردار صاحب اُڌما ڪائي گارين کي نڙگهٽ کان ڌڪا ڏيئي واپس ورائي تي چڙيو. اها اندروني چڪتاڻ سوا پهر ڏينهن تائين جاري رهي. جڏهن سردار صاحب ڏٺو تہ پائلي واري بچت ڪيس ڏاڍي مهانگي تي پيئي ۽ هاڻ وڌيڪ وقت صبر ڪرڻ سندس وت ۽ وس کان ٻاهر هيو. هڪدم رڙ ڪري اوستن کي مخاطب ٿيو. چي، اڙي اوستو! منهنجي ڳالهہ ٻڌو. ڪالهہ وارو عهدناموں ڪاٽا، هاڻ پائلي مزدوري مون کان زياده وٺو پر گاريون اوهان جي پيء کي بہ ٻڌڻيون پونديون. پوء تہ سردار صاحب جي اندر ۾ جي صبح کان دود دکي رهيا هئا سي پڙڪو ڪائي ڇپيون ڪيندا رهيا، ڄڻ ڪو ٻرندڙ جبل ڦاٽو هيو جنهن جا آلا چوطرف ڦهلجي رهيا هئا!

ائين بہ نہ هيو تہ ڪو سردار صاحب جون گاريون ڪي ڪچيون ڦڪيون هونديون هيون، بلڪل نہ، سراپا سگهڙن وارو لوڪ ادب هيو. گارين جي آلاپ ۾ لوڪ موسيقي الڳ سمايل هوندي هئي. وزن ۽ بحر جي تار تي جڏهن گار جهونگار ٻڌجي اُيرندي هئي تہ لئہ جي موج ۽ مستي ئي پنهنجي قسم جي هوندي هئي.

هونئن بہ سردار صاحب جي لڳاتار گارين جو جوڙجڪ اهڙي ميل ميلاپ وارو هوندو هيو ڄڻ گاريون پاڻ ۾ ڪونئر سان ڳنڍيل هونديون هيون ۽ يڪساهيء ۾ ائين پٽجي پونديون هيون، جيئن ڪوهہ جي نار واري مالهہ ۾ جڪڙيل لوٽيون هڪ ٻئي ڪيڊ وهڪ ۾ هجن. وري گارين جي چونڊ ۽ ڍن بہ خاصي رسيلي هوندي هيس. جڏهن بہ ريڊيو تي طالب پالاري وارو مورو ٻڌبو هيو تہ ماٺهن کي گمان غالب ٿيندو هيو تہ سردار صاحب جي گارين جو ڪنسٽ وڃي رهيو هيو. هونئن بہ سردار صاحب ابهري يا تڪڙي گار ڪڏهن بہ نہ آلاپيندو هيو. هميشہ ڌيرج ۽ ميناج سان ۽ ٺڏي سيني چنگ چوريندو هيو.

هڪ پيري شڪارپور ڊويزن جي پرائمري ماسترن ڪوٽ سلطان ۾

هڪ عاليشان تعليمي ڪانفرنس سڏائڻ جو پروگرام رٿيو. شايد هن ڪري جو آغا غلام النبي خان ڪوتائي سنڌ جو وزير تعليم هيو. ڪانفرنس لاءِ زبردست سانباها ڪيا ويا. شاهي پنڊال لڳايا ويا. ٻه اڍائي هزار ماستر اچي ڪوٽ سلطان سهڙيا. رونشي ڪوڏي خلق ان کان الڳ اچي جمع ٿي. ماسترن کي ٿي ڪٿي جو ڪانفرنس جي صدارت لاءِ سردار صاحب کي ولي آيا. ڪيس صدارت واري ميز پنيان بخملي ڪرسيءَ تي ويهاري مائڪرو فون سان گڏ ڪاٺ جو هٿوڙو ٻه حوالي ڪيائونس ته جيئن جلسي جي ڪارروائي کي ڪنٽرول ڪندو رهي. ڪانفرنس شروع ٿي. ماسترن اسٽيج تي اچي پڙهائيءَ جي جديد طريقن تي ليڪچر ٿي ڏنا. ٻين ماسترن سوال ٿي پڇيا جن جا جواب تعليم کاتي جي صاحبلوڪن بليڪ بورڊ تي چاڪ سان لکي ٿي سمجهايا.

ائين ڪندي هڪ غريب ڳوناٺو ماستر جيئن سوال ڪرڻ لاءِ اٿي اڳيرو ٿ‍ـ ته سٿڻ جي پاچي ۾ پير ڦاڻ ڪري ٿاٻڙجي اونڌو ٿي ڪريو. بس ٻ‍ـ ‍ـتر جو ڪرڻ ۽ سردار صاحب جو اٿڻ. هونئن ٻه ڪيس ماٺ ۾ ويٺي ‍ـ ‍ـي مدت [illegible] ‍ـتي هئي جا هڪ غير معمولي ڳالهه هئي. پوءِ اٿي ٻيهي ‍ـا ‍ـڪ‍ـ [illegible] ‍ـٺ ۾ ڪٺي سردار صاحب پنهنجا ”ٺاهو“ لاهي ڏنا. هڪ هٺ ۾ ا‍ـ [illegible] ٻيو مٺ پڪوڙيل هٺ. هيٺ ڪريل ماستر رخ ۾. ائين ڏوهه ۾ [illegible] ‍ـتي تي هلايو جڻ جلال چانڊئي چيڙيون تي وڄايون. چي ”حرامي ڦر ‍ـا [illegible] سان ڪڏا ڪم ڪري اهڙي چيلهه چبي تي ويٺي اٿيئي جو هاڻ ٻيهي ٻه ‍ـ ‍ـ سگهين؟.

‍ـنڌ ۾ اها ٻيهرين ۽ آخري تعليمي ڪانفرنس هئي جا سردار صاحب جي [illegible] ‍ـدارت ڀهڪڻ تي پايه تڪميل کي پهتي.

# سيد جمال الدين بخاري

ننڊپڻ ۾ سگهڙن کان هڪ ڏاڍي سريلي ڳجهارت ستي هيم تہ ”ان تي چڙهي مرون ڇڏيائون، ايئن نہ ڇيائون تہ پکيئڙي.“ پروليءَ جو پاهو تن اکرن ۾ سمايل هو جن جي ڳولا ڪري ڳجهارت ڀڄڻي هئي، هڪ ان ٻيو مرون ۽ ٽيون پکي. ان هبو ”مهري“ جنهن جنس کي اڄ ڪلهہ ڳاڙهي دال چئون ۽ مهري. سواري وارو ٻلو اٺ بہ سڏجي. مرون هيو واڳو ۽ ”واڳون“ وهٽ جي واڳ جو جمع ٻڻ آهي. واڳون ڇڏي ڏيڻ محاوره کان مراد آهي وهٽ کي ڀاڄ لاءِ ڇيڪ ڇڏي ڏيڻ. پکي هبو آڙي. جڏهن ڀائرن پنهونءَ کي اٺ تي پلاٽي ڪيچ ڀڄڻ جي ڪئي تہ سسئي تي ڏيرن کي ڏوراپو ڏئي ۽ ارمان ڪري تہ ”مهريءَ چڙهي واڳون ڇڏيائون، ائين تہ ڇيائن، تہ آءُ ڙي.“

اسان سان بہ ڪامريڊ بخاري هوبهو ساڳئي جٺ ڪئي جا تعدي ڏيرن سسئيءَ سان ڪئي هئي. ڪامريڊ اسان جو مربي ۽ بزرگ دوست هيو. ڪي گهڙيون پاڻ ۾ گڏ گهاريون هيون سون اهو حق تہ اسان ضرور لهڻو جو ويندي ”واتہ تڪائي“ تہ ڪري ها، تہ ٻيلي آءُ ”هلڻ هارڪو“ آهيان. هي برابر آهي تہ اسين مانجهاندي جي ماڳ واري ساٿيهہ جي سفر ۾ سائس سات نہ ڏيئي سگهون ها. ڪو ٻئي جي قبر ۾ ٻيلهہ ٿوروئي پوندو. پر گهٽ ۾ گهٽ ايترو تہ ضرور ڪريون ها جو سائس ڳراٽڙي پائي موڪلائي ڪريون ها. من نہ من ڪلهي ڪانڌي ٿيون ها. يار جو ديدار ڪيون ها. آخر ڪو آءٽ تہ اسان کي ٿئي ها تہ ٻارڙي سان توڙ نباهي سون.

پر ڪامريڊ بخاري اصل کان ئي پنهنجي مرضيءَ وارو هيو. من ٻيري تہ خير، مٿس ڪا ميار نہ هئي. موت ڪنهن کي ايتري مهلت ڪٿي ٿو ڏئي جو سفر جي سنبت ڪريا سنگت کي سنهيو ڏيڻ لاءِ تہ فرصت ڪٿي. جي، اجل

ڪيس اهڙي رعايت جي آچ به ڪري ها ته ”بيشڪ سيني سان موڪلائي توڪلائي وٺ ته پوءِ تا پنڌ پئون.“ تڏهن به آئون نه ٿو سمجهان ته ڪامريڊ ڪو رتيءَ جي رهاڻ ڪارڻ ڪنهن جي ڪاڻ ڪڍي ها. هونئن به هن يار جو دڳ ئي جڳ کان الڳ هوندو هيو. لوڪ لهوارو وڃي يا اوڀارو، هي پنهنجي تات ۾ پورو رهندو هيو. پنهنجي اصول ۽ ارادي تي اٽل ۽ اڏول رهڻ ته ثابت قدمي هئي. پر هرو ڀرو ڪنهن ڳالهه تي ڳت ڏيئي بئنش ڪري ويهي رهڻ ڪا حڪمت عملي ته نه هئي. نه فقط ڪامريڊ بخاري پر ان زماني جي هر انقلابي ۾ هيءَ علامت اڪثر ڏٺي ويئي ته هو پنهنجي هوڏ کان هيٺ هرگز نه لهي توڙي جو زمين اٿلي پوي.

سيد جمال الدين بخاري سال اڻويهه سئو جي مارچ مهيني ڌاري ڀارتي گجرات جي مشهور شهر احمد آباد ۾ جنم ورتو. سندس گهراڻي جو تعلق اچ شريف جي بخاري ساداتن سان هيو پر پوءِ زماني جي گردش ۾ اچي سندس وڏڙن گجرات جو رخ رکيو، جتي احمد آباد جي ”سيد واڙي“ پاڙي ۾ گهرڙا اڏي پنهنجي گذر سفر ۾ جنبي ويا. ابتدائي تعليم اباڻي شهر جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. وڌي پڙهائيءَ لاءِ سندس والدين ڪيس علي ڳڙهه موڪليو. ١٩١٩ع جي لڳ ڀڳ اڏو گابرو گرئجويٽ ٿي ڪامريڊ واپس وطن وريو.

هي اهو زمانو هيو جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائيءَ واري تباهي ۽ بربادي ڌرتيءَ جي وڏي حصي تي ڦهليل هئي. هڪ طرف ويڙه ڪيڏندڙ ڪيڏاري مال غنيمت جي بٽئي تي پاڻ ۾ ڏند ڪرٽي رهيا هئا ۽ ٻئي طرف اپاهڄي انسانيت زخمن ۾ چڪنا چور ٿي چيچلائي رهي هئي. مند فڪري ۽ مايوسيءَ جي اهڙي ملڪ گير ماحول ۾ دنيا وارن جون نظرون هڪ ئي رخ ۾ ڪتل هيون جو هيو سرخ انقلاب. جو پنهنجي سازو سامان ”ذاتي ۽ هٿوڙي“ سميت آڪٽوبر ١٩١٧ع ڌاري روس ۾ اچي سهڙيو هيو.

انقلاب جو زلزلو ته روس ۾ آيو پر ٿرٿلي ديس پرديس ٿي ويو. ويهين صديءَ ۾ هي واحد واقعو هيو، جنهن ڪارڻ نه فقط ملڪان ملڪ مانڌاڻ مچي ويو پر عام ماڻهوءَ جي سياسي ۽ سماجي سوچ پڻ خاصي اٿل پٿل هيٺ آئي. اشتراڪي نظريو هڪ نئين فئشن ۽ انوکي سوداءُ جيان هر ذهن ۾ اپرندو

اسرندو رهيو. گهڻا تہ اهڙا بہ جذباتي ۽ جوشيلا جوان هوا جن انقلابي نعري کي اکيون ٻوٽي پنهنجو ايمان بڻايو. ڪامريڊ بخاري بہ انهن عاشقن ۾ هڪ هيو. هونئن بہ عشق ۽ محبت ۾ عقل يا دليل جو واسطو ڪهڙو؟ ڪامريڊ ٿيڻ بعد تصديق ڪرڻ لاءِ ان ٻلي پار جي زيارت جو قصد ڪيائين جي سرخ سيلاب ۾ اڳيئي سيراب ٿي چڪا هئا. ان ارادي خاطر احمد آباد جا وڻ ڇڏي اچي صوبي سرحد ۾ وارد ٿيو، جتي هڪ تجارتي قافلہ سان همراه ٿي بلخ بخارا جي سفر تي اسهيو. اٺ ڏه مهينا سمرقند ۽ تاشقند جا تيرٿ تڪيا پيٽڻ بعد واپس وطن ورڻ جي ڪيائين. سرحد پار ڪندي پڪڙجي پيو. نتيجي ۾ سوا ٻہ سال سانده سرڪار جو مهمان ٿي رهيو. هيءَ سندس پهرين جيل ياترا هئي.

سنڌ ۾ بخاري پهرين پيري فيبروري ١٩٢٠ع ۾ آيو. جڏهن مولانا شوڪت علي ساڻ گڏجي خلافت ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ شرڪت ڪيائين. سال کن ڪان پوءِ وري ڪراچيءَ ۾ اچي روزاني اخبار الوحيد جي عملي ۾ شامل ٿيو. ١٩٢١ع ۾ هڪ هفتيوار اخبار "آزادي" نالي سان جاري ڪيائين. ١٩٢٩ع ۾ هڪ ٻي اخبار "چنگاري" شروع ڪيائين. ١٩٣٠ع تائين جماعت سازيءَ سلسلي ۾ هندستان جي مختلف شهرن ۾ پارٽيءَ جي هدايتن پٽاندر خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. ١٩٤٠ع ۾ "ڪسان سڀا" جا هڪ هارين ۽ ڪڙمين جي تحريڪ هئي، ان جو صدر چونڊيو ويو ۽ هتي جي مهمانيءَ طور ڪيس ٻہ سال جيل سزا ڀڄ ڀوڳڻي پيئي.

سنڌ ۾ مزدور ۽ هاري تحريڪ جو آغاز ١٩٣٠ع ڌاري "هاري ايسوسيئيشن" جي قيام سان ٿيو. هن جماعت جو باني تہ سنڌ جو سخي صوفي منش جمشيد مهتا، ۽ تحريڪ جا اڪثر روح روان ڪامريڊ عبدالقادر ۽ قادر بخش نظاماڻيءَ جهڙا انقلابي نوجوان هئا. هن لاڏڻ ۾ يانت يانت جا ٻيا مسافر بہ سوار هئا. نتيجي ۾ هيءَ جماعت ترت ئي ڇڙوڇڙ ٿي وري "مزدور ڪسان" جي نئين جامي ۾ ٻيهر نروار ٿي. هن ٻيڙيءَ جا ناکوا ۽ سڪاڻي تہ سڀ سبيتا هوا پر ڏڳ جو سونهون هيو ئي ڪونہ. ١٩٣٩ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي ڀيانڪ اهڃاڻن ۽ خاص طور جرمنيءَ جي روس تي چڙهائيءَ دنيا جي سياسي حلقن کي وڏي مونجهاري ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو.

سنڌ جا نوجوان سياسي اڳواڻ هڪ ابهرا پيا اتامرا. واقعن جي تيز وهڪري ۽ صحيح صورتحال کان بي خبريءَ ۾ ڏڍڙا ڏڍ غلط فيصلا ڪندا رهيا. نيٺ هند جي مرڪزي ڪميونسٽ هيڊ ڪوارٽر طرفان سنڌ جي پارٽيءَ جي نئين سر تنظيم لاءِ ١٩٤٣ع ڌاري هڪ برک اڳواڻ کي ڪراچي روانو ڪيو ويو. جو ڪامريڊ بخاري هيو.

ڪامريڊ بخاريءَ جي اڳواڻيءَ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ مزدورن ۽ پورهيتن ۾ خاص مقبوليت حاصل ڪئي. ننڍي پيماني تي هوندئن به ڪراچيءَ ۾ ڪئي، ليبر ۽ ٽريڊ يونين ڪم ڪندڙ هيون، جنهن ڏس ۾ نارائنداس بيچر، قاضي مجتبيٰ، ڪامريڊ گرديال، خطيب ۽ ڪامريڊ غفور جي ڪافي جاکوڙ ڪيل هئي. ڪامريڊ بخاريءَ جي آمد بعد ٽريڊ يونين جو دائرو سرڪاري نوڪرين واري عملي تائين وسيع ڪيو ويو جنهن ۾ پاڪ پي ڊبليو ڊي يونين سر فهرست هئي. ١٩٤٢ع ۾ ڪامريڊ بخاريءَ جو مزدورن جي سالياني ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ احمد آباد وڃڻ ٿيو جتي مارچ مهيني ۾ سندس ڪامريڊ شانتيءَ سان شادي ٿي. ڪامريڊ شانتيءَ جي ڪراچيءَ ۾ اچڻ کان پوءِ پورهيت عورتن جي تنظيم کي پڻ هٿي ملي. هن دور جو برک پارٽي اڳواڻن ۾ سوڀو گيانچندائي، ڪيرت ٻاٻاڻي، پوهو مل، وديارٿي ۽ ڪامريڊ شانتيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. ١٩٤٦ع فيبروريءَ ۾ رايل انڊين نيويءَ واري بغاوت جي حمايت ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سڏ تي عيدگاهه ميدان ۾ پبلڪ جلسو ڪيو ويو، جنهن ۾ سو لک کن ماڻهن شرڪت ڪئي.

ملڪي ورهاڱي جي موڙ تي مزدورن جي اسٽرائيڪ ۽ مط ۽ وڳوڙ کي انتظامي راهه ۾ رڪاوٽ ڄاڻي سنڌ حڪومت ڪميونسٽ پارٽيءَ خلاف سخت قدم کڻڻ جو فيصلو ڪيو. اپريل ١٩٤٨ع ۾ ڪامريڊ بخاريءَ کي سندس ڏهاڪو کن ساٿين سميت جيل اماڻيو ويو. پارٽيءَ جي ڪاررواين تي مڪمل بندش وجهي سندس مرڪزي آفيس ۽ دفتر سيل مهر ڪيا ويا. ڪامريڊ شانتيءَ جا هن وقت ٻن ٻچڙن جي ماءُ ٿي چڪي هئي. پنهنجا پونگڙا ساڻ کڻي دربدر ٿيندي رهي. سندس وس وارن کي درخواست هيءَ هئي ته ڪيس به پنهنجي ور ساڻ گڏ جيل ۾ بانڌي رکيو وڃي. ڏسڻا وائسا ماڻهو بخاريءَ جي نالي ۾ چندا چيرا ڪري موڙي ڦٻائيندا رهيا. ٻن سالن جي لڳاتار سزا ڪاٽڻ

کان پوءِ قاضي فضل الله جي سفارش ۽ ذمون کڻڻ تي بخاريءَ کي ڪراچي قيد کان آزاد ڪري لاڙڪاڻي اماڻيو ويو.

سال اٺيتاليهه کان چوراسيءَ تائين لاڙڪاڻي واري ڇٽيهه سال مدت ڪامريڊ بخاريءَ لاءِ هڪ قسم جي لاچار ۽ بيوسيءَ واري زندگي هئي. جئن کنهن يلي ۽ شرطي وهٽ کي ڍڪ ۾ واڙي ڪيس ڪهاٽي ۾ وهايو وڃي. وڏيرڪي ملڪ ۽ ماحول ۾ هي انسان دوست دانشور اوپرو ۽ اڪيلو اڪيلو ائين ڏک ڏيندو هيو جڻ هڪ گهمندڙ ڦرندڙ لاش هيو. جيائي جون گهڙيون گهارڻ پنهنجي اهل عيال جي پرورش ۽ پاڻ کي مشغول رکڻ لاءِ هر پليٽفارم تي بار ڍوئيندو رهيو جنهن مسواڙي سياست سان سندس ذهن ۽ ضمير جو ڪو واسطو ڪونه هيو.

ڪامريڊ بخاري عالمي شهرت رکندڙ انقلابي اڳواڻ هيو. جنهن پنهنجي سموري جوانيءَ جو سرمايو سماجي جدوجهد ۾ سيڙائيو. سندس بغاوت هئي انهن سان جن مزدورن ۽ پورهيت عوام جي قسمت سان راند ٿي ڪيڏي، ان راه ۾ پاڻ پتوڙيندي ڪيس ڪافي قربانيون ڏيڻيون پيون. هن کان وڌيڪ سندس قربانين جو بيو ڪهڙو ثبوت ٿي سگهي ٿو. جو ۱۹۲۰ع کان ۱۹۴۸ع واري درمياني ۲۸ سال عرصي ۾ ارڙهن سال جيل جون سزائون ڪاٽيندو رهيو. آخر سندس ڏوهه ڪهڙو هيو؟

سنڌ سان سندس انتهائي الفت ۽ والهانه محبت هئي. هڪ ڀيري پريس ڪلب ۾ تقرير ڪندي چيائين ته "آءُ جڏهن سنڌ کان ٻاهر ڪٿي به هوندو آهيان ته ائين سمجهندو آهيان ته جڻ وطن کان جلاوطن ڪيو ويو آهيان." وڏيرن لاءِ البت ڪيس هيءَ شڪايت ضرور هئي ته هي عجيب قسم جا ڌنار آهن جي پنهنجي ڌڻ کي ٻڪيو رکي پنهنجا پيٽ پريندا نا رهن. سنڌي هارين لاءِ سندس راءِ هئي ته هو تڏهن کان ننهن ۾ ستل آهن جڏهن کان زراعت ايجاد ٿي هئي. ٻين لفظن ۾ ته هارنهن هزار لاٻارا گذري چڪا آهن پر هي سدورو اجا ڪونگهرن ۾ آهي. شايد مٿس ڀاري بوجهه سٽيل آهي يا وري سندس وجود کي ڄٽورون چهٽيل هن. جنهن ڪارڻ هو سجاڳ ٿيڻ کان لاچار آهي.

۱۷ ڊسمبر سومر ڏينهن انڪل پنيهرن ڏاري ڳالهائيندي پونهائيندي ته

ڏنائين. ڪيس ٻئي ڏينهن ١٨ ڊسمبر ڏهين بجي صبح جو قائم شاهه بخاري مقام ۾ دفن ڪرڻ لاءِ نيو ويو. جنازي نماز ٻه سندس قوم قبيلي جي قبلهه سيد غلام حسين شاهه بخاري پڑهائي. سندس ٻنيان ڇڏيل اولاد اٺ پٽ هڪ نياڻي آهي ۽ املاڪ هڪ ننڍڙي پرنٽنگ پريس ۽ پڪسري جڳهه آهي جا وقف الاولاد آهي.

جمال الدين بخاري ڏاڍو وڏو ماڻهو هيو. ايڏو قدآور ماڻهو جنهن جي ماپ گرائين ۾ ڪرڻ ناممڪن. هونه پاور ۾ رهيو ۽ نه رتبي يا مرتبي ڪي سندس پروگرام ۾ ڪو دخل هيو. هو اڪيلو ماڻهو هيو جنهن ڪي ويراني ۾ ان ڏاڍ خلاف ٻاڪاريندو ڏٺو ويو، جنهن ظلم ستم ڪيئي ويس وڳا اوڙهي نوان نقاب ۽ برقعا مٿائي پنهنجو جهنڊو ٽي ڦڙڪايو. سندس آواز ۾ سوز ٻه هيو ۽ گداز ٻه هيو. شايد منجهس انسان ذات جي صدين واري چيخ پڪار جي گونج سمايل هئي.

امير محمد خان

# نواب آف ڪالا باغ

نوٽ: "زندگيءَ جي سفر ۾ ڪجهه اهڙن ماڻهن سان به ملاقات ٿي جي غير معمولي شخصيت جا مالڪ هئا. اهي ماڻهو معصوم هئا يا ملائڪ هئا يا خوني ڏاڙيل هئا؟ چئي نه ٿو سگهجي. سندن اعمال نامون هاڻ ته آهي الله وٽ ۽ نه مون وٽ. گهٽ ۾ گهٽ هنن نه مون کي ڪا همياڻي بخشي ۽ نه ڪڏهن منهنجي ڪا ٻلي ماري. البت مون کي منجهن ڪي ڳڻ ڪي ڳالهيون ضرور ڏسڻ ۾ آيون. جي پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ پيش ٿيون ڪجن."

امير محمد خان ون يونٽ جي زماني ۾ مغربي پاڪستان جو گورنر هيو. شايد هي پهريون گورنر هيو جو وڏيرڪي لڏي مان پرتي ڪيل هيو. نه ته هن کان اڳ اهو تاج تخت هميشه رٽائرڊ ٿيل ڪامورن ۽ فوجي عملدارن مٿان مڙهيو ويندو هيو، جن کي راج ڪرڻ يا راڄنيتيءَ جي خبر چار خير ڪا هوندي هئي. امير محمد خان آدي بنيادي زميندار ۽ ڪالا باغ جو موروثي نواب هيو. نه فقط حڪومت هلائڻ جو ڍنگ ايندو هيس پر حاڪماڻو نٽ ۽ دٻدٻو به واهه جو رکي ڄاڻندو هيو. وري سوني تي سهاڳو جو قد قامت ۽ شڪل صورت به قدرت رعب تاب واري ڏني هيس. جو سندس آڏو آئي ڇڳ ڇگيرن جا ڍيڍر ڍرا ٿي ويندا هئا. سندس دور حڪومت ۾ سرڪاري عملدارن جو ته هوش به ساهه سدائين مٺ ۾ هوندو هيو. ڇاڪاڻ هڪ ته باخبر حاڪم هيو ۽ ٻيو وري خبر چار وارا ذريعا سرڪاري نه پر پنهنجا خابرو رکيل هيس. سندس حشمت ۽ هيبت جو عالم اهو هيو جو اڪثر ڪيس هلاڪو، چنگيز ۽ حجاج جي خونخوار تاريخي نالن سان ڀيٽ ڏني ويندي هئي.

سندس ڪهري ڪارروائين جي قصن ڪهاڻين جو تعلق ان قبائلي دشمنيءَ سان هيو جا سندس قبيلي ۽ نيازي قبيلي وچ ۾ ڀيڙهين ڪان ملندي ٿي آئي.

جنهن تباهيءَ ۾ پنهنجي خاندانن جا ڪيئي جوڌا جوان هلاڪ ٿي چڪا هئا. نيازي قوم هڪ سرڪش ۽ سر ڦريل پٺاڻ قوم آهي. سندن خونريزيءَ کان پنهنجي پٽ جي جان بچائڻ خاطر، ماڻس امير محمد خان کي تعليم بهاني انگلينڊ اماڻي ڇڏيو. جڏهن نواب صاحب تحصيل ڪري واپس وطن موٽيو ته اڪيلي سر نيازي قوم کي ٽوٽا ڇاپائي سندن ڪنڌا ڪٽي ڇڏيائين. اها هئي سندس قتل ۽ غارت. جڏهن عشق ۽ لڙائيءَ ۾ سڀ ڪجهه جائز آهي ته پوءِ سندس قصور ڪهڙو؟ پر جڏهن امير محمد خان گورنر ٿي گاديءَ تي ويٺو ته پهريون ڪم هي ڪيائين جو پنهنجي دشمن نيازي قوم جي سرڪاري عملدارن کي وڏن عهدن تي ترقي ڏيئي، لڪت ۾ هي آرڊر ڪيائين ته آئينده سندن سروس جامعاملا صدر ايوب ڏانهن اماڻيا وڃن. ڇاڪاڻ ته نيازي قوم سان سندس خانداني دشمني هئي!

جيترو عرصو گورنر رهيو ته سرڪاري خزانه مون نه پگهار ورتائين ۽ ذاتي خرچ لاءِ ڪا ڪاري پائي وصول ڪيائين. جڏهن لاهور کان پنهنجي ڳوٺ ڪالا باغ ويندو هيو ته پنهنجي خانگي موٽر ۾ ۽ سرڪاري گاڏيءَ جو استعمال فقط سرڪاري موقعن تائين محدود رهيو نه وري پنهنجي زمينداري يا ٻئي ڪنهن سيڙپ واري خانگي ڪاروبار ۾ سرڪاري ڪرسيءَ جو سهارو ورتائين. پنهنجي پنج ساله دور ۾ پنهنجي اولاد، زال، ماءُ يا ڪنهن ٻئي مٽ مائٽ ۽ عزيز قريب کي گوورنر هائوس ۾ نه مهمان ڪري رهايائين ۽ نه ڪين ويجهو اچڻ ڏنائين. گورنر سان ملاقات ڪرڻ لاءِ سندس پٽن کي به ٻين عام ماڻهن جيان درخواست ڏيئي اجازت وٺڻي پوندي هئي. توڙي جو ان زماني ۾ صدر ايوب جي پٽن پنهنجي پيءُ واري عهدي جي آڙ ۾ ملڪ ڦري ناس ڪيو هو. نه فقط صدر پر وزير وڙي ۽ هر بي ڊيءَ جي چيئرمين ۽ سندس خاندانن جو پرمٽن تي مارو هيو. امير محمد خان نه فقط ايماندار ٿي رهيو پر اهڙي مثالي ايمانداريءَ لاءِ نه ڪڏهن هام ڀريائين ۽ نه ملڪ ۾ ڪو ڍڙهو ڏنائين. توڻي جو اڄ وارو آنيسٽ ماڻهو پنهنجي آنيسٽيءَ جو ڍول ڳچيءَ ۾ ڪنيو هر وقت وڄائيندو ٿو رهي.

هڪ دفعي ڪراچيءَ جي صحافين هڪ پريس ڪانفرنس ۾ گورنر سان شڪايت ڪئي ته زرعي ڪميشن تي اهڙا ماڻهو ميمبر ٽاڪيا ويا هئا جن کي زراعت جون کي به علمي لياقتون حاصل نه هيون ۽ اهو ڪهڙي ڪارڻ؟

گورنر جواب ۾ ڪائنن سوال پڇيو تہ آيا، ڪيس پي آءِ ڊي سيءَ جي چيئرمين ٿيڻ يا وري گورنر مقرر ٿيڻ لاءِ ڪهڙيون علمي لياقتون هيون؟ چيائين تہ اڄڪلهہ واري دور ۾ هر چيز ۽ هر محنت ٻاڙي تي يا مناسب عيوضي ڏيڻ سان حاصل ڪري سگهجي ٿي، سواءِ ايمانداريءَ جي. هر انسان جي بنيادي لياقت آهي يا وري فني ماهر پگهار تي مقرر ٿيل آهن. فقط ايمانداريءَ جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ ڪان پوءِ جي اوهان ڪي انهن جي آنيسٽيءَ ۾ گمان آهي تہ پوءِ ان لاءِ آءٌ ذميوار ضرور آهيان."

١٩٦٤ع ڌاري ڪوئيٽہ قلات جو ڊائريڪٽر انفارميشن هيس. اوچتو هڪ ڏينهن حڪم پهتو تہ هاشم خان شنواريءَ کي ساڻ ڪري ڪالا باغ پهچان جتي گورنر صاحب موڪل تي اسهيل هيو. هاشم خان ڪوئيٽہ جو زميندار هيو ۽ ڪجهہ ڏينهن اڳ سندس بنسبت اخبارن ۾ خبر ڇپي هئي تہ هن پنهنجي زمين ڏه ايڪڙ فروٽ فارم جا سيئي ميويدار وڻ وڍائي ڇڏيا هئا، ڇاڪاڻ تہ آبپاشي جي انجنيئر دشمنيءَ ۾ اچي سندس باغ جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو هيو، جنهن لاءِ هن گهڻي واويلاڪئي پر ڪيس پاڻي نہ مليو. ڏينهون ڏينهن ڦلدار وڻن کي خشڪ ٿيندڙ ڏسي هنياءُ جي ساڙ ڪان سيني وڻن جي صفايا ڪري ڇڏيائين. اخبارن ۾ خبر پڙهڻ شرط ڪمشنر ڪوئيٽہ ڪان فون تي پڇا ڪري هاشم خان کي پاڻ وٽ سڏايائين ۽ ڪيس وٺي پهچائڻ جو ڪم منهنجي سپرد ڪيو ويو.

ڪالا باغ پهچڻ تي هاشم خان جو پرتپاڪ آدر ڀاءُ ڪيو ويو ۽ اسان ٻنهي کي تي ڏينهن پاڻ وٽ مهمان ڪري رهايائين. هر صبح سوير اسان کي ساڻ وٺي پنهنجي زمين گهمائڻ وٺي هلندو هيو. سندس زمين سندوءَ ڪناري هئي، جتي فروٽ فارم گڏ چوپائي مال جو هڪ وڏو واڙو بہ قائم آهي جو اپت ۾ ملڪ اندر اول درجي جي ڊيئري فارم آهي. زمين جي هڪ ويهہ ايڪڙ ٽڪري ۾ جتي ڏهاڪو قسم ڪٽڪ پوڪيل هئي، چاليهارو ماڻهن کي گاهہ اڪاڙيندو ڏسي هاشم خان پڇيو تہ ان رواجي گاهہ پٽڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. نواب صاحب چيو هاشم خان، "زمين جي فطرت هوبهو عورت جهڙي ٿيندي آهي. جيئن ماءُ پنهنجي ٿڃ يا غذا پهريون پنهنجي ٻار کي ڏيندي آهي جي سندس پيٽ جي اولاد آهن. جو ٻج اسين زمين ۾ ڇٽيون ٿا اهو زمين لاءِ اوپرو ۽ ڌاريو عنصر آهي. ان ڪارڻ زميندار لاءِ ضروري آهي تہ زمين جي چاول

گاهه کي پاڙان پٽي ڇڏي ته جيئن زمين سندس چٽيل ٻج کي خوراڪ رسائي، نه ته ٻج ڪمزور ٿيندو رهندو ۽ جهنگلي گاهه زور ونندو رهندو!

ڪجهه اڳيرو هلندي نواب صاحب هڪ اهڙو ٻه ادائي ايڪڙ زمين جو ٽڪرو ڏيکاريو جنهن کي تازه بند ٻڌي درياه جي ڪاٽ کان بچايو ويو هيو. چاٽاياڻين ته بند جي تعمير تي ڏيڍ لک روپيه خرچ ٿي چڪو هيو. هاشم خان رايو ظاهر ڪيو ته ادائي ايڪڙ زمين جي پيدائش واري بند تي ڪيل خرچ ڏهن سال ۾ به مشڪل لاهي سگهندي. نواب صاحب مرڪندي چيو ته خان، زمينداري عشق ڪرڻ آهي ۽ نه دڪانداري. حساب ڪتاب جا ليکا چوکا عشق ۾ ٿيندا ئي نه آهن. هل تون اهو ٻڌاءِ ته تون پنهنجا وڻ ڇا لاءِ وڍيا هئا؟ هاشم خان جي اکين ۾ پاڻي تري آيو، چيائين ته نواب صاحب جيئن پنهنجي ٻچڙن کي بکيو پياسو ڏسڻ جي سگهه نه اٿم تيئن آءٌ پنهنجي وڻن کي به پياس ۾ خشڪ ٿيندو ڏسي نه سگهيس. پورو ڏيڍ مهينو ڊوڙيس ۽ ٻڪس. آخر مجبور ٿي اکيون ٻوتي ڪهاڙو کڻي الله توهار ڪيم. هاڻ گهٽ ۾ گهٽ ۾ هڪ سور اٿم ته وڻ آهن ئي ڪونه. جيئرا جاڳندا وڻ مرجهائيندو ڏسي مون کان سٺو نه ٿيو. واقعي زمينداري عشق آهي ۽ نه واپار.

موڪلائڻ وقت نواب صاحب هاشم خان کي عشق جو قدر ڪندي ڪيس پنهنجي هڙان فوت ٿيل وڻن جو پاهت ڏنو ته جيئن نئين سر باغ جي بسم الله ڪري. لفافي ۾ ويهه هزار روپيه رکيا هئا جا ويهه سال اڳ وڏي رقم هئي. پاڻيءَ جي تقاضي لاءِ ڪمشنر کي پارت ڪيائين. باقي ان انجنيئر جا ٻرهيلا ٿي ويا جو وڻن جي قتل لاءِ ذميوار هيو.

نواب صاحب جي غير معمولي شخصيت جو راز هيو سندس "حافظو"، جو ڪيس بلا جو هيو. سندس جهڙي يادگيري ڪنهن کي ورلي هوندي. مغربي پاڪستان ۾ بنيادي جمهوريت جا چاليهه هزار ميمبر هئا. شايد اها ڳالهه يقين ۾ اچڻ جهڙي نه هجي ته ڪي انڌا منڌا ميمبر ڇڏي باقي اڪثريت جي ڪيس چاڻ سڃاڻ بخوبي هئي. ڪراچي ضلعي جي ٻه هزار ميمبرن جتي ڪيس نالن تائين پوري واقفيت هئي جو منهنجو مشخصي مشاهدو آهي. ساڳي ڳالهه مون هرڪمشنر جي زباني ٻڌي، صوبي جي ٻاونجاهه ضلعن جي ڊپٽي ڪمشنرن ۽ پوليس ڪمانين جا نالا ۽ سندن شخصيت ۽ افعالن جي ڪيس پليءَ پت سڃاڻ هئي. هڪ ڀيري خضدار جي دوري تي نواب صاحب سان ڊنر

جي موقعي تي ڊلات جي ڪمشنر غلام سرور خان هڪ اهڙي ڊپٽي ڪمشنر جو ذڪر ڇيڙيو جنهن ضلع جي چارج وٺڻ گڏ بدلي ٿيل ڊپٽي ڪمشنر جي ويهاريل سريت تي به قبضو ڪيو هيو جڏهن ته اها به ضلعي چارج جو حصو هئي ۽ سندس نالو "حميدان" هيو. نواب صاحب سندس خبر ڪي درست ڪندي چيو ته ان عورت جو نالو سلطانه هيو ۽ نه حميدان.!

ساليانه دربار موقعي تي نواب صاحب ڪوئيٽه ۾ وارد ٿيو. رات جي ماني جي دعوت چمن ۾ رکيل هئي. جتي چمن مليشيا (مقامي رينجرس طرفان پلٽڻ جو وڏو ڪانو (بڙا کهانه) ۽ پناٽڪي "لختئي" ناچ جو انتظام پڻ ٿيل هيو جنهن لاءِ ڪابل قنڌار کان ناميارا ٽولا گهرايل هئا. ڪاڌي بعد هي ٽولي پنهنجي تلوار بازي پلٽڻ، ختڪ ناچ ۽ لختئي ڊانس کان پوءِ ويجهو اچي انعام حاصل ٿي ڪيو. هڪ ٽولي جي نوجوان اڳواڻ کان گورنر صاحب پڇيو ته ڪٿان جو ويٺل آهين. ناچوءَ ٻڌايو ته قنڌار جو. گورنر صاحب چيو ته ناممڪن. تنهن جي ماءُ ته پارا چنار جي ويٺل هئي. ڇا تون حليمه ڳائڻيءَ جو پٽ نه آهين؟ ناچوءَ حيران ٿي چيو ته هائو سائين. حليمه منهنجي امڙ هئي پر منهنجي ڄمڻ کان به گهٽو اڳ اچي قنڌار ۾ لڏي ويئي هئي. گورنر ڪمشنر کي ٻڌايو ته هن مائي حليمان کي جا پنهنجي وقت جي مشهور ڳائڻي هئي ڇويهه سال اڳ مون لڪي مروت ۾ هڪ شاديءَ جي موقعي تي ٻڌو هيو. سندس ڳائڻ جي هيءَ خاص ادا هئي جو ڏائي هٿ جي اشهد آڱر کي ويڙهي جيان چالو ڏيندي هئي جا اداهن ڇوڪري به ماءُ کان پرائي هئي ۽ ڪجهه شڪل جي مشابهت به سڃاڻپ ۾ سولائي ڪئي.

سندس ڏاهپ ۽ ڏمڪاءُ جا ڪيترا قصا گشت ڪندا رهندا هئا. هڪ ڀيري لائلپور جي زميندارن جو هڪ وفد گورنر وٽ ملاقات لاءِ آيو. وفد جي اڳواڻ نواب صاحب کي گذارش ڪئي ته آئينده عام سرڪاري سڙڪن تي انهن جا وڻ پوکايا وڃن جيئن عام غريب واٽهڙن کي به انهن جي نعمت، رستي ويندي نصيب ٿي سگهي. گورنر اهو مشورو ٻڌي ڪجهه دير لاءِ ماٺ ۾ اچي ويو. پوءِ ڪنڌ مٿي ڪري ڪانئن پڇيائين ته "اوهان کي اهڙي عرض ڪرڻ لاءِ مون وٽ خدا بخش بچه جو انهن ڏينهن زراعت جو سيڪريٽري هو. ان موڪليو هوندو. وفد وارا زميندار واٽڙا ٿي ويا ۽ آخر ٿٿا ڦٿا ڪندي اقرار ڪيائون ته واقعي ٿي ڪين خدا بخش بچه سيڪاري ۽ پڙهائي گورنر هائوس روانو ڪيو هيو. نواب صاحب پنهنجي مح تي هٿ ڦيرائيندي مرڪيو ۽

چيائين ته ٻچه جا ماڻهو گڏريل ڇهن مهينن کان انهن جون ڪوڪڙيون گڏ ڪري ست سئو ايڪڙن ۾ انهن جون چڪيون هيون اتن. آءُ اڳيئي انتظار ۾ هيس ته هاڻ ٻچه صاحب کهڙي ڪيڏ ڪيڏي اهي چڪيون سرڪار جي خاني تي چڙهي وڃهندو. جيڪڏهن اوهان ۾ عام رستن تي انهن پوڪائڻ جو فڪر پيدا ٿئي ته پوءِ پڪ سچ اوير بجاءِ اولهه کان ايرڻ شروع ڪندو.

نواب صاحب جي آخري دور ايام ۾ نواءِ وقت لاهور جي هڪ مضمون ۾ گورنر ڏانهن اشارو ڪندي لکيو ويو ته اسان وٽ اهڙا به ڪي خونخوار حاڪم موجود آهن، جن تيهارو ڪڻ ماڻهو مارايا آهن. جيئن ته آءُ پريس سان واسطو رکندڙ ڊائريڪٽر هيس. مون کي ئي ڏينهن حڪم ٿيو ته حميد نظامي ايڊيٽر نواءِ وقت کي ساڻ وٺي چئين بجي شام گورنر هائوس ۾ پهچان. نظامي مرحوم جو ته سڏو ئي ڏڻ شرط ساه سڪي ويو. ڪيس دلاسا ڏيندو گورنر هائوس وٺي آيس. اڃا اسين وراندي ۾ داخل ٿياسون ته سامهون گورنر صاحب پاڻ اچي نظامي صاحب سان هٿ ملائي ڪيس چيائين ته انجمن حمايت اسلام جو صدر هڪ حادثي ۾ گذاري ويو آهي ۽ آءُ سندس جنازي نماز ۾ شرڪت لاءِ وڃي رهيو آهيان. "مون فقط اوهان کي هي ٻڌائڻ لاءِ هتي اچڻ جي تڪليف ڏني هئي ته جو ماڻهو تيهه قتل ڪرائي ٿو سگهي ته ان کي ايڪٽيهون خون ڪندي به هٻڪ نه ٿيندي. بس مون کي صرف ايترو چوڻو هيو. منهنجو مليٽري سيڪريٽري اوهان کي چانهه پاڻيءَ جي خاطر ڪندو. اسلام عليڪم." گورنر صاحب ته هليو ويو پر نظامي صاحب جا هٿ پير يڪتاري جي تار جيان ڏڏي رهيا هئا. ڪيس سهارو ڏيندي ڪار ۾ چاڙهيم. جيسين جيئرو هيو نظامي صاحب ڪالا باغ ته ڇڏ پر ڪنهن ٻئي باغ لاءِ به نه لکندو هيو، ته متان ڪنهن کي غلط فهمي نه پيدا ٿئي.

....... ....... ...... ....

## عبادت جو انداز

عبدالله بن مبارڪ فرمايو ته مون نڊيپڻ ۾ هڪ عورت کي ڏٺو. هوءَ نماز پڙهي رهي هئي ۽ وڇونءَ ڪيس ڪيئي ڀيرا ڏنگ هنيو، پر مٿس ڪو به ردعمل ظاهر نه ٿيو. جڏهن نماز کان فارغ ٿي ته مون سوال ڪيو ته "امڙ توهان وڇونءَ کي ڇو نه ٿا هٽايو؟ مائي وراڻيو ته "پٽ تون نه ٿو سمجهين ته آءُ ڪنهن الله پاڪ جو فرض ادا ڪندي پنهنجي ڪنهن ٻئي رخ ۾ رجوع ٿيان."

راڳ جي راڻي

# عابده پروين

کهڙا ماڻهو کهڙي ماڳ تي جنم وٺن، اهڙي ترتيب قدرت وٽ ضرور ڪو نه پروگرام رٿيل هوندو. ماڻهو پنهنجي جنم ڀوميءَ جو پاڻ انتخاب ٿورو ئي ٿا ڪن. نه وري قدرت ڪنهن کان پڇي پڪ ڪري پوءِ ٿي ڪيس جنم ڏئي. پوءِ به هي نهايت عجيب آهي جو سنڌ جون اڪثر شخصيتون صوبي جا باقي يارنهن ضلعا ڇڏي، اچيو سڀ لاڙڪاڻي ۾ جنم وٺن!! وري جي سڀيئي هڪ ئي خاندان يا ساڳي پيشي سان تعلق رکندڙ هجن، تڏهن به چئي ٿو سگهجي ته هي محض هڪ اتفاق هيو. پر هتي جي سر زمين ته هر جنس جي پيداوار ۾ زرخيز ثابت ٿي هئي.

چا ائين ته نه آهي ته موهن جي دڙي واري هن مٽيءَ ۾ ملڪ جي مايه ناز ۽ بينظير هستين جو هر دور ۾ جنم وٺڻ، علامت هئي هن ڳالهه جي، ته "سنڌو سڀيتا هڪوار وري اڀرڻ يا راشدين جو هت پڌارجڻ ڪو حادثو ته نه هيو؟ گهٽ ۾ گهٽ، مائي عابده جو لاڙڪاڻي ۾ جنم وٺڻ ئي هڪ اهڙو ئي علامتي اُهڃاڻ اهي، جنهن جي آلاپ ۾ سنڌو سڀيتا جي سڏڙن ۽ سڏڪن جو پڙلاءُ ۽ پڙاڏو بلڪل صاف پڌجي رهيو آهي.

عابده لاڙڪاڻي جي هڪ غريب گهراڻي ۽ مسڪين گهر ۾ جنم ورتو. سندس ڄم جي تاريخ جي ڄاڻ خيرڪي اُهي. البت جنم جو سال ڪيس ضرور ياد آهي جو عجيب پڻ اهي. ڇاڪاڻ ته عام طور عورتون پنهنجي عمر جو سال وساري ڇڏينديون آهن، باقي ڏينهن ۽ پهر ياد هوندو اٿن. عابده اڄ کان اٺاويهه سال اڳ ١٩٥٨ع ۾ ڄائي. هي پڻ هڪ عجيب اتفاق چئجي ۽ نه سندس قصور، ته ساڳئي سال ملڪ سان پهرين دفعي مارشل لا لاڳو ٿيو جو پوءِ ملڪ جو مقدر ٿي ڇڪو ۽ ڪيس اڏهيءَ جيان ڪائي ڪوڪلو ڪندو رهيو.

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ عابده جو آلاپ آسمان کي بہ وڃيو. تڏهن تہ سندس جنم ئي اهڙي گهر ۾ ٿيو جنهن ۾ سنگيت جي "سنڌو" وهندڙ هئي. سندس والد استاد غلام حيدر نہ فقط موسيقيءَ جو ڄاڻو آهي پر استاد پڻ اهي. وري سنگيت وارو سفر سندس اڄان بہ وڏيڪ سنهجو ۽ سولو ٿي پيو جڏهن کيس زندگيءَ جو همسفر بہ اهڙو ئي سريلو مليو. شيخ غلام حسين سان راڳ جو ناتو عابده کان بہ اڳ جو آهي. نوجوانيءَ ۾ ئي ريڊيو پاڪستان ۾ سروس اختيار ڪيائين جتي اڄ هو فن جي ماهر جي حيثيت رکندڙ آهي. جڏهن عابده ۽ پاڻ هڪ حياتيءَ واري ناتي ۾ ٻانهن ٻيلي ٿيا تہ پوءِ راڳ اچي سندن عبادت جي جاءِ ورتي. بقول عابده جي تہ "اسين هڪ رياض ڪندي راڳ ۾ ائين محو ٿي ويندا آهيون جڻ تہ ڪو رنگ محل رچائي رهيا آهيون."

جڏهن ڪائونس پڇا ڪيم تہ اوهان جي راڳ ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪنهن جي محنت شامل رهي آهي؟ اوهان جي والد جي رهنمائي، شريڪ زندگيءَ جي تربيت ۽ ترغيب يا پنهنجي ذاتي محنت؟ مرڪي چيائين تہ پائوا الله جو ڪرم ۽ بزرگن جي دعا ٿيل آهي." پڇيم تہ بزرگن کان مراد گهراڻي جا وڏا آهن؟ ڪنڌ ڌوڻ ڪندي سندس آواز گهگهو ۽ اکيون آبديده ٿينديون رهيون. "آءٌ سائين هاشم شاه جيلانيءَ جي ٻانهڙي ۽ گولڙي آهيان. مٽياري سيدن جي ويڙهي ۾، نندي ٿي وڏي ٿي آهيان. آءٌ اڃان سنڌي اسڪول ۾ پڙهندي هيس تہ بابو سائين لاڙڪاڻي کان لڏي پلاڻي اچي مٽياريءَ ۾ مانيڪو ٿيو. ان زماني کان ولي منهنجو سائين هاشم شاه جي حويليءَ ۾ اچڻ وڃڻ اهي. مون درگاه جون مٽيون بہ پريون آهن ٻهاري ڏيندي ٽوليون بہ ڳايون آهن. سائين هاشم شاه مٽياري سيدن جو جدامجد سهڻي شاه لطيف کان بہ اڳاٽي وقت جو آهي ۽ لطيف سائين جي والد محترم شاه حبيب جو همعصر آهي. ڪيس [illegible] اٽڪل ٽي سئو سال گذري چڪا آهن، پر عابده، شاه سائينءَ جو اهڙي، حسب ۽ ادب سان ٿي اچاريو جن تہ هو نہ فقط حال حيات [illegible] موجود هجو ۽ عابده کيس ڏسي رهي هئي. پڇڻ تي تسليم ڪيائين تہ کيس درويش جي زيارت ۽ دعا حاصل ٿيل هئي.

ڪجهہ ڏينهن اڳ سائنس غير رسمي ڳالهہ ٻولهہ ٿي جا هن ريت

هئي

س: مغربي موسيقيءَ ۾ ڪلهه جا ڇوڪرا بہ ماهر پيا سڏجن. اسان واري راڳ سکڻ ۾ تہ عمر گذري ٿي وڃي. ڪهڙي ڪارڻ؟

ج: راڳ هڪ مسلسل تلاش آهي هڪ اهڙي بحر جي جنهنجو انت آهيئي ڪونہ. جڏن ننڍپڻ ۾ هڪ پرولي ٻڌي هيم تہ "هڻ هڻ تہ وڃي ٺي نہ." پڇٺي هئي "پاڇو." پر صحيح جواب هئڻ جڳائي، "موسيقي." ڇاڪاڻ تہ سنگيت هڪ اهڙو بحر بيڪران آهي جنهن جو نہ ترو آهي ۽ نہ ڪنارو. وحيد پيرو، جو سنگيت جو ڪامل استاد هيو ۽ ڏاڍو سهڻو ڳائيندو هيو، چوندو هيو تہ موسيقي هڪ اٿاه ۽ اٿڪ مهاساگر آهي. جڏهن ڪيس راڳ جي فرمائش ڪبي هئي تہ سائين وهواه ٿي وڃي. چوندو تہ ابا وينو تو ٽيپون هڻان ۽ غوطا ڪانوان. اجانڻ سپيون ٺي هٿ نہ چڙهيون آهن، تہ موتي ڪٿان آڻيان! وينو تو واجهہ وجهان ۽ ونجهہ هڻان. ابا راڳ سنوريندي عمر گذري ٿي وڃي.

س: اڄ ڪلهہ واري ڊسڪو ميوزڪ ۽ اسان واري ديسي موسيقيءَ ۾ ڪهڙو فرق آهي ۽ اوهان جي پاپ ميوزڪ" باري ۾ ڪهڙي راءِ آهي؟

ج: ڊسڪو يا پاپ ميوزڪ (Disco or Pop Music) ۽ اسان جي ديسي راڳ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. مغربي موسيقيءَ ۾ راڳ جي رفتار ۽ وهڪرو تيز ٿئي ٿو جنهن ڪارڻ هڪ تہ راڳ جا ٻول سمجهہ ۾ نہ ايندا آهن. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ مغرب جي سنگيت ۾ اکر ۽ الفاظ ڪا خاص معنيٰ نہ ٿا رکن. يورپي موسيقي آهيئي آلاپ جي ڇيخ پڪار ۽ جسماني ورزش واري وٺ پڪڙ ۽ مروڙ. ٻڌندڙ جو حال تہ جڏن تنئن پر ڳائيندو پاڻ نچي ٽپي ۽ ٽپا ٽينگ ڏيئي پاڻ کي پٽي ڪوهي ۽ جهوريو ڇڏي. هاڻ تہ آڦي باقي راڳ دوران مدارين ۽ بازيگرن واريون قلابازيون بہ ڏيندا ٿا رهن. هاٿوڪي پاپ ميوزڪ ۾ ڊسڪو ڊانس، سرڪس وارا ٽينگ ٽپا، پنجابي فلمن واري ڌماچوڪڙي ۽ يوگا ۽ ورزش وارا آسڻ پڻ شامل آهن.

ان جي برعڪس اسان واري ديسي راڳ ۾ بہ ڳالهيون سمايل آهن. هڪ آلاپ ۽ ٻيو آلاپ جي ادائي يعني "گائڪي". آلاپ توٺي آلاپ جي ٻولي ٻيئي هن ڌرتيءَ جي مزاج مطابق آهن. ان ڪري سندس رهاڪن جي سمجهہ ۾ اچڻ جهڙا آهن. موسيقيءَ جي لئہ ۾ اکرن وارو فهم سمجهڻ سان دل ۽ دماغ فرحت ۾ اچيو وڃي ۽ ٻڌندڙ بي اختيار ٿي مستيءَ ۾ اچي ڪنڌ لوڏ

شروع ڪري ٿو. جا روحاني راحت جي علامت آهي. مغربي موسيقيءَ ۾ وزن ۽ بحر ضرور آهي يعني منجهس "تار مڪان" واري لئه سمايل آهي جنهن جي ڪشش جو هٿن پيرن ۽ ڪلهن تي تاثر ٿئي ٿو ۽ ان ڪري ٻڌندڙ نچڻ لاءِ آماده ٿئي ٿو. اوهان ڏٺو هوندو ته پاپ يا ڊسڪو ميوزڪ وقت ماڻهو تاڙيون وڄائيندا يا وري پيرن سان دڙها هڻندا ۽ ڪلهن جون ڦڙڪيون ڪائيندا نظر ايندا آهن. جيئن ڪڪڙ ڪڙه لڳڻ ڪري ڪنڌ سان گوهيون ڪندي چڻ پينگ چاڙهيندو اهي. پر مشرقي موسيقيءَ ٻڌڻ سان روح کي لست ايندي ۽ بيخودي طاري ٿيندي. "ڊسڪو" هوبهو اسان واري سنگت جو "ڪلواڙو" آهي جنهن جي ٻڌڻ سان "وجد" واري ڪيفيت ايندي. ڇاڪاڻ ته راڳ اهي ئي روح جي غذا، جنهن جو ڊسڪو ۽ پاپ ميوزڪ سان واسطو ڪهڙو؟ هونئن به الو ميان ۽ امڙ جي لوليءَ سان ڏماڪن ۽ ڏمچر جو ڪهڙو ناتو؟

اسين قديم زماني کان ٻڌندا ٿا اچون ته راڳ سان ماڻهو ۽ مرون ته پنهنجي جاءِ، پر قدرت کي به سرچايو ويندو آهي. جڏهن باران رحمت نه پئڻ ڪري ملڪ ويران پٽپانگ ٿي ويندو هيو ته چارڻ ۽ منگتا ملهار موسيقي يعني سر سارنگ کي ڇيڙيندا هوا ۽ قدرت موج ۾ اچي وسڪارا ڪندي هئي. وءِ بوند بره جي بهار وٺي ۽ دردونديءَ جو ديس وسي پوندو هيو." يا وري ديپڪ راڳ ڳائڻ سان "اگني ماتا" ڪامڻ پچن ۾ اچي پڙڪو ڪائي پنيت" تي ٻرندي هئي. ڪيترن شاهي محلاتن ۾ شهزادن جا هندورا هنڊول راڳ سان حرڪت ۾ آندا ويندا هوا. اهي ڳالهيون هن حقيقت جي ثابتي آهن راڳ جي ڪائنات سان ڳوڙهي نسبت آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو موسيقي جو ماڻهن جي من ۽ مزاج سان به رشتو آهي. راڳ جي اثر ۽ تاثر سان جا ماڻهوءَ کي بهاري اچي ٿي ان جو ملهه آهي ئي ڪونه.

س: راڳ جي ڳائڻ لاءِ اوهان کي ڪهڙو ماحول وڌيڪ سازگار لڳندو هي؟

ج: ڳائڻ جي سلسلي ۾ منهنجي ذاتي خواهش هيءَ هوندي آهي ته راڳ جي ڄاڻ سڃاڻ ۽ ساڃهه وارا شوقين اڪين آڏو هجن ته چڱو. ڇاڪاڻ ته اهڙ سڃاڻ ماحول ۾ ڳائڻ واري لاءِ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪرڻ ۾ پڻ خوشي حاصل ٿئي ٿي ته سندس هنر جي قدر قيمت وارا موجود آهن. عوام يا هجوم اڳيان ڳائڻ ۾ مول مقصد آهي سندن دل خوش ڪرڻ- جو ڳائڻ

واري لاءِ هڪ قسم جي سخا پڻ آهي، چاڪاڻ ته ڪنهن جي دل خوش ڪرڻ جهڙي ٻي ڪا عبادت آهي ئي ڪانه. هونئن به ”آلاپ“ قدرت جي عطا ڪيل ڏات آهي جنهن ۾ ڪنجوسي ڪرڻ گناه برابر آهي. ٽيپ رڪارڊ ڪرائڻ يا ڪئسيٽ ڀرائڻ واري راڳ ۽ اسٽيج تي ماڻهن اڳيان ڳائڻ وچ ۾ وڏو فرق هي آهي ته اسٽوڊيو ۾ ڳائيندڙ فقط مرده ۽ بي جان مشين اڳيان ٿو ڳائي، جنهن ڪري راڳ پڻ بي جان ٿيو پوي.

س: ماڻهن جي وهواه سلسلي ۾ اوهان جو خيال ڇا آهي؟

ج: ماڻهن جي وهواه وٺندي اثر جا قدر قيمت آهي راڳ جي ۽، نه منهنجي ذات جي في. هر تماشبين جي موج ۽ مزي جو اظهار پنهنجي الڳ رنگ ڍنگ جو هوندو آهي. ڪنهن کي واڳڻ وائي ته ڪنهن کي بصر بادي. ڪي راڳ آلاپ کان متاثر ٿين ته ڪي ادائي جا عاشق. ڪي وري عارفاڻو ڪلام ٻڌي جهومندا ۽ جهولندا. باقي جي هو جمالو يا دمادم مست قلندر آيو ته پوءِ تاڙين جا ٺهڪا هوندا. راڳ جي قدرداني سماج جي وچولي طبقي ۾ خاصي ٿي ڏسجي. باقي پئسي وارا راڳ جي قيمت نوٽ سمجهن. ڪي وري اهڙا اجايل جو هر هر فرمائش ڪندي به سندن ٻڌڻ جي پياس نه ٻجهي.

س: اوهان جي راڳ جا ڪيئي شيدائي آهن. پر اوهان کي اهڙا ڪي واقعا سجهن جن ۾ اوهان جي راڳ جي غيرمعمولي قدرداني ڪئي وئي هجي.

ج: ٻن موقعن تي راڳ جي قدرداني غير معمولي نوعيت جي ٿي هڪ مثال ته اهڙو آهي جو اڻ وسرندڙ آهي ۽ عمر ڀر مون کي ياد رهندو. هي قصو لنڊن جو آهي جتي منهنجي ڊيٽ ويٽ هڪ اهڙي سنڌي گهراڻي سان ٿي جي ورهاڱي واري زماني ۾ سنڌ کان لڏي ويا هوا. مسٽر ”ملهوترا“ ۽ سندس گهر واري ”يسودا“ ٻيئي راڳ جا بيحد شوقين ۽ خاصي چاڻ رکندڙ آهن. منهنجي چاڻ سڃاڻ ڪرائڻ خاطر پنهنجي گهر ۾ راڳ جي محفل رچايائون جنهن ۾ هن پاڪستان توڙي لنڊن جي گهڻن ناميارن شاعرن، ليکڪن ۽ موسيقارن کي دعوت ڏنائون. مانيءَ کان پوءِ راڳ جي محفل گرم ٿي جنهن ۾ هر هڪ ٻهرو ورتو. ڏاڍي سهڻي محفل هئي. ماڻهو جاڻو ۽ سريلا هئا. مون به پنهنجو وارو وڄايو ۽ جيئن سيني جو چوڻ هيو ته سنو ڳايو.“

محفل ۾ هڪ نوجوان سنڌي نينگري پڻ ويٺل هئي جا ميزبان وٽ مهمان طور ٽڪيل هئي. مون جڏهن راڳ ڳائي بس ڪئي ۽ محفل جي پڄاڻيءَ تي ٻاهر اڱڻ ۾ اچي موڪلائڻ جي ڪيم ته نوڪري اچي اڳيان بيٺي. چيائين ته اوهان ڏاڍو سنو ۽ سهڻو ڳايو ۽ جي اوهان جي مرضي هجي ته آءٌ به

اوهان جي فن جي تعريف جا چار اکر چوان؟ آءُ هڪي ٻڪي ٿي سندس چهرو تڪيندي رهيس. مون لاءِ هي پهريون ڀيرو هيو جو ڪنهن اجازت طلب ڪري پوءِ ساراه جي سخا پئي ڪئي. جيئن مون ڪنڌ ڌوڻ ڪري ڪيس اهڙي آگيا ڏني، ته ڏٺم ته هو پنهنجي جذبات تي ڪنٽرول ڪندي به اکين ۾ آب روڪي نه سگهي ۽ ڳوڙها سندن ڳلن ڪان جاري رهيا. مون ڪيس ڳراٽڙي پائي سرچائڻ جي ڪئي.

سڏڪا ڀريندي چيائين ته "ارمان هن ڳالهه جو آهي جو ڪوبه ماڻهو اوهان جي راڳ جو مناسب قدر نه ٿو ڪري ۽ هر هڪ رسمي واه واه ڪري چپ ٿو ٿيو چوري. پنهنجي مرحوم پيءُ جو قصو بيان ڪندي چاڻائين ته سندس پيءُ صبح سوير پوڄا پاٺ ڪري راڳ جو ڪئسيٽ ٻڌندو هيو جو "اوهان جو ڳايل آهي. ان زماني ۾ مون کي سنگيت جي ايتري ڄاڻ نه هئي جيتري اڄ آهي. نه وري آءُ اهو راز سمجهي سگهندي هيس ته منهنجي پيءُ کي اوهان جي آلاپ ۾ ڪهڙو لاڀ ٿي رهيو هيو.

هاڻ جڏهن اوهان کي روبرو ٻڌو اٿم ته مون کي هاڻ ڄاڻ پوي ته اوهان جي ڪلام ۾ ڪهڙو جادو سمايل آهي!"

س: اهڙو ڪو ٻيو مثال؟

ج: اهڙو ٻيو تجربو به مون کي انگلنڊ واري دوره ۾ ٿيو. برمنگهام ۾ هڪ محفل موسيقي تي وڃڻ ٿيو. محفل جي پڄاڻيءَ تي هڪ انگريز ميوزڪ ڊاريڪٽر مون وٽ آيو ۽ منهنجي راڳ جي تعريف ڪيائين. چيائين ته يورپ ۾ مشرقي ملڪن جيان ويهي ڳائڻ جو رواج بلڪل نه آهي. يورپ واري موسيقيءَ ۾ راڳ سان ڳائيندڙ جي جسم جي بيهڪ، چهرو ۽ سندس هٿن پيرن جي جنبش سڀ تڪساد شامل آهن. ان ڪارڻ يورپي ماڻهو هن راءِ جا آهن ته ويهي ڳائڻ سان راڳ سان پورو انصاف ڪري نه ٿو سگهجي. اهو ئي سبب آهي جو يورپ توڙي آمريڪا ۾ بيٺي ڳايو ويندو آهي. مون کي راڳ لاءِ واڌائي ڏيندي چيائين ته "هي پهريون دفعو آهي جو مون کي اهڙي راڳيندڙ جي سنگيت ٻڌڻ جو اتفاق ٿيو آهي جنهن کي ويهي ڳائڻ جي باوجود ساڳي حيثيت حاصل هئي جا بيهي ڳائڻ ۾ شايد ڪنهن کي مشڪل حاصل ٿئي ها."

س: راڳ ٻڌڻ ۾ ماڻهن جي پسند جي ڪسوٽي ڪهڙي آهي؟

ج: راڳ سلسلي ۾ ماڻهن جو رد عمل مختلف قسم جو هوندو آهي. مثال طور سنڌ جا ماڻهو هميشه راڳ يا راڳڻيءَ لاءِ فرمائش ڪندا آهن ته "راڻو ٻڌاءِ يا سورٺ يا ڪوهياري وغيره" ڪراچيءَ جا مهاجر وري ڪنهن

اڙدو شاعر جي شعر جي فرمائش ڪندا آهن تہ ”فيض جو ڪلام ٻڌاءِ يا اقبال کي ڳاءِ.“ پر سنگيت جي ڪنهن بہ سر ٻڌڻ لاءِ ڪڏهن بہ سوال نہ ڪندا. اهو ڏيکاري ٿو تہ سنڌين ۾ راڳ جي سڃاڻ ۽ شعور آهي ۽ اردوءَ وارن ۾ شاعر ۽ سندس شعر جي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪاروبار ۾ مشغول رهڻ جي ڪري کين سنگيت سمجهڻ يا سکڻ جو وقت ئي ميسر نہ هجي! هونئن بہ سنڌي ۽ ٻين راڳ جي شائقن ۾ وڏو تفاوت آهي. سنڌي ٻڌندڙ هميشہ راڳيندڙ جي راءِ سان متفق ٿيندو ۽ کيس پنهنجي مرضيءَ مطابق ڳائڻ لاءِ ڇڏي ڏيندو تہ ڀلي جو سندس دل کي وڻي سو ڳائي. اڙدوءَ وارا هميشہ پنهنجي فرمائش جي ڏونڪ لائي ڏيندا تہ ”فلان صاحب کا شعر سنائين!“

س: اوهان جي خيال ۾ هن وقت سنڌ اندر راڳ جا استاد چاٿو يا سهٺا ڳائڻ ڪير آهن؟

ج: سنڌي ڳائڻ ۾ محمد يوسف سنو ڳائڻو آهي ۽ راڳ جي چڱي خدمت ڪئي اٿس. سنڌ ۾ سڀ کان پختو ڳائڻو اسان واري زماني ۾ استاد منظور علي خان هيو جنهن کي ٻڌي ٻڌي ٻيا ڳائڻا تي پيا. ڪجهہ عرصو اڳ استاد الهڏنو خان نوناري بہ پنهنجي وقت جو سنو ڳائڻو هيو. باقي جيوٽي ٻائي اسان کان اڳ واري دور جي هئي ۽ اسان روبرو نہ ڏٺي نہ ٻڌي. سندس هڪ اڌ رڪارڊ ٻڌڻ جو موقعو مليو آهي جنهن جي ٻڌڻ بعد هي تاثر ملي ٿو تہ سندس آلاپ جون حدون نهايت وسيع هيون. باقي ملڪ جي جملي موسيقارن ۾ منهنجي پسند جو ڳائڻو استاد سلامت علي خان آهي.

س: سهٺي راڳ جي آلاپ سواءِ ٻي سڃاڻ ڇا آهي؟

ج: راڳ جو حسن آهي آلاپ کي ريجهائڻ ۽ ٿهلائڻ. جئن پتنگ بازي جا شونقين لغڙ کي پاسا ونرائين. گوهيون ڏيارين يا وري گهٽ هٺي ڀيهر ڪنهن سان انگ اڙائين. اوهان مهدي حسن يا غلام عليءَ کي غزل يا ڪافي ڳائيندي ڏٺو هوندو تہ اهي پنجن ستن سرن واري غزل ۾ ڪيترا نوان سر ملائي پوءِ تا ڳائين. مثال طور ”يمن“ ۾ ست سر سمايل آهن ۽ هر سر جي گردان لاءِ بارنهن رخ يا لاڙا آهن. ان لحاظ کان هڪ چاٿو ڳائڻو انهي ۾ غزل آلاپيندي چوراسي موڙ اورانگهي سگهي ٿو بشرطيڪ کيس هر ور وڪڙ جي ڄاڻ هجي ۽ هو سڀ گهٽ گهير لنگهي واپس ماڳ اچي سگهي. راڳ ڳائڻ ۽ وري اسٽيج تي اچي شائقن اڳيان پنهنجو فن پيش ڪرڻ هڪ وڏو هنر آهي ۽ هن هنر ۾ مهارت حاصل ڪندو تہ هر هنڌ راڳ جو راڄا سڏبو.

س: اوهان سنڌيءَ کان سواءِ ٻين ٻولين جهڙوڪ اڙدو، سرائڪي ۽

بلوچيءَ ۾ به ڪيئي ڪافيون، غزل ۽ گيت ڳايا آهن. منهنجي خيال ۾ اوهان کي پڪي راڳ يعني ڪلاسيڪي موسيقيءَ تي به خاصي دسترس حاصل آهي. اوهين ٻڌائي سگهندا ته عام ماڻهن ۾ اوهان جي مقبوليت جو خاص ڪارڻ ڪهڙو آهي؟

ج: منهنجي ذاتي راءِ مطابق منهنجو "عارفاڻو ڪلام" ماڻهن ۾ وڌيڪ مقبول آهي بنسبت اڙدو غزل جي. مون کي جڏهن به ڪا فرمائش تي آهي ته اها هميشه فقيراڻي ۽ عارفاڻه ڪلام ڳائڻ لاءِ. ڏسان پيئي ته منهنجي سڃاڻپ ئي فقيرن ۽ درويشن جي عارفاڻي ڪلام ڳائڻ سان آهي. ماڻهن جي پسند کان الڳ آءٌ پاڻ به عارفاڻي ڪلام ڳائڻ وقت پنهنجي "آپي" ۾ خير کي هوندي آهيان. ڳائڻ وقت پاڻ تي هڪ خاص قسم جو خمار اثر انداز ٿيندي ڏسندي آهيان جيئن ڪو نشو آٽيندڙ دوا جو تاثر هجي. ڪيئي ڀيرا عارفاڻو ڪلام ڳائيندي آءٌ پنهنجو پاڻ کي ڀلجي ويندي آهيان. محسوس ٿيندو اٿم ته ڪو ڳائڻ وارو تو ڳائي ۽ آءٌ ته فقط ويٺي تي چپ چوريان.

س: اوهان کان راڳ جي سلسلي ۾ ڪڏهن اهڙو ڪو سوال ڪيو ويو آهي جنهن جو بروقت اوهان وٽ ڪو جواب هيو ئي ڪونه يا وري اوهان سوال جي نوعيت کان لاجواب ٿي چڪا هجو؟

ج: هائو- اهڙو هڪ واقعو ويجهڙائي ۾ ٿي گذريو. ولايت جي تازه دوره تي هڪ محفل ۾ ذائقي بدلائڻ لا عارفانو ڪلام ڳائڻ جي ڪيم، جنهن سواءِ پنهنجي پروگرام کي اڌورو سمجهندي آهيان. پبلڪ ٽوٽي جو اڙدو ۽ پنجابي گانن ۾ دلچسپي رکندڙ هئي تڏهن به هنن دل کولي قدرداني ڪئي. محفل جي پڄاڻيءَ تي هڪ انگريز جوڙي، جن کي ايشيائي ٻولين جي خاصي ڄاڻ ٿي ڏٺي، ڪلام جي معنيٰ ۽ مقصد بابت بحث ڪندي هنن مون کان منهنجي گهر ٻار، مڙس ۽ ذاتي مال املاڪ بنسبت سوال ڪيا. آخر ۾ چيائون ته "اوهين ايشيائي ماڻهو عجيب آهيو. اوهان کي پنهنجا گهر گهاٽ ۽ ڏنڌا ڌاڙيون آهن. اوهان ڪٽنب ۽ ٻچن ٻارن وارا آهيو. پوءِ ڪهڙي ڪارڻ اوهين عارفاڻو ڪلام ڳائي ٻين ماڻهن ۾ هي تبليغ ڪرڻ ٿا چاهيو ته هي دنيا هڪ خواب آهي. ڌن دولت ڌوڙ سمان آهي؟ هن قسم جا عام ماڻهن تي اثر وجهڻ ۾ اوهان ڇا حاصل ڪرڻ ٿا گهرو جڏهن ته اوهين پاڻ دولت جي ڪِيڏ ڊوڙ ۾ شامل آهيو؟" مون وٽ ته ڪو جواب هيو ۽ نه آهي. اجان ويٺي سوچيان ته آءٌ عارفاڻي ڪلام ڳائڻ ۾ ڪيتريقدر حق بجانب آهيان.

# درياهي گهوڙو

اوهان ضرور اهڙا ماڻهو ڏٺا هوندا جي اڪثر اوقات پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندا رهندا آهن. ڪي وري پالتو جانور سان، پهرن جا پهر ائين پيا گفتگو ڪندا رهندا، چڻ تہ ورهين جا وچڙيا مليا آهن. مامو خانو بگيءَ وارو، مون پنهنجي اکين ڏٺو تہ پنهنجي گهوڙي سان، سندس مالش ڪندي ، ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهريون ڪندو رهندو هيو. هيءَ بہ ڳالهہ آهي تہ مامو، رب بخشيش، آفيم ذرڙو واپرائيندو هيو. پر مون تہ اهڙا بہ الله جا بندا ڏٺا هوا، جي درياهہ سان ڳالهيون ڪندي ڪنڌ ائين ڌوڻيندا هئا، چڻ ڪين سدن سوال جو جواب ملي رهيو آهي. جيڪڏهن اهڙن ماڻهن ۾ اڄڪلهہ ڪو جيئرو جاڳندو نہ هجي ها تہ شايد پڙهندڙ ائين وسهن ها تہ لکندڙ ڪنڊ تو ڪاڻي. اهڙن انسانن مان هڪ عدد داڻو ڪٺو اڃا سوڌو حال حيات آهي، حالانڪ هو جهور ڪراڙو ٿي چڪو آهي ۽ سندس هٿ پير ء ڪنڌ مسلسل ڏڪندا رهن ٿا. پر سندس درياهہ سان دوستي ۽ برادري اڃا سوڌو دائم قائم آهي. پنهي جا دوستانہ ۽ برادرانہ تعلقات اڄ ڏينهن تائين اُهي ئي آهن جي اڄ کان سٺ سال اڳ هوا.

نالو غلام رسول ذات جو ملڪ، ضلع جيڪب آباد جي تعلقي ڪشمور جي هڪ ننڍڙي واند جو رهاڪو آهي،. جا بستي درياهہ جي ڪچي ۾ آباد آهي. درياهہ جي واند سان ايتري ويجهڙائي آهي، جو اڪثر چيو ويندو آهي تہ درياهہ جو پاڻي واند وارن جي چائٺ چمندو ٿو رهي. شڪر الحمدالله جو اهو معاملو چم چٽ تائين محدود آهي، ورنہ جيڪڏهن درياهہ خدا نخواستہ واند کي ياڪر يا ڳراٽڙي پائڻ جو ارادو ڪري تہ پوءِ تہ شايد واند جو وجود لاءِ ئي خطره پيدا ٿي پوي. غلام رسول جو درياهہ سان رشتو ۽ ناتو پال جتيءَ جي زماني کان شروع ٿيو، جڏهن سندس امڙ درياهہ ڪناري ڪپڙا ڌوئيندي هئي ۽ پاڻ ڪنڌيءَ تي لڏڙي جيان پيو منجهس تڙڳندو رهندو هيو.

ڪجهه وڏڙو ٿيو تہ واڻي جي پيڻ هم عمر ڇوڪرن سان گڏ سندس راند روند ۽ وندر ورونهہ ٻن درياهہ جي اوسي پاسي وارن سرن ۽ ڪانهن جي ٻوڙن سان ٿينديي رهندي هئي. جڏهن اڪيلو يا دلگير ٿيندو هو تہ پهرن جا پهر ڪنڌيءَ ڪناري ويهي درياهہ جي وهڪري کي گهوري ڏسندو رهندو هو. پاڻيءَ سان سندس والهانہ محبت هئي ۽ هو درياهہ جي موج مستي کي ڏسي ائين پيو خوشيءَ کان ٽڙندو رهندو هو، جئن ڪا ماءُ پنهنجي سڪيلڌي پٽ کي ٽپا ٽينگ ڏيندي ڏسي ٽرندي آهي ۽ سندس هر شرارت حرڪت تان وار وار صدقي ويندي آهي. هيءَ خبر غلام رسول کي بہ ڪانہ هئي تہ درياهہ سان سندس ڳوڙهي نسبت ڪهڙي سبب هئي؟ آخر هو ڪو فيلسوف ٿورو ئي هو، جو ويٺو قدرت ۽ قسمت جا قورا قولهي. هو سادو سودو ڳوٺاڻو ماڻهو هو ۽ ڪيس ڪهڙي خبر تہ درياهہ جي وهڪري، وقت ۽ زندگيءَ جي گذر درميان چوليءَ دامن جو ابدي رشتو هيو ۽ ٿلهي ليکي ٿيئي هڪ هوا.

آخرڪار غلام رسول اچ ننڍو سيان وڏو تان جو اچي جواڻ جمال ٿيو. وقت گذرندو رهيو ۽ درياهہ بنسبت ڪيس ڊپ ڊاءُ ڏنا ويا هوا ۽ جي وچ وارن غلط فهميون پيدا ڪيون هيون سي ختم ٿينديون رهيون. آخر پيار جو اهڙو مرحلو بہ آيو، جو غلام رسول جو اڪثر واندو وقت درياهہ جي قربت ۾ گذرڻ لڳو. هي اهو زمانو هيو جو غلام رسول پنهنجي اندر جا راز درياهہ سان وڏي واڪي سلڻ لڳو. ٿورڙي ئي عرصي اندر درياهہ بہ پنهنجي دستوري حضور شرمي ڇڏي، ساڻس سور سلڻ جو سلسلو شروع ڪري ڏنو. هاڻ ٻنهي درميان حجاب ختم ٿي چڪو هو ۽ غلام رسول جيئن گونگي جي ٻولي گونگي جي ماءُ سمجهندي آهي، تيئن درياهہ جي هر رمز ۽ راز کي پروڙڻ لڳو.

هونئن بہ هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ سنڌ سنڌين جو سنڌو درياهہ سان رت جو رشتو آهي ۽ هئڻ بہ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جو جدامجد ۽ معمار آهي ئي سنڌو. سنڌوءَ ڪروڙها ٽن لٽ جا دور دراز مفاصلن کان آڻي هن ملڪ کي ٺاهيو ۽ هر سال ڏڪا ڏيئي سمنڊ کي اڳيرو پڇايو. نہ فقط سنڌ جي تعمير ڪيائين پر سنڌ وارن جي گذر سفر جو ذمون بہ پاڻ تي ڪنيائين. امريڪن ايڊ تہ آئي ڪالهہ، هيتريون صديون سنڌ کي ڪنهن ٿي پاليو؟ شايد اهو ئي سبب هو جو سنڌين جو اوائلي ۽ اولين ڌرم هو پاڻيءَ جي پوڄا ۽

پوڄارين کي "درياهہ پنٿي" سڏيو ويندو هو.

اڄ ڏينهن سوڏو انهن "دريا پنٿين" جا آثار موجود آهن. لال بکر، زندهہ پير ۽ ساڌ ٻيلو ان دؤر جا يادگار، زندهہ آهن. هاڻ بہ اڳوڻي زماني جيان سنڌوءَ کي "درياهہ شاهہ" يا خواجہ خضر جا لقب ڏنا ويندا آهن. انهن پاڻيءَ جي پوڄارين جي مندر ۽ مڙهين جو سينگار کو بت يا مجسمہ نہ هوندو هيو. خالي ڏيورو پر پاڻيءَ ڪناري يا پاڻيءَ وچ ۾. لس ٻيلي ۾ اڃا سوڏو اهڙا ڏيورا موجود آهن جن ۾ ديوار تي فقط هڪ بزرگ انسان جي تصوير چٽيل آهي جو مڇيءَ تي سوار آهي.

خود منهنجي سانير ۾، مون کي ياد آهي تہ ڪيترن ماڻهن جا نالا دريا خان يا دريانو مل تائين محدود هوندا هوا. اسان جي ڳوٺ ۾ فقط هڪڙي ماڻهوءَ جو نالو سمندر خان هيو. اهو بہ هن ڪري جو سندس پيءُ جي پنهنجي پاڙيسري دريا خان سان دشمني هئي ۽ ان کي نيچو نوائڻ لاءِ پنهنجي پٽ تي سمنڊ جو نالو رکيو هوائين. اهي زمانا تہ پنهنجي جاءِ، پر اڄ بہ ڪو سنڌي مهيني ماسي جڏهن ڪنهن خوشيءَ جو اظهار ڪندو آهي تہ اهو بہ "وهواه" چوڻ سان يعني وه واه.

پر وقت جا وارا نيارا آهن. ڪا شيءِ هڪ برج تي نہ ٽڪي رهي. وقت سدائين پيو ساندي جيان رنگ روپ مٽائي. زماني جي ڦيرن گهيرين سبب اهي درياهہ پنٿي ڪجهہ مري کپي ويا ۽ بقايا ڪجهہ وري لڏي ويا. درياهہ ۾ اٽي جا ڏيئا ٺاهي تيل ۽ وٽ وجهي کين روشن ڪري پاڻيءَ ۾ تاريندا هوا. شوراتڙين تي درياهہ خواهہ سندس واه ۽ واهين تي ميلا لڳندا هوا. رات جو سنڌو درياهہ جي آسمان سان چٽا پيٽي تيندي هئي تہ ستارن جون لاٽون مٿي گهٽيون يا ڏيئن جو لاٽون هيٺ گهٽيون. نہ فقط پاڻيءَ جي خالي پوڄا ٿيندي هئي، پر درياهہ جي مخلوق جي پڻ خاصي خاطر تواضع ڪئي ويندي هئي، ڪڳن ۽ گندٽن کي اٽو ڳوهي ڳوڙهيون ٺاهي کين روزانہ راشن سپلاءِ ڪيو ويندو هيو. واڳن ۽ سيسرن کي ٻڪر کهي ڪارايا ويندا هوا. دعوتن جي ڏم هن حد تائين هوندي هئي جو پلو سمند ڪان هلي درياهہ داخل ٿي سڌو زنده پير تائين سکر سلام لاءِ وارد ٿيندو هو. بابي مرحوم ٻڌايو هيم تہ سندس ڏينهن ۾ درياهہ جي ليٽ کي بہ دهلن دمامن ۽ شرنائين سان آجيان ڪري اڳيرو سوريندا هوا. توڙي جو درياهہ پنٿي لڏي ويا پر اتان بہ هاڻي

سندن غوغاءُ هي ٿو ٻڌڻ ۾ اچي تہ:

گنگا جمنا امرت امرت
پر ٿنج تہ پنهجي سندو آهي."
(شيام)

اڄ قصو ڪجهہ اور آهي. درياهہ آهي پر دريانو مل لڏي هليو ويو جو درياهہ جو پوڄاري هو. باقي رهيو دريا خان. اهو پاڻ خان، هاڻ ان جي درياهہ سان دوستي ڪيئن ٿئي. ان ڪري جڏهن تنجائي هليا ويا تہ هاڻ گهٽا ڪير ڏئي. اسان مان درياهہ دلي ٿي ختم ٿي ويئي. ڪڳا تہ در ڪنار پر ڪوپاڙي وارن ڪي ٽڪر ڳيو ڪونہ ٿو ڏئي، حالانڪ اسان جي سهڻي سائينءَ جي حديث آهي تہ جيڪڏهن اوهان جي پاڙي اوڙي ۾ ڪو بکايل موجود آهي تہ اوهان تي ماني حرام ٿي وڃي ٿي. خير، مقصد هيو هي چوڻ تہ رفتہ رفتہ درياهہ ۽ سنڌين درميان شڪررنجي پيدا ٿي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪن چغلخورن ابتيون سبتيون ڳالهيون ڪري ڏرين درميان غلط فهمي پيدا ڪئي هجي، يا وري درياهہ کي برغلايو هجي. ڪن جو هي چوڻ آهي تہ سهڻيءَ جي پاراتي وڃي هٿي هنڌ ڪيو ۽ درياهہ کي جي ڏمڪيون ڏنيون هٿائين تہ "درياهہ توٽي دانهن ڏيندس ڏينهن قيامہ جي." ان بعد ٻنهي جا تعلقات اهي نہ رهيا جي اصل کان هوا. هاڻ تہ سنڌين بہ درياهہ سان بائيڪاٽ ڪري ڇڏي آهي ۽ سندن درياهہ سان واسطو محرم جي تابوتن ٺارڻ تائين محدود آهي.

پر غلام رسول تي سنڌو ۽ سنڌين جي گهرو لڙاين جو ڪو اثر ڪونہ پيو. هو درياهہ سان "تومن شدم ۽ تومن شديءَ" واري اصول تي هميشہ ڪير ڪنڌ رهيو. جوانيءَ ۾ جڏهن غلام رسول کي هيءَ ضرورت پيش آئي تہ پنهنجي گذر سفر لاءِ ڪونہ ڪو ذريعي معاش تلاش ڪري تہ هن درياهہ کان دور رهڻ جو وڇوڙو برداشت ڪرڻ کان هي بهتر ڄاتو تہ اهڙو ڪاروبار ڪيو وڃي جو پريت بہ رهجي اچي ۽ پيٽ گذران لاءِ پورهيو بہ ٿيندو رهي. ان آچار آبپاشيءَ جي کاتي ۾ بطور بيلدار جي وڃي ڀرتي ٿيو ۽ کيس مقامي طور درياهہ جي ڪنڌي ڪنارن وارن بندن جي سار سنڀال تي مقرر ڪيو ويو.

ملازمت دوران جڏهن غلام رسول کاتي جي عملدارن سان لهہ وچڙ ۾ آيو، تڏهن کيس خبر پيئي تہ اهي سڀ انجنير حقيقت ۾ درياهہ جي خلاف هوا ۽ سندن درياهہ ۾ ڪا خاص دلچسپي يا سائنس همدردي ڪانہ هئي. هنن

هميشہ درياھ کي هڪ خطرناڪ ۽ خوفناڪ اژدها جيان ٿي تصور ڪيو ۽ سدائين ڪيس نيچو نوائڻ لاءِ سازشون ٿي ڪيائون. ڪن درياھ کي بندن جي قيد ۾ جوڪنيو جڪڙي ٻي بس ٻڌائڻ ٿي گهريو تہ ڪن وري سندس پاسا چيري، سندس سيني ۾ پٿر سيمنٽ ۽ لوهي سيخون هڻي ڪيس لولو لنگڙو ڪرڻ ٿي چاهيو. غلام رسول هر موقعي تي وجهہ وٺي انهن درياھ جي بدخواه ۽ بي خبر عملدارن کي درياھ سان دوستي رکڻ ۽ ڪيس پيار ذريعي گهيتارڻ لاءِ مشورا ڏيندو رهيو. پهريون تہ ڪيس ٻڌو اڻ ٻڌو ڪيو ويو ليڪن ڪيل اڳڪٿيون سو في صد صحيح ثابت نڪتيون ۽ پوءِ سندس راءِ کي وزن ڏيڻ لڳا. هو حيران ۽ پريشان هوا ۽ هي سمجهڻ کان قاصر هوا تہ هي چٽ ماٺهو درياھ جي راز ۽ رمزن کي ڪيئن ٿو سمجهي؟ ڪين اها ڀيٽ ئي نہ هئي تہ غلام رسول روزانو درياھ سان مجلسون ڪندو هيو ۽ درياھ ڪيس پنهنجي اوٿاين ۽ پوٿاين ۽ پروگرام کان آگاه ڪندو رهندو رهيو. غلام رسول اهي خبرون چارون انجنيرن اڳيان عيان ڪندو رهندو هو جي اڳوات جوڳا قدم کڻي بندوبست رکندا هوا جنهن ڪري درياھ مجبور ٿي پوندو هيو ۽ سندن مرضي مطابق سندن رٿيل راھ تي هلڻ شروع ڪندو هيو. حالانڪ درياھ ڪو اهڙو مت جو موڙهو ڪونہ هيو جو ڪيس خبر نہ پوي. ڪيس اها ڪڙڪ اڳيئي پئجي چڪي هئي تہ سندس راز ڪير ٿو فاش ڪري. پر ياريءَ جي لڄ رکڻ خاطر ڪڏهن ساٿس ڦورو نہ ڦوليائين ۽ نہ وري ڪڏهن پلجي ٻہ غلام رسول کي ڪا ميار يا مهڻو ڏنائين. آخر يارن سان کهڙا ليکا هوا.

مرحوم محمد موسيٰ سنڌ جو ناميارو چيف انجنير غلام رسول کي نہ فقط سڃاڻندو هو، پر سندس صلاحيت ۽ ڪيس درياه جي علم هئڻ کان بخوبي آگاه هو. مرحوم، غلام رسول جي خدمت جو قدر ڪندي ڪيس اضافو ڏيئي ڪيس بيلدار مان اوورسيئر مقرر ڪيائين.

غلام رسول گهٽيون ٺي دانهون ڪوڪون ڪيون تہ سائين آءٌ اڻ پڙهيل ۽ ڪورو چٽ آهيان، پر محمد موسيٰ مرحوم کي خاطري هئي تہ هو گهٽ پڙهيل ۽ ڳڙهيل انجنيرن کان وڌيڪ قابل ۽ ڪارآمد ثابت ٿيو هو.

غلام رسول کي اوورسيئر مقرر ڪري، مٿس هي ڪم رکيو ويو تہ هر سال هو درياھ ۾ هلندو رهي ۽ درياھ جي رخ رواج، سندس طبع جي هر موڙ

۽ موڊ جو جائزو وٺندو رهي ۽ اهڙي ساليانې رپورٽ ڪيس ڏيندو رهي. اِن ڪم جي سلسلي ۾ کيس هڪ ٽوڪلي، ٻيڙي ڏني ويئي ۽ ٻيا سواريءَ علاوه سنڌس جاءِ رهائش پڻ هئي. هر سال غلام رسول ٻيڙي ذريعي درياهه جو (اوپارو) رخ ڪندو رهيو. صبح شام، تتي ٿڌيءَ، سيارو ۽ اونهارو غلام رسول درياهه داخل هوندو هيو. اڄ اڄ ڪري ۽ سپاڻ مٿي ڪوٽڙي ۽ ٻرٻٽن پنجند، اهي سنڌس واهيرا ۽ ٽاڪ هوندا هوا. ٻورا ڏهه مهينا غلام رسول درياهه جا گهٽ گهير ۽ سنڌس وهڪري جا لاها چاڙها پيو نظر مان ڪڍندو هو ۽ نديءَ ٻني رخ جا نقشي واري ڪاغذ تي ڏنگا ڦڏا ليڪا پيو ڪڍندو هو. ٻارهين مهيني واپس ڪشمور ورندو هيو ۽ عملدارن کي پنهنجي وڙتل جائزي کان آگاهه ڪندو هو. اُن رپورٽ ۾ غلام رسول هي خبر پڻ ڏيندو هو ته ايندڙ سال درياهه جو وهڪرو ڪهڙي رخ ۾ زور وٺندو، ڪهڙي ڪناري ڏانهن لٽ چڙهيندو، ڪهڙي پاسي کان ٻائيندڙ ڪندو ۽ ڪٿي ڪٿي سنڌس ڪاٽ جون علامتون ظاهر ٿينديون. اهڙي حال احوال آڌار ڪاتي جا عملدار عملي طور قدم کڻندا هوا. انديشو ڏيکارين جڳهن تي بند مضبوط ڪيا ويندا هوا ته ڪٿي وري بندن پٺيان منگليون پيا ٺاهيندا. وهڪري جي زور ڀڃڻ لاءِ ڪنارن جي ڪاٽ روڪڻ لاءِ پٿرن جا تڪنبا ٺل (Spurs) ٺاهي اڳواٽ ڪنارن جي ڪاٽ روڪيندا هوا جنهن درياهه جي زبردستي جو ڪو اثر نمودار نه ٿيندو هيو. اهڙن اڳ اپاون وٺڻ ڪري درياهه جي غصي، غضب ۽ ليٽ پيٽ جو مناسب ۽ جوڳو علاج ترت عمل ۾ اچي سگهندو هو ۽ سنڌو خيرين صلاحين ۽ ساڻ چٽن تڪبيرن جي، صلح سانت سان ڪيٽي بندر پنهنجي ساهري گهر وڃي رسندي هئي. نديءَ جي اهڙي چڱي چال چلت باعث هر سال سنڌ جي انجنيرن کي شاباس ملندي هئي ۽ سنڌ ۾ انجنيري فن جي ملڪان ملڪ هاڪ هوندي هئي. اها غلط فهمي اڄ ڏينهن سوڌو هلندي اچي ته اسان جي سنڌ جا انجنير نهايت قابل ۽ هوشيار آهن ۽ کين درياهه جي رڳ رڳ ۽ رڳن جي بلڊ پريشر ۽ ٽيمپريچر جو پورو پورو علم آهي. حالانڪ ڪاميابيءَ جو سهرو غلام رسول جي سر تي هو.

١٩٤٢ع جو واحد سال هيو جو ڪنهن غلط فهميءَ باعث غلام رسول جي اندازي ۽ اڳ ڪٿين کي ڪا اهميت نه ڏني ويئي ۽ سنڌس رپورٽ کي نظر انداز ڪيو ويو. اُن جو نتيجو هي نڪتو جو نديءَ جي تباهيون ۽ بربادين

ٻوڏ ۽ پائيندڙ ذريعي سنڌ ۾ آنديون ان جو پتو انهن کي هوندو جي درياهه جي لپيٽ ۾ آيا هوندا.

١٩٧٢ع ۾ غلام رسول کي رٽائر ڪرايو ويو ان ڪري ١٩٧٣ع واري ٻوڏ البت سنڌ وارن کي مهانگي پئي. جيڪڏهن فقط سائنس صلاح مصلحت جو سلسلو ئي جاري رکيو وڃي ها ته به شايد ڪافي دقت کان بچاءُ ٿي سگهي ها. مصيبت هي آهي جو هاٿي جيڏي لهي هڪ لک ته مٿي سندس بها به لک. انجنيرن لاءِ جي درياهه چڙهي تڏهن به نعمت. وري جي ٻوڏ ڪري ته پوءِ نلي چاندي. هر ٻوڏ وقت به ٻوڏون عمل ۾ ايندڙيون آهن، هڪ پاڻيءَ جي، جنهن ۾ ماڻهن لاءِ آزار ۽ تباهي اچي ۽ ٻي ربين ۽ نوٽن جي ٻوڏ جا انجنيرن جي ائڊريس پڇائيندي سندن گهرن ۾ رسندي رهي ٿي. غلام رسول کي گهر ويهاري ۽ سندس ڪو جاءِ نشين مقرر نه ڪري هڪ اهڙي قسم جو خال پيدا ڪيو ويو آهي جو هاڻ اسان کي درياهه جي ارادن جي اڳواٽ خبر چار پوڻ ناممڪن آهي. هن مان هي شڪايت جو مطلب نه ڪڍيو وڃي ته ڪو غلام رسول کي پڳ ٻڌائي وڃي يا سندس خدمتن جو قدر ڪري ڪيس انعام اڪرام ڏنو وڃي. ٿي سگهي ٿو ته ائين ڪرڻ سان اسان جي انجنيرن جو رڪارڊ خراب ٿي پوي.

مقصد هي آهي ته اهڙي قسم جي ماڻهن جي تلاش ڪئي وڃي يا ترغيب ڏيئي اهڙا انسان تيار ڪيا وڃن جي درياهه جي وضع قطع ۽ طبع کان واقف ٿين ۽ اهڙو پروگرام اڳواٽ رٿين جيئن سنڌ جا باشندا پنهنجي ئي محسن جي مستيءَ جو شڪار نه ٿجن، جو حشر گذريل سالن ۾ ٿيو آهي. درياهه جو ڪجهه ڪيو آهي ان لاءِ ڪيس ڪو مهڻو يا ميار ڏيئي نه ٿي سگهجي. انجنيرن کي هي وڏي غلط فهمي آهي ته هنن چو طرف بند ٻڌي درياهه کي جڪڙي قابو ڪري ڇڏيو آهي، انهيءَ ڪري درياهه هاڻ بي ضرر ٿي چڪو آهي. جي ان خيال جا آهن، تن شايد نه درياهه جون اهي ڪاڙهيون اکيون ڏٺيون آهن ۽ نه وري درياهه جي تواريخ يا سندس شجري کان ئي واقف آهن.

غلام رسول جو طريقو عجيب وغريب آهي. هو چوندو آهي ته سنڌو درياهه دنيا جي جملي درياهن کان مختلف مزاج آهي. هو ته فقط درياهه جي جاگرافي ۽ تواريخ کان بخوبي آگاهه آهي، پر ڪيس سندس هر وروڪڙ ۽ هر

گهٽ گهير جي پوري معلومات حاصل آهي. هو سندس هر نخري ۽ نازڪ مزاجي ۽ نبض سڃاڻندو آهي. سندس دعوا آهي ته سنڌو پيار سان ضابطي ۾ اچي سگهي ٿو ۽ زبردستيءَ سان هر گز نه. ڪيس گهيٽاري سندس دل وٺي مٿس براجون ٿاهيو. سندس وهڪري کي موڙيو- پر پيار، عقل سان ۽ ادب سان. پر هڪواري توهان تڪڙ ڪري پنهنجي هلندي هلائي ۽ خدانخواسته هڪ وار درياهه بگڙيو ته پوءِ ٻانهو ۽ ڏٽي. اڳ جڏهن درياهه رسندو هو ۽ پنهنجو پيٽ ڦيرائيندو هو ته سنڌ جو اهو سمورو پاسو هڪدم سنجو ۽ برپٽ بيابان ٿي ويندو هيو ۽ ان رخ جي تهذيب ئي ختم ٿي ويندي هئي. اهو ئي سبب اهي جو هيل سوڌو سنڌوءَ پنهنجا ايترا پيٽ ڦيرايا آهن جو اڄ سوڌو اسان ايترا ڪپڙا به تبديل نه ڪيا آهن. جي سندس ڪاوڙجڻ ۽ رسڻ ڪري تباهي ۽ بربادي عمل ۾ آئي آهي، ان لاءِ سنڌ جي تاريخ جي ورق گرداني ڪيو ته اوهان کي خبر پوندي ته گهٽين ويهين سئو ٿيندو آهي. جي اڄ سنڌ ۾ اڻ ڳڻيا اجڙيل ڦتل، ڪنڊهر ۽ ڦٽيل شهرن جا آثار موجود آهن ته اهي پڻ سهٽي سنڌو جون موسمي مهربانيون آهن. بهتر ٿيندو ته پنهنجي بچاءَ خاطر ۽ سنڌ کي تباهيءَ کان پاسي رکڻ لاءِ غلام رسول ميدان عمل ۾ آندا وڃن سندن قدر ڪيو وڃي ۽ جڏهن سندن وقت پورو ٿئي ته سندن جاءِ نشين مقرر ڪيا وڃن ته جيئن درياهه ۽ درياهي رهاڪن جو دوستانه رشتو درياهي گهوڙن ذريعي زنده ۽ پائينده رهي.

# ملان دينو

انسان جي پيچاڙي واري وهي بہ سال جي آخري مند سمان پيئي ڏک ڏئي. جيئن خزان آئي وڻن جا پن پتا ساوڪ ڇڏي پيلا زرد ٿي سڪي وڃن ۽ بي ساها ٿي هڪ هڪ ڪري ڇڻي پٽ پون. زندگيءَ جي زوال جو ڊرامو بہ هوبهو ساڳيو پيو ڏسجي. مون پنهنجي ٻاراڻي اوستا ۾ جي ڪونڌ ۽ ڪوپا مڙس ڏٺا تن ڪي اڳتي هلي ڪرڙوڊ پوءِ پير مرد ۽ تهان پوءِ ضعيف ۽ زبون ٿيندي پسيو. وقت جي وهڪري سان، سانيڙ واري سموري لڏي کي "واري وٽي" تي اوڏانهن ويندو ڏٺم جتان ڪوئي موٽيوٽي ڪونہ آهي.البت ان زماني جي علامت، باقي بچيل هڪ عدد داڻو اهڙو ضرور وڃي رهيوآهي جو جهور ڪراڙي هوندي ۽ لٺ سهاري ٽڳندي بہ پنهنجي ڏماڙي ڪمائڻ ۾ اهڙو ٺي مشغول رهيو آهي جهڙو ڪيس سنيڪو سال اڳ ڏٺو هيم. هرهڪ ائين ٿي ڇاتو تہ ملان دينوءَ ڪانو جي هڏي کاڌي هئي يا وري شايد موت کان وسري ويو هيو، پر اڙي، ادا، موت ڪي ويسارو ڪتي. تازو ٻڌم تہ ملان دينو بہ آخر ساڳيو دڳ وٺي وڃي پنهنجي رب کي پرتو. انالله...

ملان دينو اسان جي ڳڙهيءَ جو نامي گرامي ۽ جڳ مشهور ملان هيو. ننڍا وڏا ۽ ٻار، ٻڍا، سڀ ڪيس ڄاڻندا سڃاڻندا هئا. هي ٻي ڳالهہ آهي تہ ڳوٺ وارا ملان جي منهن پوڻ يا سندس نالو وٺڻ کان بہ گهبرائيندا هئا.مون پنهنجي اکين سان انهن ماڻهن کي ڏٺو، جي ملان کي سامهون ايندو ڏسي رستو ڇڏي ڪنهن ڪنڊ پاسي لڙي ويندا هئا. ڪيترا تہ وري منهن، بوڇڻ سان ڍڪي ڪائونس موشو ڪندا هئا. جيئن ملا-ن جي متن نگاه نہ پوي. ائين بہ نہ هيو تہ ملان ڪو ڪاتڪو مڙس هيو يا ڪو آرڏو عملدار هيو جنهن جي اچاڻ يا زور ظلم کان ماڻهو ڪنبندا يا ڪَوَ ڪائيندا هجن. بلڪل نہ. هو نہ غريب مسڪين پنهنجي واٽ وارو ۽ الله جو نيڪ ٻانهو هيو.

البت سندس پيٽ گذر وارو پيشو ڪجهہ ڇرڪائيندڙ قسم جو هيو.

چو تہ سندس واسطو ۽ وهنوار جيئرن بجاءِ جنازن سان هيو، يعني ڪفن جي ”ڪريا ڪرم“ واري ڪار ڪرت ڪندڙ هيو.

”مڙه ماڳ رسائڻ هر ملان جو ڌنڌو آهي. پر ”ملان دينو“ واحد ملو هو جنهن جي چهري تي ڌنڌي جي ڇاپ جو ٺپو نمايان نظر ايندو هيو. سندس شڪل شبيہ هوبهو لاش جهڙي هئي، ۽ اڃا بہ ڪجھ وڌيڪ مايوس مرده ڏسڻ ۾ ايندي هئي. منهن جي رنگت ٽامڻيءَ جهڙي، جنهن تي مينديءَ رتي ڏاڙهي ۽ اڇاڻ تي مائل پوائٽيون اکيون ۽ وري نگاه هڪ ئي رخ ۾ دونالي جيان چست پڌل. عجب اهو جو گهمڻ وقت سندس ٻانهون لڏڻ بجاءِ بدن جي پاسن سان چهٽيل رهنديون هيون. معلوم ائين ٿيندو هيو ڄڻ ڪو جنازو دفن ٿيڻ کان اڳ جهٽ ڪن لاءِ پسار ڪري رهيو هيو. مٿس نظر پوڻ شرط اڳلي جي جسم ۾ سيسراٽيون ۽ درڙيون اڀرڻ شروع هيون. سندس جسم توڙي ڪپڙن کان ڪفن، ڪافور ۽ قبر واري بوءِ جاري رهندي هئي. جنهن گهٽيءَ مان هڪ ڀيرو سندس گذر ٿيندو هيو تہ ٻهرن جا ٻهر اها ڳلي هڪ عجيب ڏپ سان واسجي ويندي هئي. عام ماڻهن جو ڪائونس خوفزده هئڻ تہ سمجھ ۾ اچڻ جهڙو هيو، پر مينهون ڳئون بہ ڪيس ويجهو ايندي ٿاهم ڪائينديون هيون. خاص طور ڳوٺ جا ڪتا تہ ملان کي ڏسڻ سان ائين اوناڻ شروع ڪندا هئا ڄڻ سندس غيب شناس اکين خود ملڪ الموت کي تي ڏٺو.

گهڻن ماڻهن کي تہ ملان متعلق هي يقين ويهجي ويو هيو تہ ”موتي فوتي“ واري رسمي وهنوار کان علاوه ملان جو ”موت“ سان پنهنجو ذاتي بہ ڪو ڳهاٽو رستو هيو. ڇاڪاڻ تہ ڳڙهيءَ ۾ ٿيندڙ هر موت جي ڪيس اڳواٽ خبر پوندي هئي ۽ ڪن حالتن ۾ تہ خود مرڻ واري کان بہ اڳ ۾! مون کي ياد نہ آهي تہ ڪنهن جي بہ موت لاءِ، ملان دينوءَ کي ڪڏهن ڪنهن نياپي سنيهي يا ماڻهو موڪلڻ جي نوبت پيش آئي. بلڪ جنهن پاڙي ۾ قضيو ٿيڻو هوندو هيو تہ ملان ان محلي ۾ اڳواٽ چڪر ڏيندي ڏٺو ويندو هيو. ڄڻ موت ڪيس اڳيئي ڏاهم ڏيئي ڇڏي هئي تہ ”آءُ فلاڻي هنڌ شڪار لاءِ ٿو هلان ۽ تون سگهو ڪڍ اچ.“ ڳجھ کي بہ ڍوند جي ڄاڻ جانور جي مرڻ بعد پوندي آهي پر ملان کي اهڙو اطلاع ائڊوانس ۾ رسندو هيو، جو عجيب اتفاق پڻ هيو.

انهن ڏينهين ڳڙهيءَ ۾ ٻه ماڻهو اهڙا هوندا هئا جي هر موت تي حاضر ناظر ڏٺا ويندا هئا. هڪ ڊاڪٽر منگهر مل جو ڳڙهيءَ جي خانگي اسپتال جو نامور ڊاڪٽر هيو ۽ ٻيو ملان دينو. جتي ڊاڪٽر منگهر مل جو ڪم پورو ٿيندو هيو اتي ملان جو معاملو شروع ٿيندو هيو. شايد اهو ئي سبب هيو جو ٻنهي وچ ۾ نه فقط پيشه ورانه همدردي هئي پر پاڻ ۾ گهاٽي دوستي پڻ هئي. ٻنهي جي اڪثر ملاقات ان گهر جي آڳڻ ۾ ٿيندي هئي جتي موت واقعي ٿيندو هيو. پر ڊاڪٽر در کان ٻاهر قدم رکندي ۽ ملان اندر ايندي. هڪ ٻئي سان ڊهونڊه ٿيندي ۽ ڪنڌ سان ڪيڪر ڪندي ٻيئي هڪ ٻئي کي معنيٰ خيز نگاهن سان ڏسندا هئا. هونئن به وڏي ننڍي ڏينهن تي يا ”عيد براد“ تي ٻنهي جو پاڻ ۾ سوڪڙيون پاڪڙيون ڏيڻ وٺڻ جو رستو پڻ هيو. هي ڪرشمو به ٻنهي جي گڏيل ڪوشش جو نتيجو هيو جو ڳڙهيءَ ۾ هاڻ هڪ مقام بجاءِ ٻه ٻيا شاهي قبرستان وجود ۾ آيا هئا جن جي اراضيءَ ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿي رهيو هيو.

ملان حد درجي جو مانيٺو ماڻهو هيو ۽ سواءِ ”هان ۽ هون“ جي ٻيو اکر ورلي ڳوليندو هيو. ممڪن آهي ته ”ثور ڳالهائو“ هئڻ سندس ”فطرت“ بجاءِ ”عادت“ هجي. ڇاڪاڻ ته سندس گهڻو وقت انهن گراهڪن جي صحبت ۾ گذرندو هيس جي اڪثر هميشه لاءِ سرد ۽ خاموش ٿي ويل هئا. ملان جي منهن مبارڪ تي رونقي آثار ضرور نمودار ٿيندا هئا پر ورلي. خاص طور جڏهن ڪنهن امير ڪبير جو موت ٿيندو هيو جتان ڪيس لونگين ريشمي چادرن ۽ روڪڙ ملڻ جو لاڀ ٿيندو هيو. مون ڪيس ڳوٺ جي هڪ وڏي ماڻهوءَ جي جنازي تي ڏٺو. ملان جي چهري تي ڀهڪ ۽ سندس سفيد اکين تي بجليءَ جهڙي چمڪ طاري هئي. سندس وار وار کلي رهيو هيو. ٻانهون ڪنجي ۽ ور وجهي لاش مٿان ائين مڇي مڙس تي بيٺو هيو ڄڻ ساٿس جوڙو ملهن جو ڪري ڪو پلئو وٺئو هيس.

مون کي پنهنجن ٽن چئن مائٽن جي فوتيءَ تي ملان جي ڪاروباري طريقي ڪار جي مشاهدي مائڻ جو موقعو مليو. ڏٺم ته ملان ميت کي وهنجارڻ وقت ڄڻ ته ”اوڊر“ ۾، اچا به چئجي ته ”بيگر“ ۾ ٿي وهيو، پر ان ۾ ملان جو ڪهڙو قصور؟ اسان وارا مائٽ سدورا، سڀ نپٽ سچا ۽ پينگيا. جيئري ئي سندن نه ڪنهن ڪتيو ڪاڏو ۽ نه پنهنجن ئي ٽڪا وتيا. هونئن به

ڪنھن وٽ رکيو ڇا ھيو جو مٽن مٿان لک لٽائي. ظاھر آھي تہ اھڙن ڏيوالن جي جنازن ۾ ملان جي دلچسپي ڪھڙي ھوندي. نہ فقط سندن ڪفن جا ٽاڪا گراٽ گراٽ تي ٿي ھنيائين پر ڪفن جو سيبو ڪندي بہ ڏند ويٺي ڪرٽيائين. جي سندس وس پڇي ھا تہ جيڪر سندن ڇنگھہ ۾ رسو ٻڌي ائين ئي گھلي وڃي ڍير تي اڇلين ھا جيئن ميونسپل جا ڇھڙا مئل جانور نيڪال ڪندا آھن. پوءِ بہ جڏھن ڪيس وارو مليو ٿي تہ وس ڪان ڪونہ ٿي گھٽايائين. مامي گلڻ مرحوم کي غسل ڏيندي لڪس صابڻ جو فقط نالي ماتر رگڙو ڏيئي باقي چڪي ڪٽي پڳ جي ور ۾ ھٽي ڇڏيائين. ناني ڏنڻ جي جنازي ويل عطر جون ڀيئي شيشڙيون ائين ئي ثابت ڪٽي پنھنجي صدريءَ ۾ وجھي ڇڏيائين. ڪاڪي حليم مرحوم سان تہ ھاڃان ھٽي ڇڏيائين. سندس سينگار لاءِ آندل چندن جو چورو، ڪافور ۽ ڌوپ لڪائڻ گڏ ميت جي ڇيچ واري چانديءَ جي منڊي جا ماٽنن ڪان لاھڻ وسري ويئي ھئي، اھا بہ منھنجي اک وٽي صدريءَ ۾ وجھي ڇڏيائين. منھنجي گھوري نھارڻ تي شرم پرچائڻ لاءِ چيائين تہ اسلام ۾ مردن جي ڳھٽا پائڻ تي سخت منع ٿيل آھي ۽ زيورن بابت قبر ۾ ڏاڍو پڇاڻون ٿيندو آھي. ان ڪري منڊي لاھڻ لازمي ھئي. شڪر جو ڳنڍي ڇوڙن کي ان شرعي اصول جي خبر نہ ھئي نہ تہ جيڪر اھڙي فتوا حاصل ڪري ماٺھن جون منڊين گڏ آڱريون بہ ھوند ڪپي وڃن.

لوڀ لالچ ھر آدميءَ جي ڪمزوري آھي پوءِ ٿوري يا گھڻي. پر ھيچ مون فقط ملان ۾ ڏٺي. ھن ۾ شڪ نہ آھي تہ اھڙا طبعي لاڙا سندن تعليم ۽ تربيت جو حصو ھجن، جيئن ڪاڏي وقت آڱريون چٽڻ يا نڪاءَ واريون اوڳرايون ڏيڻ. پر ڪي عادتون ڏاٽٽن واريون بہ ھيون. ماٺھن لاءِ موت ھڪ غم ۽ الم جو واقعو ھيو پر ملان لاءِ "نر جي ٻھٽي." مرڻ واري جي لٽل ڪپڙي لٽي ۾ تہ ملان جو حصو ھيو پر ميت جي ڪفن دفن واري ساز سامان ۾ سندس پتي رکيل ھئي. ڪفن جي خريداريءَ ڪان ويندي گلاب جي شيشن ۽ لوبان تائين پسارين سان سندس ڪميشن ٻڌل ھئي. غسل وارو "مال پاڻي" ڦبائڻ ان ڪان الڳ ھيو. مون ڪنھن ڳنڍي ڪپ کي جيئرن جاڳندن جو کيسو بہ اھڙي صفائيءَ سان ڪتريندي نہ ڏٺو، جنھن ڦڙتائيءَ سان ملان مٽن جي مال تي ھٿ تي ڦيربو. شايد کيس ھيءَ خاطري ھئي تہ آخرت ۾ ليکو جيئرن جي مال جو ٿيڻو ھيو ۽ نہ مٽن واري مڏيءَ جو. حيرت ھن ڳالھہ جي نہ ھئي تہ ملان

چوري ٿي ڪئي. بلڪل نہ. پر هن ڳالهہ جي تہ ملان کي انسان جي آخري حشر جي پوري پروڙ هئي، ڇاڪاڻ تہ هر روز ڪئي مڙدا، ماڳ رسائي ٿي آيو. شڪر اهو جو مٿن جو مارڪيٽ ۾ ڪوڏي ملهہ بہ نہ هيو. پر خداناخواستہ ماڻهوءَ جا ڏند يا هڏا هاٿيءَ جيان عاج جا ٺهيل هجن ها تہ ملان جيڪر هر ميت جو هڏائو پڃرو بہ غسل ڏيندي غائب ڪري ڇڏي ها!

ٿي سگهي ٿو تہ ملان جي نيت تي شڪ ڪرڻ ۾ آءٌ سراسر غلط هجان. هي بہ ممڪن آهي تہ ميت تي خرچ ڪرڻ کي ملان فضول خرچي سمجهندو هجي. يا وري حقيقت پسند هئڻ ڪري هن خيال جو هجي تہ ميت کي جڏهن ڌوڙ ۽ ڌڌڙ ۾ دفن ڪرڻو هيو تہ باقي جهٽ گهڙيءَ لاءِ ڪيس عطر عنبر مکڻ يا سونهن لاءِ سينگار ڪرڻ مان فائدو؟ مقصد هيو مٽيءَ کي مٽيءَ حوالي ڪرڻ. پوءِ خاڪيءَ جا خاڪ سان کهڙا ليکا؟

7 نومبر 1984ع

# ڏاڪدر ۽ ڏوڪڙ

تازو هڪ ڊاڪٽر کي رشوت وٺڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪيو ويو. ڊاڪٽر خ راتي اسپتال ۾ ڀڳهاردار هيو ۽ ڪيس آپريشن به سرڪاري اسپتال ۾ ڪ رٽي هئي، جنهن لاءِ ڪنهن الڳ في وٺڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿي ٿيو. هي وا مو نهايت افسوسناڪ آهي ۽ ڏيکاري ٿو ته اسان جي ملڪ جا ڏاڪدر ص حبان ڪهڙي رُخ ۾ روان آهن. هونئن به ڊاڪٽر ڳريون فيون اُڳاڙڻ ۽ م يضن سان لاپرواهيءَ وارو ورتاءُ ڪرڻ جا عادي آهن. پنجئي آڱريون برابر نه آهن ۽ نه وري منهنجو واسطو فرشتن سان ٿو پوي. پر ڳالهه آهي اڪثريت ج . شل نه ڪو وچولي طبقي جو ماڻهو سندن ور چڙهي. نتيجي ۾ مريض ته و ي اڳي پوءِ ميوا شاهه ڀڇندو جا هر انسان جي آخري منزل آهي، باقي پ ان ڊاڪٽرن جي ٻلن ۾ مرحوم جو گهر به گروي ٿيندو يا نيلام!

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته اسان وارن ڏاڪدرن کي شايد استادن هي سبق پ ڙهايو ئي نه آهي ته ڊاڪٽري رڳو مايا ميڙڻ يا دولت ڪمائڻ جو پيشو نه آ ن ۽ نه وري وڻج واپار وارو وهنوار آهي. هي ته هڪ پاڪيزه منصب آهي يا د يو يا احا به پدوي آهي، جيئن ڪو غوث قطب يا ولي هجي. شفا آهي ئي ا جو خاص پورٽ فوليو جنهن ۾ ڊاڪٽر ياڳي ياڻيوار آهن. پر موت ۽ ـ اتي ته الله وس آهي. بقول ٻٽائيءَ جي ته "ڦڪيون تڏهن فرق ڪن، جڏهن ا ر ٿئين الله جو." ڊاڪٽرن جي وس آهي فقط درد دفعي ڪرڻ. باقي زندگيءَ . و مالڪ ته خالق پاڻ آهي.

هي درست آهي ته ڊاڪٽرن کي به پيٽ آهي، اهل عيال آهي ۽ ڪين به نيا ۾ رهڻو آهي. ان ڪارڻ هو ڊاڪٽريءَ کي ڪنهن حد تائين پنهنجي قوت ڏران جو وسيلو به سمجهن ٿا جا حقيقت پڻ آهي. پر جا رقم ڊاڪٽرن کي يءَ طور ڏني وڃي ٿي اهو سندن علاج جو عيوضو يا معاوضو نه آهي پر هڪ علامتي نذرانو آهي. دراصل ڊاڪٽرن جي علاج جو ڪو ملهه اهي ئي ڪونه.

جيڪڏهن لاپرواه ڊرائيور جي تيز رفتاريءَ ڪري اوهانجي ڄنگهه ٻانهه ڀڄي پوي ٿي ته ڊاڪٽر جي هوشياريءَ ۽ علاج سان اوهين هڪ وار وري گهمڻ ڦرڻ لائق ٿي سگهندا. هونئن به ڊاڪٽرن جو تعلق انساني نيڪيءَ سان آهي، جنهن ڀلائيءَ جا ڀاڙا ڪين پنهنجو خالق ڏيندو.

هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته اسان وارا همرهه ڏوڪڙن لاءِ ڏاڍي تڪڙ ۾ آهن ۽ چون ٿا ته هاڻي روڪ هلايو باقي آخرت ۽ قيامت جون ڳالهيون روز ٿا ٻڌندا اچون ۽ جڏهن وقت آيو ته ڏٺو ويندو. اسان وٽ ڪي مثال ته اهڙا به ٿيا آهن جن ڪي ورجائڻ ۾ به اسان کي شرم پيو ٿئي. ڪيترن مريضن کي فقط ان مقصد لاءِ وڏيڪ وقت تائين اسپتال ۾ داخل رکيو ٿو وڃي. چاڪاڻ ته وٽن پيسو آهي ۽ ڊاڪٽر جو ميٽر هلندو ٿو رهي. مون ته اهڙو به ڊاڪٽر ڏٺو آهي جنهن مريض جي موت واري ڏينهن جي "في" به اڳاڙي ۽ گهر ڀاتين ان انتظار ۾ ويٺو رهيو توڻي جو ڀاتي سڀ روج ۽ پٽڪي ۾ هئا. هي نهايت افسوسناڪ آهي ته مريض کي پنهنجي مرض جي ڳڻتي هجي ۽ ڊاڪٽر کي پنهنجي ڪمائيءَ جي لڳي. انسان جي دک درد ۾ دولت جي طمع رکڻ ٻئي انساني جي ماس کائڻ برابر آهي.

### هندستاني ڊاڪٽر

مرض ۽ مريض جيان ڊاڪٽر به دنيا ۾ هر هنڌ آهن پر سندن رُخ، رواج ۽ وهنوار ۾ وڏو فرق آهي. انساني همدردي ۽ خدا ترسيءَ ۾ هندستاني ڊاڪٽر اول نمبر تي آهي پوءِ هو ڪٿي به آهي ۽ هندستاني ڊاڪٽر دنيا جي هر ملڪ ۾ آهن. هي رايو مون پنهنجي ذاتي تجربي ڪان پرايو آهي. پنهنجي پٽ جي بيماري سلسلي ۾ آمريڪا وڃڻ ٿيو جتي ڪافي اسپتالن سان واسطو پيو جتي هندستان جا ڊاڪٽر وڏن عهدن تي فائز ها. ساڳي ريت انگلينڊ ۽ اسڪاٽ لئنڊ ۾ ته ڊاڪٽر آهن ئي هندستاني يا پاڪستاني. هڪ مائٽ جي علاج جي سلسلي ۾ ڀارت وڃڻو پيو جتي بمبئي جي "جس لوڪ" اسپتال وارن ڊاڪٽرن سان لهه وچڙ ۾ آيس. هڪ مدراسي ڊاڪٽر، جنهن کي گذارش ڪيم ته پنهنجي فيءَ جا پئسا وٺي ڇڏي ڇاڪاڻ ته مريض جي حالت خطري جهڙي هئي ۽ شايد موٽي ملڪ وڃڻو پوي. ڊاڪٽر چيو ته، آءٌ جيئرن ماڻهن جو ڊاڪٽر آهيان ۽ نه مئل ماڻهن جو. جيستائين آءٌ ڪنهن مريض کي پنهنجي پيرن تي گهمندو نه ڏسان مون لاءِ في وٺڻ حرام آهي!"

اڳين مهيني بمبئيءَ وڃڻ ٿيو، جتي پاڻ بيمار ٿي پيس. منهنجي دوستن

هڪ سنڌيءَ ڊاڪٽر سانولاڻيءَ کي فون ڪئي جو ڊوڙندو آيو. تپاس ڪري ڪجهه دير لاءِ وچي وري دوا تہ ولي آٽي ڏنائين پر ٽفن باڪس ۾ ڏنورو ۽ ڪچٽي بہ ڪاڏي لاءِ گهران ڪٽي آيو. چاڪاڻ تہ پرهيز جو کاڌو هوٽل ۾ ملڻ مشڪل هيو. وري ٻئي ڏينهن صبح جو ڏسڻ آيو تہ هڪ نئون ٽفن باڪس پرهيز جي ڪاڌي جو بہ ساڻ ڪٽي آيو. نہ وري دوا درمل يا وزٽ جي ڪا في ورتائين. چي پرديسيءَ جي پرگهوور لهڻ ۽ پرداخت ڪرڻ اها اسان جي ڌرمي توڙي سماجي فرض ادائي آهي. زندگيءَ ۾ گهڻا ڊاڪٽر ڏٺا اٿم ۽ سندن خدمتن لاءِ ٿورائتو آهيان. ۽ جا عمر جيئندس احسامند رهندس، پر هي پهريون ڊاڪٽر هيو جنهن في تہ نہ ورتي ۽ دوا بہ مفت ۾ ڏني، پر گهران کاڌو بہ پچرائي ڪٽي ٽي آيو. هڙان ۽ وڙان وهڻ وارا ڊاڪٽر هتي بہ آهن، پر اهي منهنجا دلي دوست آهن ۽ جي ساڳئي وقت ڊاڪٽر پڻ آهن اهو هڪ حادثو آهي، پر دنيا جو دستور ڪجهہ ٻيو آهي.

## خيراتي ڪئمپ

چاق ٿيڻ جي ٽئين ڏينهن ٽي الهاس نگر کان سيٺ موهن ۽ سک ديو اوچاٽي مون وٽ آيا ۽ چيائون تہ هوٽل شاليمار ۾ سنڌي ڊاڪٽرن جي مان ۾ خاص دعوت ڪيل آهي جٽي گوپالداس رامرڪياڻيءَ ۽ سنڌي ميڊيڪوز ڪلب پاران اوهان کي رات جي مانيءَ ٽي سڏو ڏنل آهي. پنج ڇهہ ڄڻا خاص سيڙجي آيا هئا ۽ ساڻس سوار ٽي شاليمار پهتس جو بمبئي جي چڱن هوٽلن ۾ مڃايل آهي، جٽي مهمانن جي پيئڻ کائڻ جو خاص بندوبست ٿيل هيو. هيءَ مز انَي خاص طور انهن چاليهارو ڊاڪٽرن جي مان ۾ ڪيل هئي جي ”جل ڳائون يا ڪنورنگر“ ۾ مفت علاج واري ڪئمپ ۾ شامل ٿيڻا هئا. پڇا ڪرڻ ٽي پتو پيو تہ بمبئي جا سنڌي ڊاڪٽر هر مهيني ۾ هڪ ڏينهن لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن ڀهراڙيءَ جي ڳوٺ ۾ وڃي ماڻهن جو مفت علاج ڪندا آهن ۽ ان ڪئمپ ۾ هر مرض جي علاج جا ماهر شريڪ ٿيندا آهن. مزو اهو جو دوائون بہ مفت ڏيندا آهن ۽ مريضن جي ايڪس ري فوٽو، رت جي تپاس ۽ انجيڪشن لاءِ بہ ڪو پائي پسو وصول نہ ڪيو ويندو آهي. سلهہ جي مريضن کي ٽن مهينن لاءِ مفت دوائون ڏنيون وڃن ٿيون.

ڪئمپ وارين ڊاڪٽرن جي لسٽ ۾ ڏٺم تہ مون وارو ڊاڪٽر سانولاڻي ٽاپ ٽي هيو ۽ باقي بہ سيئي نامبارا ۽ ناليرا ڊاڪٽر هئا، جن ۾ هر مرض جا ماهر موجود هئا. عورتن جي علاج لاءِ وري سنڌي ڊاڪٽرياڻيون پنهنجون

خدمتون آڇيون هيون. ڊاڪٽرن جي سفر ۽ مفت دوائن واري خرچ لاءِ وري بين سنڌي سيٺين رقمون ڏنيون هيون جن ۾ گهڻن پنهنجو نالو به ظاهر ڪرڻ نه ٿي چاهيو. جيئن اڳ سنڌ ۾ هندن جو دستور هيو ته هو خيرات لاءِ "گپت دان" يعني مخفي نموني سخاوت ڪندا هئا جيئن پبلڪ ۾ سندس نالي نشان جو اظهار ۽ ساراه نه ٿئي.

اسانوٽ سنڌ ۾ ڊاڪٽرن پاران خيراتي ڪئمپ کولڻ يا ڳوٺن ۾ وڃي مسڪينن جي دوا درمل ڪرڻ جو پراڻو دستور آهي، جنهن جي شروعات شڪارپوري هندو سيٺين ڪئي. هيءَ روايت اڄ ڪلهه اسان وٽ فقط اکين جي علاج تائين محدود آهي. ڪجهه وقت اڳ سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن پاران پڻ ڀهراڙين ۾ اکين جي ڪئمپ لڳائڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو هيو. ڪهڙو نه چڱو ٿي جو اسان وٽ به ڊاڪٽر صاحبان "سنڌي ميڊيڪوز ڪلب" جي نقش قدم تي هلي مهيني ۾ هڪ ڏينهن لاءِ ڳوٺن ۾ خيراتي ڪئمپ کولين. ڊاڪٽرن ته شايد ان نيڪ ڪم لاءِ راضي به ٿين پر مصيبت هيءَ آهي ته اهي سيٺيون ڪٿان آڻيون جي ڊاڪٽرن جا راهه خرچ ۽ دوائن جا ڳاٽي ڀڳا خرچ پنهنجي ذمي ڪن. اسان وٽ سيٺين بجاءِ آهي وڏيرو جنهن کي پنهنجي پيٽ ڀرڻ کان ئي فرصت نه آهي ته هو ٻين جي علاج لاءِ پنهنجي ڳنڍ کي ڇيهه ڪيئن ڏيندو. هن جي ته ڀليءَ جيئن ڏائڻ نگاهه آهي ته عالم سڀ اندو ٿي ته هو سڀ مال هڙپ ڪري پنهنجو پيٽ ڀري!

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته هندستاني ڊاڪٽرن جا استاد لائق ۽ قابل هئڻ گڏ خدا ترس ۽ انسان دوست پڻ آهن، جي خُوبيون وري سندن شاگرد سندن صحبت ۾ پراين ٿا.

## ٻالڪن جي ٻاري

تاريخ ٻارهين سيپٽمبر خميس ڏينهن پٽ ڀلاريءَ تي نئين زندگيءَ جو ميڙاڪو ٿي گذريو. ساتي ٻارڙا جو سنگت ساريءَ کي سڏ ڏنل هيو. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان عيوضي سهڙيل هئا. آئينده جي ابن جو اجلاس ڪراڙ ڪناري ٿيو. سامهون لطيف سهڻي جي لاٽ جرڪي رهي هئي. هن ڀر ٻارڙن لطيفي لاٽ تي لنوي. وچ ۾ ڪراڙ جي پيڻ، ڏوڏا ۽ پشپا جو گل تڙي پڪڙي ۽ کلي رهيا هئا. صحيح معنيٰ ۾ شاهه جو ميلو اڄ هيو. سنڌ جا ٻارڙا پنهنجي سهڻي لطيف سائينءَ جي اڱڻ آيا هئا نه رڳو پنهنجي هادي مهدي ۽ مرشد کان دعائون پنڻ ۽ آسيس وٺڻ آيا هئا پر سندس آسڻ اچي اٽل ارادو ۽ عمل ڪرڻ جو قسم کڻڻ آيا هئا. اڄ پٽ به خوشيءَ کان ٻهڪي رهي هئي. سائين

پٽائيءَ جي مبارڪ ڇهري تہ مرڪ هئي. سندس اولاد جو اڳڻ آئي هئي. منهن مونن ڪان مٿي ڪٿي پنهنجي ڦلواڙي جي گلڙن ڪي واجهائي ڏسي رهيو هيو. سندن لاءِ دعا جا هٿ ڪٿي ٻاڏائي رهيو هيو. اڄ هي پهريون ڀيرو هيو جو پنهنجي بيت جي فقط پهرين سٽ پڙهي ورجايائين. "سائيم سدائين ڪرين مٿين سنڌ سڪار!"

سنڌ جي "معصوم ٻارڙن" ۾ ايتري سمڪ ۽ سجاڳي آئي ڪٿان؟ ۽ ڪيئن؟ گذريل سال ساليانو ميڙ موهن جي دڙي ۾ سڏايائون. جو سنڌو سڀيتا جو مهاڳ ۽ ماڳ آهي. هن سال وري ڀٽ شاهہ تي ديرو دمايائون - جو سنڌ جي ثقافت ۽ روحانيت جو مرڪز ۽ گاديءَ جو هنڌ! جلسي جي الله توهار چوندڻ سان ۽ نون عهديدارن جي قسم کڻائڻ سان ڪٺي ويٺي. اسان وارن اسيمبلي ميمبرن ۽ وزيرن ڪي تہ سنڌ جي ايتري ٻہ ساڃهہ نہ آهي جا سنڌي ٻارڙن کي آهي تہ سنڌ جي دوا درمل ۽ دعا جو ماڳ ڪهڙي هنڌ آهي! هيڏانهن هوڏانهن وائي دورا ڪري تپيدارن جيان سڌو وڃي ٿا پنهنجي ڳوٺن ۾ سهڙن. شايد ڪائن وسري ٿو وڃي تہ واٽ تي سنڌ جو "شاهہ" ڪر ڪنيو ويٺو آهي. پر وڏيرو ڪهڙو منهن ڪٿي وٺن وڃي؟

ٻارڙن ساڻ ويٺي مون کي ڏاڍي سرهائي ٿي. ساٿن ڪچهري ڪندي ايجا ٻہ وڏيڪ خوشي ٿي. ڏنم تہ سيئي ڇهرا سجاڳ ها. ڪين دوست دشمن جي فرق جي ڄاڻ هئي. منجهن ڏپ ڏاءُ جو ڪو عنصر نہ هيو. وڏي ڳالهہ تہ سندن اڳواڻ سڃاڻ هئا ۽ سيئي پنهنجي پيرن تي ۽ پاڻ ڏنڊين ڏاند هئا. شايد اهوئي ڪارڻ هجي جو بجاءِ ڪنهن ڪاموري ڪڙي يا وزير وڙي جي مون جهڙي سڃي سڪٽي ۽ واندي مل ڪي ڪانڌي اڃي وچ ۾ وهاريو هئائون. جلسي جو انتظام سهڻو ۽ سيتو هيو نہ فقط سيني ماني هڪجهڙي ۽ هڪ هنڌ گڏجي ويهي ڪاڌي پر محفل ٻہ هيٺ پٽ تي رچايائون. جو دستور لطيف جي تڏي هڪ قومي روايت هئڻ جڳائي. مون ڪي تہ مستقبل سان منهن مقابل ويٺي ڏاڍو مزو آيو. منهنجي تہ سڃي موڳائي ۽ مايوسي ختم ٿي ويئي ۽ هڪ نئين آس اپري تہ ٻيلي! اسان وارٿن وارا آهيون! جيئن اسان جا ساٿي ٻارڙا. جيئي لطيف.

رشوت خلاف اپاءُ

شڪرالحمدلله جو اسانجي قومي اسيمبليءَ ۾ رشوت بنسبت گرما گرم بحث جاري آهي. دير آيد درست آيد. ڪهڙا اپاءُ وٺندا ۽ انهن تي ڪهڙو عمل ٿيندو؟ اها تہ ٻي ڳالهہ آهي. گهٽ ۾ گهٽ قصو ڇيڙيندي ڪين مسئلي جي گنڀير هئڻ جو احساس تہ ٿيندو. ڪين اها ڄاڻ تہ ٿيندي تہ ملڪ اڃي

بنگلي سان لڳو آهي. ڏنو وڃي ته اسين سڀ ان گناهه ۾ برابر جا شريڪ آهيون. ڇاڪاڻ ته ڌن دولت اسان جو دين مذهب ۽ نصب العين ٿي چڪو آهي. اسان ۾ هر هڪ مال املاڪ جي ميڙا چونڊيءَ ۾ انڌا ڌنڌ مصروف آهي. مال حرام هجي يا حلال. حق يا ناحق. اسان کي مڙوئي موڙي هڙپ ڪري پنهنجو پيٽ ڀرڻو. پوءِ ان لاءِ رشوت جي ڏي وٺ ڪرڻي پوي يا چوري يا زوري ڪرڻي پوي. مڱڻا ۽ شاديون به ان لحاظ کان ٿيون رچائجن ته جيئن ڏاج ڏيوڻ ۾ ڏوڪڙ پلئه پون. تعليم جي داخلا، ڊگريون ۽ نوڪريون سڀ قيمت ڏئي خريد ڪرڻيون آهن.

هي آهي اهو پنج ساله رنگين پروگرام جنهن تي اسين سڀ عمل پيرا آهيون يا وري ان سٽيءَ سفر جي سانباهن ۾ آهيون. شڪر اهو آهي جو اسين سڀ ان رنگ ۾ رڱيل هيون، اڳ اجا ڪي داتا ڪٽا ان بيماريءَ کان بچيل هئا. هاڻ خير سان ڪوڙيءَ کي ٿي گهمرو آهي. جي غلطيءَ ۾ اڃي آنيسٽ ۽ ايماندار تي رهجي ويا سي هاڻ هٿ ٿا هٿن ۾ پڇتاءَ ٿا ڪن ته اسين اخلاق ۽ آخرت جي ڏتن ۾ اچي پلاتن ۽ پرمٽن ڦباڻ کان رهجي وياسون. اسن وارا همراهه جي رشوت واري بحث ۾ مشغول آهن، تن کي جڳائي ته هو پنهنجي ضمير جي آواز تي به ڪن ڏين، ۽ انهن اسيمبلي ميمبرن جي ڪردار کي به ذهن ۾ رکڻ جي ڌڙا ڌڙ ڏوڪڙ ڪمائي رهيا آهن جن جن سينيٽ جي چونڊن ۾ پنهنجو ووٽ وڪرو ڪري رقمون حاصل ڪيون.

## سياسي پارٽين جي واپسي

وزيراعظم جوڻيجو صاحب سياسي پارٽين کي جيارڻ واري علاج ۽ انجيڪشن لاءِ خاصو فڪرمند ٿو ڏسجي. هن سلسلي ۾ ڪيئي دفعا پنهنجي راءِ جو اظهار پڻ ڪري چڪو آهي ته هو سياسي جماعتن واري نظام جي حق ۾ آهي. بلڪل ٺيڪ. پر سوال آهي ته پاڻ ۽ سندس ساٿي سيئي چونڊجي آيا آهن غير جماعتي اصول واري اليڪشن ۾. پوءِ پارٽين کي زندگي ڏيڻ واري قانون جي آئيني حيثيت ڪهڙي رهندي؟ ڇا ائين برابر نه آهي ته سياسي پارٽين کي ٻيهر تحرڪ ۾ آڻڻ سان "ايم آر ڊي" جي جيت ليکي ويندي! ڇاڪاڻ جو هنن اليڪشن جو بائيڪاٽ ئي ان نقطه نگاهه کان ڪيو هيو ته ملڪ ۾ چونڊون سياسي جماعتن بنياد تي ڪرايون وڃن. پر جيڪڏهن جوڻيجو صاحب اصولي طور ان خيال جو آهي ته ملڪ جي سياست وري وهنوار لاءِ سياسي پارٽين جو هئڻ لازمي آهي ته ان حالت ۾ قانون پاس ڪرائڻ بعد ڪيس ملڪ ۾ ٻيهر اليڪشن ڪرائڻي لازمي ٿيندي.

# اسان جا رهبر ۽ رهنما

اسانجي سياسي پارٽين جا مهندار اڪثر تر قوم جي غم ۾ بيمار تا گذارين ۽ منجهائن گهڻا تہ علاج خاطر يورپي ملڪن جي دورن تي اسهيل آهن. باقي جي هڪ اڌ هتي موجود آهن سي وري پنهنجن ڪتابن جي مهورت ۾ مشغول آهن. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ گهڻن سياسي ليڊرن جي سرڪار سان اندروني ساز باز پڻ آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪين شهري اڄ وچ جي سهوليتن سان گڏ سندن ڏنڌا ڌاڙيون ۽ زرعي ڪاروبار پڻ بدستور هلي رهيا آهن. "ايم آر ڊي" جماعت اڄ ڪلهہ پنهنجي گهرو جهيڙن ڪي سلجهائڻ ۾ مصروف آهي، خاص طور تحريڪ استقلال جون قلابازيون سندس لاءِ مونجهارو پيدا ڪري رهيون آهن. "پي پي پي" پارٽي في الحال موڪل واري موڊ ۾ آهي. سندس ليڊرن طرفان حڪومت کي خاطري ڏني ويئي آهي تہ ٣١ ڊسمبر تائين هو بلڪل ماٺ ميٺ ۾ تماشائي تي رهندا، جيسين مارشل لا جي پڄاڻي ٿئي ۽ جمهوريت جو سج اڀري، پڌڻ ۾ آيو آهي تہ تازو بي بي بي نظير کي چوايو ويو هيو تہ سندس ملڪ کان ٻاهر وڃڻ جي حالت ۾ حڪومت نظر بنديءَ واري حڪم کي رد ڪرڻ لاءِ تيار آهي. پر حڪومت جي مراد پوري تيل نہ ٿي ڏسجي. ڪنفيڊريشن جي مسئلہ بنسبت پيپلز پارٽي ۾ ڪجهہ مونجهارو پيدا ٿي چڪو آهي. توڙي جو تازو ڪنفيڊريشن جي حامين جهڙوڪ ممتاز ڀٽي ۽ حفيظ پيرازاده جي ميمبر شپ کي ڪجهہ عرصہ لاءِ معطل ڪيو ويو آهي. بزنجو صاحب "باباڻي مذاڪرات،" روس جي زيارت کان واپس وطن پهتو آهي. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جو سنڌ س خدمتون ماسڪو ۽ اسلام آباد وچ ۾ دوستاڻہ ناتن جي نباهہ لاءِ استعمال ڪيون وڃن!

شڪارپور

# جئن موں ڏٺي ۽ ٻڌي

شڪارپور سنڌ جو هڪ مشهور شهر آهي ۽ اها خبر هر بني بشر کي آهي. پر اها ڄاڻ سڃاڻ ٿورن کي هوندي تہ شڪارپوري هڪ علامت پڻ آهي. يعني ماپو ماڻ يا اهڃاڻ آهي. سونهن سوڀيا ۽ سرهاڻ جو. مٺاڻ هجي ڪتاڻ يا ڇهراڻ. ٻول يا ٽول. عمارتي اڏاوت يا سامان جي سجاوٽ. ڪاريگري يا ڪمانگري. پر جي شڪارپوري آهي تہ پوءِ وهوا.

شڪارپور اڄ فقط ميونسپل شهر آهي، وڌ ۾ وڌ ضلعي جو هيڊ ڪواٽر آهي. پر ڪڏهن تہ ٻرڪ راڄڌاني هئي. سنڌ ورقين ۽ سنڌن شاهوڪار شاهيءَ جي. جن جي ملڪان ملڪ هاڪ هئي. سنڌن واپار جي، نيت پت جي وهنوار جي ۽ ڪاروباري ساک جي. سنڌن همياڻيون ۽ هنڊيون هر هنڌ هلندڙ هيون. هو سنڌ جا سيلاني سفير هئا ۽ سنڌي ثقافت جا گشتي گماشتا. شڪارپوري وڻجارا جتي بہ ويا تہ سنڌ جون سوکڙيون سدائين ساڻ. پوءِ ڪاشيءَ جو ڪم هجي يا جنڊيءَ جو سامان. سوسيون ۽ کيس هجن يا لونگيون ۽ اجرڪ. انگريزن سنڌ جي گهرو هنرن کي سڏيو 'سنڌ ورڪ' (Sindh work) ۽ سنڌ ورڪ جي وهنوار ڪندڙن کي سنڌ ورقي.

سنڌ ورقي ڪو اهي پيچ، ڪپتيا ۽ روڻٽا واٽيا نہ هئا. جي اسان عام طور گهٽين جي هٽن تي تارازيءَ کي ٽونگا هٽندي ڏٺا. هر گز نہ. هنن پنهنجي وڻج واپار جو اصول ۽ اسڪول ئي الڳ ناهيو هو. هو هٿ جا چوٽ، وچن جا پڪا، اورچ ۽ اڻٿڪ، خوددار ۽ وڏي دل گردي وارا وڻجارا هئا. هو سر جو سانگو لاهي، جهنگ جبل جهاڳي ۽ ڪشالا ڪاٽي ڏورانهن ڏيهن ۾ وڃي واسو ڪندا هئا.

بلخ بخارا، سمرقند تاشقند، عراق ايران، چين ۽ جپان ۾ سنڌن ڪوٺيون هيون. روس جي مرڪزي شهر ماسڪو ۾ اڄ بہ هڪ قوم "شڪارپوري"

نالي سان مشهور آهي جنهن جي آدمشماري ڏهاڪو هزار کن آهي. ديوان ڏيارام گدومل شاهاڻيءَ ڄاڻايو آهي ته شڪارپور جي سيشن ججيءَ واري زماني ۾ وٽس هڪ اهڙو ڪيس به فيصلي لاءِ آيو جنهن ۾ ٻن سنڌي واپارين جي پائيواري روسي قانون مطابق طئہ ٿيل هئي. ڪيس جي فيصلي لاءِ، جنهن ڪري، ڪيس وائسراءِ کي خط لکي روسي قانون جو انگريزي نقل گهرائڻو پيو. خود مون پاڻ پنهنجي رائل انڊين نيويءَ جي سروس ۾ سنڌ ورقين کي ڏٺو جي برما سيلان ملايا توڙي پرشن گلف يا آفريڪا جي ڪناري وارن ملڪن ۾ آباد هئا. تازو منهنجي ديوان گرناڻيءَ سان ملاقات ٿي جو ويسٽ انڊيز جي "باربيڊوز" جو رهاڪو آهي ۽ ٺيٺ سنڌي آهي. ارادو اٿس ته سنڌ ورقين جي تحقيق ڪري تاريخ لکي. ڄاڻايائين ته هن وقت سنڌ ورقين جا پويان دنيا جي هڪ سؤ اسي ملڪن اندر رهندڙ آهن! سنڌ ورقين جي وڏي خوبي هيءَ هئي ته ديس ڇڏي پرديس ويندا هئا پر هڪ ته ويس وڳو ۽ ٻولي نہ وساريندا هئا ۽ ٻيو ته پرديس ڪمائي اچي ديس ۾ خرچ ڪندا هئا. هو اڇوڪن وڻجارن ۽ واپارين وانگر فصل ٻنيرا نہ هئا جي ڪائين سنڌ جو ۽ ڳائين ٻئي هنڌ جو.

شڪارپوري اصل کان شوقين شهري آهن. خوش خوراڪ، خوش پوشاڪ ۽ خوشبوءِ جا عاشق جيئڙا. سندن پيار ۽ پسند جو گل آهي "رابيل" جنهن کي موتيو بہ چون. مون ملڪ ملڪ جي خاڪ ڇاڻي آهي. اهڙا بہ ملڪ ڏٺا اٿم جتي گلن جا نہ فقط باغ آهن پر گلاب جا ته جهنگ ۽ ٻيلا بہ آهن. پر جهڙي گلن ڦلن سان ريت ۽ پريت شڪارپورين کي آهي، مون ڪٿي ورلي ڏٺي. صبح هجي يا سنجها. اها ڪا ڇنڊي ڳچي هوندي جا ڪنڌين کان خالي هوندي. گلاب سان البت شڪارپورين جي پوت گهٽ آهي. گلاب، هونئن بہ آهي ئي ٻچاپڙو گل. گهوٽ مٿان موڙ ۽ ڪنوار جي ڳلي جو هار ٿي ڪيس ڳراٽڙي وجهندو. وري مرده مٿان بہ چادر ٿي چڙهندو ۽ قبر مٿان بہ نڇاور ٿيندو رهندو. سندس لاءِ ڪنوار واري ڏولي هجي يا جنازي واري ڏولي، ڳالهہ مڙوئي ساڳي. گل ته نہ ٿيو پر ڪو هر ڏاتي چمچو. گلاب جو واهپو ۽ وهنوار آهي ئي اصل موت سان. تڏهن ته گلاب جي هارن جون هيراڪ ڳچيون اڪثر سرڪڻ ڦاهي وارن ٺوڙهن ۾ ڏٺيون ويندون آهن.

رابيل جي ياري آهي جياپي سان. ڪل يوڳ ۽ ٺهڪڙن سان. جنهن ڳچي ڳل رابيل پيو ته اها دل توڙي دماغ معطر. ذهن ۾ گندي يا بانس واري سوچ

ئي نہ ايندي. سندس سرهاڻ آهي بہ عجيب ۽ انوکي. ڪي وري موتئي جو شربت ٺاهي بہ پيئڻ جا غلطي آهي. موتيو آهي مغز کي تر رکڻ لاءِ ۽ نہ پيٽ جي غذا. لٽي وارو موتئي جو شربت نوشجان ڪندي ڏٺو ڪونہ اٿو تہ کهڙي نہ ڪوفت ٿي ٿئي. جڻ ڪو گلدستو نڙيءَ کان هيٺ لنگهائڻو ٿو بوي. گل جو مزو آهي سندس سونهن رنگ ۽ خوشبوءِ ۾. جو واس شڪارپوري واه جو ونّي چاڻن. منهنجي راءِ ۾ شڪارپور شهر جو نشان ٿي رابيل جو گل هئڻ جڳائي. ٻين شهرن کي پنهنجا الڳ اهڃاڻ ۽ علامتون آهن. جئن حيدرآباد کي پراڻو قلعو. ڪراچيءَ کي منهوڙو ۽ هاڻ مقبرو. سکر کي معصوم شاه وارو منارو. لاڙڪاڻي ساهہ سياڻي جو پنچيل پوليس وارو يا شاهہ بهارو!

شڪارپور جي مٺائي ملڪان ملڪ مشهور آهي. پر سندس مٺاس ۽ ميٺاج جي معراج آهي مٺڙي ٻوليءَ ۾. جهڙي نماڻي سٻاجهڙي ۽ ٻاجهاري ٻولي مون ڪٿي نہ ٻڌي. جيءُ، جان، دل، ادل، ادڙا، من منار ۽ مٺڙا! آءٌ تہ پيارل پٽڙي ڪيڏون ويهي وچ بزار اوشل جيوين. وري ائين بہ نہ آهي تہ اهي مٺڙا ٻول ڪن خاص گهراڻن تائين رواج ۾ آهن. هرگز نہ. اها وائي هر وات ٻڌي ويندي. گهر، دڪان، بازار ۽ عام رستا. هو بگيءَ وارو پري کان پوش پوش ڪندو پيو اچي. سندس گفتار تہ ٻڌو. "او ادا، او يائو، او سهڻا پاسو. او مٺڙا او مٺڙا" - پر جي واٽهڙوءَ سندس سڏ نہ وانايو تہ پوءِ پڪار جو پارو مٿي چڙهندو ويندو، "او يائو او پينو او ياڙي...." پر ان ڪاوڙ ۾ سندس ڏوهہ ٿوروئي آهي!

اوهان گهٽين ۾ گهورڙين جا هوڪا تہ ٻڌا هوندا تہ ڪيئن نہ لئہ ۽ لانڊ سان ڪانڊ ٿا ڏين. پوءِ "پوپ جليب" هجن، "توت شهتوت" هجن يا "عطر واريون ريوڙيون". شڪارپوري ريوڙين جي لست ٿي پنهنجي آهي. ڏند رکڻ سان ٽڙڪي پوندي. ڪراچيءَ جون ريوڙيون چن ريڙهيءَ جا روڙا. ڏند ٽڙڪي پوندو پر ريوڙيءَ کي رهڙ بہ نہ ايندي. جي وڏيڪ زور ڏيو تہ ڄاڙي ٽڙڪي پوندي يا وري ڳاتهڙيءَ کان ٽڙڪاٽ نڪرندو. جي اچا بہ ٻوليءَ جو سواد وٺڻو آهي تہ پوءِ ڪڪڙن جي ويڙهہ يا ڏاندن جي گوءِ ۾. خفتين جا ڏيک تہ ٻڌو. اهڙا ادبي گوهر ۽ گفتا اوهان عمر ڀر نہ ٻڌا هوندا.

شڪارپور ڪيترن هستين کي جنم ڏنو آهي جي روشن دماغ عالم اديب شاعر حڪيم ۽ دانشور هئا. تاريخ شاهد آهي تہ شڪارپور سنڌ جو اڪيلو شهر آهي جنهن ڪڏهن بہ پلجي بہ اهڙي شخص کي جنم ئي نہ ڏنو آهي

جنهن تي ماڻهن کي ايذاءُ ڏيڻ جو الزام ڌريو ويو. توڙي جو اهڙا شڪارپوري ٻه ڪيئي تي گذريا جي پاور ۽ پوزيشن ۾ رهيا. اسان جي سانير ۾ پڻ ڪيئي نامور ۽ نامڪئيا مهانڊا هئا. سر غلام حسين هدايت الله جو مرڻ گهڙيءَ تائين سنڌ جو گورنر رهيو. سهڻو ڪلڻو ۽ هر دل عزيز. خان بهادر الله بخش سومرو جو پاڻ شهادت جو شڪار ٿيو پر ڪنهن بني بشر جي ايذاءُ جو باعث نه بڻيو، توڙي جو سنڌ جو وزيراعليٰ ٿي رهيو ۽ آل انڊيا سطح جو عوامي ليڊر هو.

شخصيتن جو ذڪر ايندي ئي سر ڳواسي راءِ بهادر اوڌنداس جو تصور اچيو اکين آڏو بيهي. درويش صفت، سخي ۽ انسان دوست. مون پنهنجي عمر ۾ سنڌي حاتم طائي فقط ٽي داتا ڏٺا. ڀڳت ڪنور، جمشيد نصروانجي ۽ ڀائي اوڌنداس. پنهنجي ذاتي پونجي سيڙائي اسپتال اڏايائين، پر روزانو صبح جو سويل شاهي باغ کان ميون جي بيل گاڏي ڀرائي اچي هو بيمارن کي پنهنجي هٿن سان ڪارائيندو هو. جڏهن اسپتال جڙي راس ٿي ۽ سندس نالو بلڊنگ مٿان لکيو ويو ته پنهنجو نالو ڏسي ڊهرائي ڇڏيائين. هن بهاني ته مناسب جڳهه نه آهي. آخر پنهنجو نالو لڪارايائين ان جاءِ تي جا ماڻهن جي پيرن ۽ جتين جي لتڙ ۾ ايندڙ هئي. ابو بن ادهم کان پوءِ اوڌمداس ٻيو شخص هو جنهن پنهنجو نالو هيٺ قدمن ۾ ڌريو، پر قدرت ڪيس سر فهرست آڻي سرفراز ڪيو. اودهم ۽ اوڌم ماڻهو ته الڳ هئا. پر نالو ساڳيو پيو ڏسجي، شايد ڪو اتفاق هجي.

سياسي ۽ سماجي شخصيتون ته، پنهنجي جاءِ پر شڪارپور جا عام رواجي ڪمي ڪاسبي اوستا، مستري، واڍا ۽ رازا به پنهنجي ناٿي ۾ نهال آهن. سندن جهڙي عمارتي اوساري ۽ اڏاوت ڪاٺ جي اڪر ۽ کهراٽي ۽ فرنيچر واري سامان جي سجاوٽ ڪير ڪري. پري پري تائين ماڻهو ڪين ڪانڌي ويندا آهن. شرطي ۽ خفتي به شڪارپورين کان پوءِ دنگ آهي. هر چٽا پيٽيءَ ڪي ڪوهه ۽ شرط ... ڏيندا ۽ پوءِ سمور رونشي ڪوڏي خلق منجهس ... ڪاهي پوندي. هڪ دفعي ٻن مڙدورن وچ ۾ شرط لڳي ته مٿي تي اڍائي مڻ چانورن جي ڳوڻي کڻي ڪير تو سکر کان شڪارپور اڳي پهچي. ياد رهي ته وچ وارو مفاصلو چوويهه ميل آهي. شرط جو اڳهه وڃي لکن کي پهتو. ٻئي دفعي ٻن پيٽوڙين جو مقابلو ٿيو ته ”کڙ کتر“ ڪير تو گهڻي

ڪاٺي. ڪڪڙن جي ويڙهہ يا ڏاندن ۽ گهوڙن جون شرطون تہ خلق جي روزاني تفريح آهي پر پوليس جي حمايت سان. عام وندر تاس يا چوپڙ راند آهي. جوڙا ميڙا گهٽين ۾ ٿڙڻ ۽ نوٽڻ بہ ڪيڏن.

موالين جا مڪان توٽي ملهن جا آکاڙا اڄ بہ شڪارپور ۾ اڳي ڪان اڳرا آهن. مون پنهنجي سانيڙ ۾ ڪيئي نامي گرامي پهلوان ڏٺا. هادي بخش ڪاسائي جنهن کي هادو پاڏو چوندا هئا، چاڪاڻ تہ اڪيلي سر پهرو ليٽائي تڪبير ڏيندو هو، توٽي ۽ ان ڪرتب لاءِ پنجن ڇهن چٽن جي لوڙ هئي. غوث بخش خان پٺاڻ پهلوان ڪڙيءَ وارو، جنهن کي احمد آباد اسٽيشن تي پوليس وارن گوليون هڻي ماري وڌو. احمد لوهر پهلوان. سباجهڙو ۽ سهڻو ملهہ هو. پڌو اٿر تہ اڄڪلهہ ڪنهن مسجد ۾ پيش امام آهي. شڪر ٿيو جو وري بہ پنهنجي اڳواٽي قائم رکي اٿائين. پوءِ پٽيون زمين سان لڳائڻ نہ سهي تہ نمازين جا نرڙ رڳڙائڻ ئي سهي.

شڪارپوري شاعر اديب ۽ فنڪار بہ پلئون پل پيدا ڪيا پر ڪين سراپ مليل آهي تہ جيسين پنهنجو شهر ڇڏي ڪنهن ٻئي ماڳ لڏي نہ ويندا تہ سندن ناماچار جڳ ۾ نہ پکڙندو. مرحوم لطف الله جوڳي سموري عمر ماستر ٿي پرديس ڪمايو. آخري عمر ۾ وطن اچي پروفيسر ٿيو پر پنهنجو تخلص جوڳي مٽائي وري بدوي رکيائين. شيخ اياز ڏاهو هو ۽ شروع ۾ ئي لڏي پلاڻي اچي سکر ويٺو. گلشن صوفيءَ تہ ننڍپڻ کان ئي عمر ساري جلا وطنيءَ ۾ گهاري. آغا سليم سنڌ جو ايرندڙ شاعر آهي ۽ سندس آنت بہ شايد هن لاءِ ڪلي هجي جو پنهنجي شهر شڪارپور بجاءِ اسلام آباد ۾ رهندڙ آهي.

شڪارپورين کي شاباس آهي. ڪين سلام آهي جو هيٺي حال ۽ شهري اين جي بيرخيءَ جي باوجود هو پنهنجي شهر جون روايتون زنده رکندا ٿا اچن. ۽ هاٺوڪي سيمينار ان جو وڏو ثبوت آهي. سڌارو ڪو قدرتي قانون ٿوروئي آهي جو پاڻهرتو عمل ۾ اچي. جي قدرتي قانون هجي ها تہ پوءِ سڀ ملڪ ۽ شهر ساڳئي ئي وقت ترقي پذير ٿين ها. پر ائين نہ آهي. هي اختيار شهر وارن جي هٿ وس آهي تہ هو پنهنجي اباڻي ڪکن جي ساڃهہ ۽ ساک قائم رکن. اميد آهي تہ شڪارپوري نوجوان پنهنجي تاريخي شهر جي پت رکندا ۽ ڪيس هڪواري وري اڳوڻي اوج ۽ عروج تي رسائڻ لاءِ سندرو ٻڌندا آمين.

# ناني هنگلاج

ڪراچيءَ کان اٽڪل پونا ٻه سئو ميل مفاصلي تي اتر اولهه وارن سرحدي پهاڙن وچ ۾ قديم زماني کان هڪ عجيب وغريب آستان واقعي آهي جو هنگلاج يا ناني هنگلاج نالي سان مشهور آهي. هي آستانو سونهن سوڀيا ۾ قدرت جي ڪاريگريءَ جو لافاني شاهڪار آهي جنهن جي بناوت ۽ اڏاوت ۾ ڪنهن انساني هٿ يا هنر ڪي ڪو دخل حاصل نه آهي. هن قسم جي عجائبات کي پراڻي وقتن ۾ عبادت ۽ رياضت لاءِ مناسب ماڳ سمجهيو ويندو هيو. ڇاڪاڻ ته هتي زندگيءَ جي گذر سفر لاءِ داڻو ڪٽو ۽ پاڻي به ميسر هيو ۽ عبادت لاءِ ماحول جي اڪيلائي به هئي. هي اهو زمانو هيو جڏهن هر آدمي پنهنجي عمر جو ڪجهه حصو يا اڄان به سڄو سارو آخري حصو پنهنجي خالق جي عبادت ۾ مشغول رهڻ ۾ صرف ڪندو هيو.

سنڌ جي ريگستان ۽ ڪوهستان ۾، يا لسٻيله وارن پهاڙن ۾ ۽ مڪران سامونڊي ڪناري واري جابلو سلسلن ۾ اهڙا ڪيئي ماڳ مڪان موجود آهن جي صدين کان سنياسين ۽ سامين جا تيرٿ تڪيا پئي رهيا آهن جتي تارڪ الدنيا لوڪ دنيا کي تياڳ ڪرڻ کان پوءِ اچي ٽاڪ ڪندا هوا. هنن هنڌن تي نه مندر آهن نه مڙهيون ۽ نه متي ٽيڪڻ لاءِ مورتون. هتي فقط پهاڙ وٽڪار ۽ شفاف پاڻيءَ جا چشما يا تلاءَ آهن. اهڙن ماڳن ۾ لڪي تيرٿ منگهو پير، واڳو، ڌر ۽ نهنگ سنڌ ۾، لاهوت لامڪان چندر ڪوپ ۽ هنگلاج لس ٻيله ۾ ۽ ستيا ديپ يا هپت تالار (استالو) مڪران ۾ مشهور آهن.

اهڙن قدرتي آستانن کي جتي پهاڙ پاڻي ۽ وٽڪار ٽيئي گڏ موجود هجن ته انهن ماڳن کي ويدانتي زبان ۾ "سوامر يونءِ" يا "شنيو" چوندا آهن. "سوامر" کان مراد آهي "پاڻ پيدا ٿيل" ۽ يونءِ معنيٰ اهي "زمين" يعني قدرت جا خلقيل آستان. هنن جڳهن لاءِ عام تاثر هي هوندو هيو ته هتي ڌرتي ساگر ۽ پهاڙي ارواح هوا يعني شڪتين جا مرڪز هوا. هتي قدرتي عناصرن جهڙوڪ

پاٿي، پٿر ۽ مٽيءَ جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. هتي اچرج جي ڳالهه هيءَ به هئي جو هر اهڙي ماڳ يعني سوامر پونءِ تي واڳو رهندڙ هوا ۽ اڄ به آهن.

تاريخ جي ڄاڻن جي تحقيق هي آهي ته هنگلاج دراصل ناني يا Nannia نانيا ديويءَ جو آستان آهي جنهن ديويءَ جي قديم زماني ۾ مصر، ميسو پوٽيما ۽ ايران ۾ جدا جدا نالن سان پوڄا ڪئي ويندي هئي. هن ديويءَ کي اشتر Astor ايسس Isis ، ارٽيمس Artems، انيتا Anita نانيا Nania يا ماتا جي پوتر نالن سان نوازيو ويندو هيو. ڪشان Kushan گهراڻي جي سڪن تي پڻ هن ديويءَ جو نالو اڪريل هوندو هيو. هنگولا سنسڪرت ٻوليءَ ۾ "سندر" کي چيو ويندو آهي جو ڳاڙهي رنگ جو پورو آهي ۽ جنهن کي هندو عورتون پنهنجي مستڪ يعني نرڙ تي تلڪ ڏينديون آهن. "هنگ" اسان وٽ هڪ اهڙي پهاڙي رس يا ٻوٽيءَ جو نالو آهي جا دوا ۽ مصالح طور استعمال ڪئي ويندي آهي. هنگ جو زياده استعمال صوبه سرحد ۾ رهندڙ قومون ڪندڙ آهن. هن ٻوٽي جو ذائقو تيز ۽ اڪرو آهي ۽ سنڌس بوءِ سخت ۽ تيز تر آهي ۽ دز برابر مقدار به هڪ ديڳ کي رڇاڻڻ لاءِ ڪافي آهي. ياد رهي ته پهاڙي ديوين جا نالا مقامي طور ميسر ٿيندڙ جڙين ٻوٽين سان مناسبت رکندڙ آهن جئن ڪشمير جي ڪنڪما ديوي ۽ "ڪنڪما" جي معنيٰ آهي "زعفران" جنهن جي ڪشمير ۾ پوک ٿيندي آهي.

اڳوڻي زماني ۾ هنگلاج ديويءَ جي ميڄتا ۽ پوڄا دنيا جي ڪافي حصي تائين ڦهليل هئي. ڪشمير ڀوٽان نيپال ۽ تيبيٽ کان وٺندي برما ۽ سيام تائين هن ديويءَ جا پوڄاري درشن لاءِ هنگلاج پنڌ پوندا هوا. ڀارت ۾ ڪڇ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ نربدا نديءَ ڪناري "سنڌا ٻائي" ۽ "هنگلاج ماتا" جا مندر قائم آهن جتي هيءَ ديوي نانيا ٻائي ۽ رنا ديويءَ نالن سان پوڄي ٿي وڃي. هن ديويءَ جا شائق ۽ شيوڪ پوري هندستان ۾ پکڙيل آهن.

اڄ کان اڌ صدي اڳ هن ديويءَ جي ياترا لاءِ ڏورانهن ڏيهن جا قافلا ايندڙ هوا جن جي رهائش لاءِ ديبل ٺٽه سون مياڻي ۽ لس ٻيلو ۾ سرايون ۽ آکاڙا ٺهيل هئا. اڪثر مسافري اٺن ذريعي ڪئي ويندي هئي ۽ اگهور يا هنگلور نديءَ تي پهچڻ بعد باقي پنڌ پيرين پيادل ڪيو ويندو هيو. اڄڪلهه اهو ڏکيو مفاصلو جيپ يا ٽرڪ وسيلي ڏينهڪ طئه ڪري ٿو سگهجي. اگهور نديءَ کان هنگلاج وارا باقي اٺ ميل وهٽ وسيلي يا پنڌ ذريعي پورا ڪري ٿا سگهجن. هن صديءَ جي شروعات کان اڳ ۾ ڪراچي، ٺٽه ۽ سون

مياڻي جي سفرنامن ۾ هنگلاج جي ياترين جا ڪيترائي قصا بيان ڪيل آهن جو ڏيکاري ٿو ته انهن وقتن ۾ هن ديويءَ جي ياترا لاءِ ڪيئي رستا آهن پر سنڌ کان رچڻ لاءِ مکيه ٻه ڏگ آهن، هڪ سمنڊ وسيلي ۽ ٻيو خشڪيءَ وارو رستو جو حب چونڪي ياواني ۽ سونمياڻيءَ کان گذرندي لياري ڳوٺ پهچي ٿو. هي سئو ميل سڙڪ سموري پڪي ٺهيل آهي ۽ جو مفاصلو موٽر ڪار ذريعي طئه ڪري ٿو سگهجي. لياري ڳوٺ ۾ هنگلاج جي سيلانين لاءِ سراءِ ٺهيل آهي. لياريءَ کان هنگلور ندي تائين ستر مسيل ڏاڍو ڏکيو رستو آهي جو بٽ بيابان ۽ ڪڪرالي علائقي کان گذرندڙ آهي. سواءِ اٺن جيين ۽ ٽرڪن جي ٻي ڪنهن سواريءَ جي پيٽي ڪانه آهي. اگهورنديءَ کان ۽ آسا پورا ماڳ کان هنگلاج تائين فقط پنڌ وڃي ٿو سگهجي. وهتن لاءِ ڏگ ضرور آهي پر هتي جي ماٺهن ۾ هي وهم ويٺل آهي ته هتان اڳيرو ويندڙ جانورن جا گوڏا سڪي پوندا آهن.

هنگلاج ديويءَ جي ياترا لاءِ ڪيئي رسمون ۽ رواج مقرر ٿيل آهن جي روايتون پراڻي زماني کان وٺي اڄا سوڌو ساڳئي نموني ۾ هلنديون ٿيون اچن. مختلف هنڌن کان ايندڙ قافله ٺته، ڪراچي ۽ لسٻيله جي آڪاڙن ۾ گڏ ٿيندا آهن، جتان قافلن جي شڪل ۾ هنگلاج جي مسافريءَ لاءِ روانا ٿيندا آهن. هر قافلي جو هڪ اڳواڻ هوندو آهي جو ڌرمي ڪريا ڪرم يا رسمن جي پوري ڪرڻ لاءِ ذميوار رهندو آهي. هن مدارلمهام کي "اڳوو" چيو ويندو آهي. اڳوو قافله جي اڳ ۾ هوندو آهي ۽ هٿ ۾ هڪ قسم جي ڇڙي ڪٽندو آهي، جنهن کي رات جي وقت ڌرتي تي کوڙيو يا اڀو بيهاريو ويندو آهي.

"اڳوو" ٿيڻ لاءِ ڪجهه لياقتون هئڻ لازمي آهي. هڪ ته اڳواڻ ۾ هنگلاج واري ياترا جي جملي پوتر ماڳن جي ڄاڻ هجي. ٻيو هي ته ڪيس مسافريءَ جي پنڌ پيچرن جو علم هجي. ٽيون هي ته هو گوسائين کتري يا پروهت هجي ۽ کيس ياترا جي هر ڪرياڪرم ۽ رواج جي خبر هجي. اڳوئي جي هٿ واري ڇڙي يا جهاڙي هڪ خاص قسم جي وڻ جي شاخ هوندي آهي. هن ڇڙيءَ کي ترشول سڏيو ويندو آهي. جنهن وقت ترشول کي زمين ۾ کوڙيو وڃي ته ان هنڌ قافله کي مسافري ختم ڪرڻي آهي. جنهن کي "پڙاءُ" چون. لياري ڳوٺ وٽ جملي قافلا گڏجي هڪ شاهي قافلي جي صورت ۾ سفر جاري رکندا آهن ۽ سڄي ڪاروان جو هڪ مکيه اڳوو مهندار ٿيندو آهي جو هميشه اٽل شهر جي گوسائين گهراڻي جو ياتي هوندو آهي. هن وقت هي

اڳوو مهاشيہ يارتي آهي.

هنگلاج جي پهچڻ کان اڳ ياترين کي ٽن هنڌن تي سڳن ساٽ ڪرڻا آهن. هڪ لياري ڳوٺ ۾ پهچڻ شرط سيني پوڄارين کي گيڙوءِ رتا ڪپڙا پائڻا آهن جو لباس هنگلاج جي مسافريءَ جي بہ خاص نشاني آهي. ٻيو ”چندر ڪوپ“ تي حاضري ڏيئي ناريل اڇلڻو آهي. چندر ڪوپ انهن قسم جي پهاڙ کي چوندا آهن جن مٿان پاڻي گپ جي شڪل ۾ وهندو رهندو آهي. ڪن جو چوڻ هي آهي تہ هي پهاڙ چنڊ جي ڪشش جا مرڪز آهن، جنهن چڪمڪ سبب پهاڙن جي چوٽيءَ کان پاڻي جاري رهي ٿو. ڪين چندر ڪوپ يا Moon Volcanoes چيو وڃي ٿو. هن پهاڙ کان گپ ۽ گارو وهندي هيٺ وهڪري جي صورت ۾ هلندو رهي ٿو. هن قسم جا مڪران ۾ ڪيئي پهاڙ آهن، جن ۾ مکيہ هي چندر ڪوپ آهي. ياتري هن پهاڙ تي چڙهي چوٽيءَ واري کوپي ۾ ناريل اڇلائيندا آهن ۽ ناريل جي پاڻيءَ اندر داخل ٿيڻ تي ڪجهہ آواز پيدا ٿيندا آهن، جنهن لاءِ مشهور آهي تہ چندر ڪوپ پاران سندن خواهشن جي پوري ٿيڻ لاءِ اهڃاڻ آهن. هي پهاڙ تي سئو کن فوٽ اوچائي تي آهي. ٽيون ۽ آخري مقام اگهورندي آهي، جنهن کي هنگول يا هنگلور بہ چيو ويندو آهي. جتي گهڻن قسمن جا سوڻ بجا آندا ويندا آهن.

هنگول ڪناري پڙاءُ لاءِ خاص ميدان ٺهيل آهن جتي اڄ ڪلهہ ملٽري پوليس ڪئمپ ڪيل آهي. هن ماڳ تي وار لهرايا ويندا آهن. خاص طور رنڙ عورتون پنهنجي مٿي جا وارا لهرائيندڙيون آهن. هتي ٻارن کي جٽيو پارايو ويندو آهي. سيئي ياتري گيڙو ڪپڙا لاهي سفيد رنگ جا ڪورا ڪپڙا پائيندا آهن. هي رسمون قديم زماني کان هلنديون رهن ٿيون. هنگول ندي پار ڪرڻ کان پوءِ جنهن ماڳ ڏنهن هنگلاج کان اڳ پهچڻو پوي ٿو ان کي آساپورا يا اميدن جي پوري ٿيڻ جو هنڌ سڏيو وڃي ٿو. آساپورا سان گڏ ڪي ٻيا هنڌ بہ پوتر ڄاڻا وڃن ٿا جيئن تہ گئيس قبي، گورک ناٿ جي مڙهي ۽ ڪاليءَ جو مندر جتي ٻڪرين جي قرباني ڏيئي پوندي آهي. ڪاليءَ جو مندر بہ ڪا اڏاوت ٿيل جڳهہ نہ آهي پر فقط هڪ پهاڙي غار آهي، جتي قربان ڪيل جانور جو ٿالهي يا ٽانو ۾ ڪٺو ڪيل رت غار جي هڪ خاص جڳهہ تي اڇلايو ويندو آهي جتي اڳيئي رت جا شاهي چاپڙ ڄميل آهن. ويجهڙائيءَ ۾ هن غار وٽ ڪنهن پوڄاري ڪالي ديويءَ جي ڪاري ڪپڙي واري مورتي رکي ڇڏي هئي. جا هاڻ ڪٿل نظر تي اچي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ هن ماڳ تي قربانيءَ جو دستور ضرور گهڻو پوءِ واري زماني ۾ شروع ڪيل آهي.

# دنيا جا روئڻا ماڻهو

دنيا جو پهريون روئڻو ماڻهو آدم هيو. سڀ کان اول ڳوڙها هن حضرت ڳاڙيا. ڌرتيءَ تي پنهنجو قدم ٿي منجون هاريندي ڌريائين. ان ايءَ جو ڪارڻ ٿي آدم هيو تہ هن دنيا ۾ هر آدميءَ جي داخلا ٿي روج سان ٿئي. حضرت آدم پاڻ تہ اصلي آسمان جو رهاڪو هيو ۽ جنت سندس جنم ڀومي هئي. پر پوءِ ڪائونس ڪا خطا ٿي. چون ٿا تہ ڪڻڪ جو داڻو کائي ويٺو جنهن لاءِ کيس منع ٿيل هئي. اها ڄاڻ نہ آهي تہ اهو ڀتڪو ڪم ڀل ڇوڪ ۾ ڪري ويٺو، يا وري ڄاڻي ٻجهي ڪيائين. پر پوءِ تہ سائنس ڪيئي ... ڀتون ڪيون ويون. عرش تان لاهي فرش تي ڦٽو ڪيو ويو. اوڇنگارون ... و سڏڪا ڀريندو ۽ گيسيون ڪندو رهيو. ڪافي زماني کان پوءِ مس ... معافي ملي. پر تيسين کيس تورڙي گهٽي ڳالهہ تي روئڻ جي عادت پئجي ... ئي هئي. هاڻ تہ هر آدم جو ٻچڙو اٽ جيان پريو بہ پيو روئي ۽ سگهو بہ ... يو.

حضرت آدم تہ روئڻ جي ريت رسم وڌي ۽ روئڻ جي روايت قائم ... پر دنيا جو وڏي ۾ وڏو روئڻو انسان هيو حضرت نوح، جنهن لاءِ ... آهي تہ سندس اکين کان پاڻي، آبشار جيان ريلا ڪري وهندو هيو. ... روح راڙو ڪو بي سبب تہ نہ هيو. حضرت نوح پهريون پيغمبر هيو ... پنهنجي امت کي پار اڪارڻ بجاءِ مورڳو ٻوڙائي مارائي ڇڏيو هيو. ... ذات کي غرق ڪرڻ جو فيصلو ٿي سندس سفارش تي ڪيو ويو هيو ۽ ... پنهنجي ذلي ويئي تہ ٻيڙي ناهہ. کيس هي بہ ڄاڻ هئي تہ خالق کي ... مخلوق سان بيحد پيار هيو پر ساڳئي وقت کيس پنهنجي پيغمبرن جي ... پت پڻ رکئي هئي، جنهن ڪري قدرت کي لاچار تي پنهنجي مخلوق کي ... جو ڪنور فيصلو بہ ڪرڻو پيو. اهو ئي ڪارڻ هيو جو نوح نبيءَ ... پنهنجو اندر بہ ڳائيندو رهيو تہ هو ۹ سؤ سال تبليغ ڪرڻ جي باوجود ... جو سهارو بڻجڻ بجاءِ سندن تباهي ۽ بربادي جو وسيلو بڻيو. هي برابر ... تہ سندس قوم سائنس عقوبتون ڪيون هيون. پر ماڻهن ڪهڙي پيغبر کي ... روئڻ قبول ڪيو آهي؟

حضرت نوح ڳانيوءَ بہ جي غوث قطب يا پير پيغمبر هتي آيا سي

اڪثر روئندا رهيا. بقول سهڻي پٽ ڏٺيءَ جي، تہ:

”ڪٿ بہ ڪنبندي آءُ، اڱيان تورڻ وارا تڪا.
اگهيٽي تہ پاءُ نہ تہ مٿن ڪي بہ موٽ ٿي.

اهڙي حال ڏاڍي جي سرڪار اڳيان سواءِ آزي ۽ عاجزيءَ جي، ٻيو ڪو چارو ئي ڪونہ هيو. نہ وري جاه وجلال اڳيان ڪنهن جي حيل حجت ٿي هلي. حضرت نوح ڪانپوءِ ٻئي نمبر ۾ حضرت يعقوب هيو جنهن جي اڌ ڪان گهڻي عمر روج راڙي ۾ گذري. حضرت يعقوب پنهنجي پٽ حضرت يوسف جي گم ٿيڻ ڪانپوءِ ايتريقدر رنو هيو جو سندس اکين جي بينائي ختم ٿي ويئي ۽ هو نيٽ انڌو ٿي پيو.

ڪتابن ۾ جاڻايل آهي تہ حضرت يعقوب، ڪان بہ وڌيڪ ڳوڙها ڳاڙيندڙ شخصيت امام زين العابدين جي هئي، جو ڪربلا جي ڪوس وقت بيماريءَ بستره تي بيهوش هيو. سندس نالو” علي بن حسين“ هيو ۽ ڪيس گهر ۾ علي اصغر نالي سان پڪاريو ويندو هيو. سندس لاءِ مشهور آهي تہ اکين ڪان آب هر وقت روان رهندو هيس ۽ نماز پڙهڻ وقت، تہ مصلو بہ ڳوڙن سان پسي پوندو هيو. جڏهن ڪانئونس ايتري روج راڙي جو ڪارڻ پڇيو ويو. چيائين تہ حضرت يعقوب جو هڪ ياتي گم ٿي ويو هيو تہ روئيندي انڌو ٿي پيو هيو. منهنجي گهر جا ارڙهن ڪونڌ ڪسجي ويا تہ منهنجون اکيون ڪيئن نہ رت روئينديون! جڏهن وضو ڪندو هيو تہ سندس هٿن ۾ ڪنبٽي ۽ ڇهري جي رنگت پيلي هئڻ ٿي ويندي هئي. اهڙي ڪيفيت جي ڪارڻ پڇا ڪرڻ تي، وراڻي ڏنائين تہ ”ڏسو نہ ٿا تہ آءُ ڪنهن جي حضور ۾ وڃڻ لاءِ تياري ڪري رهيو آهيان؟“ سندس پنهنجي عقيدتمندن کي هي چوڻ هيو تہ ”اها عبادت ڪهڙي جنهن ساڻ گريہ زاري شامل نہ هجي.“ شايد اهو ئي سبب آهي جو اسان وٽ اهڙا بہ ڪي فرقا آهن جن نزديڪ ماتم ڪرڻ بہ عبادت ۾ داخل آهي، ۽ هو خاص ڏڻن تي مجلسون رچائي پاڻ ۾ ويهي باجماعت ماتم ڪندا آهن. ”ذاڪر ۽ زوار“ هن ڏس ۾ ماٺهن کي روئارڻ جي خاص مهارت رکندڙ آهن.

هي برابر آهي تہ الله جا ڪيئي ٻانها اهڙا بہ آهن جن لاءِ هن فاني جهان جو جياپو هڪ لڳاتار وڇوڙو آهي جنهن غم ۽ الم ۾ ڪيئي ماٺهو ٿا ڏسون جن جو ٻين کي روئارڻ ڏڌو پڻ آهي. ڪجهہ عرصو اڳ اسان وٽ

سنڌ ۾ موتي فوتيءَ موقعي تي روج جو عام رواج هيو، جنهن ڪري فوتيءَ جا ٽيجها چاليها ۽ ٻارها مٽي ۾ ڏوڙ وجهڻ، وار پٽڻ ۽ ريهان ڪري روئڻ سان ملهايا ويندا هئا. روئڻ جا "ريڊي ميڊ" ماهر مارڪيٽ ۾ موجود هئا جن کي ياڙي تي وٺي اچي ماتم مچائبو هيو.

مذهب جو ته واسطو ئي آهي انساني احساس ۽ جذبات سان. پر سياست ۾ پڻ، واڳون جيان مصنوعي ڳوڙها ڳاڙيندڙ، ڪيئي ماڻهو ڏٺا ٿا وڃن. ايران جو اڳوڻو وزيراعظم ڊاڪٽر مصدق جو توده پارٽيءَ جو اڳواڻ هيو ۽ جنهن شاه ايران کي تخت کان لاهي ٽوٽا چٻايا هئا. هي همراه واه جو روئڻو هيو.

هر محفل ۽ پبلڪ جلسي موقعي تي روئڻ ۾ چٽڪندو هيو. پاڻ ته روئندو هيو پر پبلڪ کي به ڊنيڪرن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو هيو. ڪيس مارڻ لاءِ ڪيئي سازشوپن ڪيون ويون پر هي ڀيري ڪيس اوچنگارن ۾ ڏسي قاتلن جي به دل نرم ٿي پوندي هئي ۽ هو هر ڀيري ترس کائي سندس موت ملتوي ڪري ڇڏيندا هئا.

روئڻ عورت لاءِ ته فن به آهي ۽ ڪوريئڙي وارو چار پڻ. پر شاه وارين سورمين جا آلاپ ۽ ورلاپ دل ڏاريندڙ آهن. راٽي لاءِ مومل رڙندي راتيون گذريون. پنهونءَ لاءِ سسئيءَ سڏ ۽ سڏڪا ڪيا، ماروئڙن لاءِ مارئيءَ جو اپو ٿي اوسارڻ ۽ ليلان جو ليلائڻ روئڻ جي معراج آهن. سهٽي پٽائيءَ به ليلان واري راءِ ريجهائڻ لاءِ اهو ئي ڏس ڏنو ته "ليلان ليلائيج. جي ليلائي نه لهين تان پڻ ليلائيج." چاڪاڻ ته روئڻ سواءِ ٻيو ڪو چارو ئي ڪونه هيو. چو ته جتي زر ۽ زور نه ٿو هلي اتي زاري اگهيو وڃي.

شاعرن ۾ سڀ کان وڌيڪ روئڻو ڀڳت ڪبير هيو ۽ اڪثر دوها نير وهائيندي چيا اٿائين ۽ سندس بياض جو عنوان ئي اهي، "ديکھ ڪبيرا رويا." اردو شاعريءَ ۾ مير تقي مير جو روج ملڪان ملڪ مشهور آهي. سندس دوستن کي به پارت ٽيل هئي ته "سرهاني مير کي آهسته بولو- ابهي ٽڪ روتے روتے سوگيا هے." زندگيءَ ۾ هڪ اهڙو به مائيٽو ماتم ڏٺم جنهن مون کي به روئاري ڇڏيو. اها هئي مائي بالي بيگم خيرپور رياست جي والي مير علي نواز مرحوم جي راٽي يا اچا به مهاراٽي. اصلي ته ڪشمير جي اپچرا هئي پر پوءِ سونهن جي هڪ يونٽر هزهائينس مٽس اکن چڪن ٿي پيو ۽ ڪيس پٽ

راڻي بٺائي گهر وٺي آيو. مير صاحب شاعر هيو ۽ عاشق جيئڙو ٻہ هيو پر جسم ۽ وزن لحاظ کان هڪ عجوبو پڻ هيو. باليءَ کي اباڻن ۽ استادن تعليم ۽ تربيت ٿي فقط پئسي ڪيڻ جي ڏني هئي ۽ نہ سچي سڪ رکڻ جي. جڏهن مير ويچارو مري ويو تڏهن وچي مائيءَ جون اکيون کليون تہ مارا هي ڇا ٿي ويو. پر پوءِ پڇتاءُ اجايو هيو ۽ اوير ٿي چڪي هئي. ڪو ويرو اهڙو ٻہ آيو جو ڪيس پائي پائيءَ لاءِ محتاج ٿيڻو پيو. رياست جي راڻي ٿي رهڻ ڪانپوءِ وري واپس وچي ٻين جي اشارن تي نچڻ سندس لاءِ محال هيو ۽ هاڻ سندس مند موسوم ٻہ نہ رهي هئي. جيايي ڪاٽڻ لاءِ ڪيس مجبورين سان نباه ڪرڻو ٿي پيو. پوءِ ڪيس پتو پيو تہ سندس حسن جي اصل قدر قيمت ڇا هئي.

مون ڪيس جڏهن ٻہ ڏٺو روئندي ڏٺو، مير جي نالي ونڻ سان ڳوڙهن جي ڇڇ اچڻ شروع ٿيندي هئي. روئيندي سندس نيڻن ۾ نير پئجي چڪا هئا ۽ اکين کان ڇاڙيءَ جي ڇيڙن تائين ڪيس گهاريون پيل هيون جن ۾ ڳوڙها ائين سرڪندا ٿي آيا ڇڻ تہ مالهہ جون لوتيون نيسر ۾ آب اوتيندي ٿي آيون. هو اکر اکر اچارڻ ساڻ نڙڪ ڳتن جي ڪڏون ڪوہن ڪان پار ٿيندي پاٽمرادو موتين جي لڙهين جيان سفر ۾ ٿي رهيا. مونکي تہ سندس اکين کان غير فاني لاٽ نظر ٿي آئي.

# آخري ڏينهن

تاريخ تيرنهين ماه اپريل ١٩٦٨ع. ڏينهن جمعو. وقت اٽڪل ٽيپهريءَ مهل- هڪ نوراني شڪل پير مرد پنهنجي بنگلہ کان ٻاهر نڪري نوڪر کي رڪشا وٺي اچڻ لاءِ روانو ڪري پاڻ اڱڻ ۾ پسار ڪندو رهيو. ٽنهڻ واري اس جي تپش ۾ روزمره جي انوسار، سندس اهوڪو عمل ڪجهہ غير معمولي ٿي لڳو. پر اڄ اجان بہ ڪنهن وڏيڪ اونهي خيال جي عميق ۾ غلطان ٿي ڏٺو. شايد ڪنهن سان ملڻ لاءِ ڪنهن ماڳ تي پهچڻ جو شدت سان انتظار ڪري رهيو هيو. رڪشا جي اچڻ تي منجهس سوار ٿي ڊرائيور کي چنيءَ سان ساڄي پاسي هلڻ لاءِ اشارو ڏنائين. ڪجهہ اڳيرو ٿي کيس درياه جي رخ ڏانهن هلڻ جي هدايت ڪيائين. ”ونٽري بندر“ جي چڙهائيءَ لڳ رڪشا بيهاري ڊرائيور کي ڀاڙو ڏيئي کيس فارغ ڪيائين. پاڻ درياه جي بند تي چڙهي ڪڙ ڏيئي پنڌ ڪندو رهيو جنهن ۾ کان اڳ ڪيئي دفعا هن هنڌ اچي چهل قدمي ڪندو ٿي رهيو.

مهراڻ جي قوه جوانيءَ ۾ اڃا مهيني ڏيڍ جي دير هئي. درياه جو پيٽ اڪثر سڪل ۽ خشڪ نظر ٿي آيو. البت ڪنارن کان وهڪرو بدستور جاري هيو. خاص طور اوريئي پر. شايد وڪڙ واري موڙ ڪارڻ. پانڌيڙو ڪنڌ هيٺ ڪيو پنهنجي سفر ۾ محو ٿي ڏٺو. بند تي چوپائي مال جي شهر ڏانهن موٽ ڏسي هيٺ لهي ڪپر تي آيو جتي پاڻيءَ جي وهڪري واري رخ ۾ ڏيري ڏيري هلندو رهيو. چڻ تہ وهڪ جي چال سان پنهنجي سوچ جو سرتال ۽ وِک ملائي وڌي رهيو هيو. سندس قدم پختو ۽ ارادو اٽل ٿي ڏٺو! پائڻ تہ اڄ کيس ڪو اهڙو قدم کڻڻو هيو جنهن لاءِ عرصہ کان اوسيئڙي ۾ هيو. شايد ڪو واعدو هيو جو کيس وفا ڪرڻو هيو! يا وري پنهنجي ضمير جو فيصلو هيو جنهن کي عملي جامون پهرائڻو هيو. يا وري وجان ئي ڪو اهڙو اٽل امر هيو. ڪو قسمت جو لکيو هيو جو اوس پورو ٿيڻو هيو. آخر هي ٿيندو ڪير

هيو جو امر کي آڏو اچي؟

پنيان بنگلي ۾ گهرو نوڪر، صاحب جي موٽ واري انتظار ۾ راه تڪيندو رهيو. صاحب کي وئي به اڍائي ڪلاڪ گذري چڪا هوا. هي پهريون دفعو هيو جو ايتري ڊگهي مدت تائين گهر کان ٻاهر رهيو هيو. وڏي ڳالهه ته ٻڌائي به نه ويو هيو. نوڪر جي پريشاني واجبي هئي. ڪيس وڏي ذميواري سونپيل هئي ته صاحب جو خيال رکي ۽ هر وقت "چوڪس" رهي. وٽس سڏ صلح لاءِ ڪيئي گهٽگهرن جا ٽيليفون نمبر ڏنل هوا ته وقت ضرورت ڪين اطلاع ڏئي. نوڪر هر رڪشا جي آواز ٻڌڻ تي ٻاهر ڊوڙي واءِ سواءِ لهندو رهندو. هونئن به اڇوڪي ڏينهن جا واقعا سندس سادي سودي سمجهه کان ٻاهر هوا. هڪ ته صبح جو صاحب سندس حساب چڪتو ڪري ڪيس ڳوٺ وڃڻ جي موڪل ڏيئي ڇڏي هئي. ساڳي وقت باورچيءَ جو ليکو پڻ صاف ڪري ڪتايو ويو هيو. تاثر اهو ڏنو تي ويو ته صاحب ڪٿي ٻاهر اُسهڻو هيو، پر ڪٿي؟ ڪا خبر نه هئي. هاڻ ته سانجهي به ٿي چڪي هئي. لاچار ٿي ڪيس ٽيليفون جو سهارو وٺڻو پيو. هر هڪ کي مختصر ماجرا ٻڌائي ويئي، ته صاحب ڪِپل وقت کان ٻاهر ڪٿي اسهيل هيو، پر اڃان سوڌو گهر نه موٽيو هيو!

بس، خبر ڏيڻ جي دير هئي. منٽن اندر ماٺهو بنگلي ۾ وارد ٿيندا رهيا. هر هڪ جي چهري تي اُداسي ڇانيل هئي. ڪين اها ڄاڻ بخوبي ٿي ڏني ته صاحب ڪهڙي ڪارج لاءِ ويل هيو. پر ڪيڏانهن؟ ڪين خاطري نه هئي. ڇاڪاڻ ته وڃڻ وارو ڪافي ڏينهن کان سفر جي سانباهن ۾ هيو. هر هڪ کي ڄاڻ هئي ته سندس زندگيءَ جي ساٿيءَ وئي پڇاڻان، صاحب نڍال ٿي چڪو هيو. هن پاڻ کي دنيا ۾ تن تنها ۽ بلڪل اڪيلو ٿي ڄاتو. جڻ ته ڪٿي ڪيس ترت سفر تي اسهڻو هيو پر سواريءَ جي انتظار ۾ هيو. هر وقت شاهه يٽائيءَ جي "آخري عمر" واري سٽ ورجائيندو ٿي رهيو ته "ڪهڙي منجهه حساب هڻڻ منهنجو هوت ريءَ." وري سندس صحت جو صورتحال به سنگين هيو. ويجهڙائيءَ ۾ ڊاڪٽرن ڪيس ٻڌايو هيو ته سندس ڪهڙو حشر ٿيڻو هيو. ڪيس "يوروما" جو عارضو هيو. جنهن بيماريءَ ۾ مريض کي موت کان اڳ ڪيئي مهينا بيهوشيءَ ۽ غشيءَ جي مرحلي کان گذرڻو هيو. جيسين موت اچي سندس ساٿي ٿئي. سندس شريڪ حيات به ان بيماريءَ ۾ وصال

ڪري وئي هئي جا روئداد سندس اکين اڳيان هئي. پر مرحوم ته سياڳي هئي جو سندس هٿن ۾ وئي. سندس هٿي ڪير هيو؟ هن پاڻ کي پين مٿان بوجهه ٿيڻ کان ڪيپايو ٿي. زندگيءَ پر هو ڪنهن بني بشر مٿان تاون يا چٽي ڪونه پيو هيو. هن پنهنجي ذات لاءِ ڪنهن کي به تڪليف ڏيڻ جو ڪڏهن "تصور" به ڪونه ڪيو هيو. اهڙي حال ۾ سندس لاءِ فقط هڪ ئي رستو ڪليل هيو. جو نه موت جي اوسيئڙي ڪيڻ کان اڳ همت ڪري ڪجهه وک وڌائي پاڻ سندس استقبال ڪري؟ آخر فرق ڪهڙو هيو؟ بقول شاه جي ته:
پاڻهي ملندو هوت ڪجهه تون به تجانءِ اڳيري!"

اهڙي اٿانگي فيصلي ڪرڻ کان اٽڪل به مهينا اڳ، هن شريعت جي چاڻ ۽ فقهه جي عالمن سان بحث چيڙي ڪانئن راءِ وٺڻ جي ڪئي. ڪيئي ڪتاب اٿلايا ويا، تحقيق ڪئي ويئي ۽ حديثن جا حوالا ڳوليا ويا. پر ڪٿي به صاف اکرن ۾ ڪا اهڙي شرعي تصديق ٿي نه سگهي ته "از روءِ اسلام خود ڪشي حرام هئي." سواءِ هن دليل جي، ته "زندگي هڪ امانت هئي." شرعي مسئلن گڏوگڏ "آپگهات" سلسلي ۾ عقلي دليل ۽ علمي بحث پڻ جاري رهيا. هڪ ڳالهه صاف ظاهر هئي ته مي ڪيس يقين ٿي چڪو هيو ته هاڻ هتي وڌيڪ وقت رهڻ بيسود هيو. وٽس اٿاه علم هيو ۽ سندس حيثيت هڪ ڪامل استاد جي هئي. پر هتي هر هڪ تحصيل ڪري علم کان فارغ ٿي چڪو هيو. وٽس اچڻ وارن جا وارا ڦيرا وچي ڪي ورلي رهيا هوا. هر ڪو پنهنجي دنيا داري واري ڊوڙ ڊڪ ۾ مست مگهن هيو. باقي وقت هتي واندو ويهڻ بيسود هيو. جي اجل کي اچ سيان اچڻو هيو ته چو نه وٽس پاڻ پهچجي! چو نه ان ساڳي تاريخ تي! جڏهن سندس زندگيءَ جي ساٿي هتان رواني ٿي هئي؟ بهتر طريقو به پاٿيءَ وارو هيو.

بنگلي تي عقيدتمندن ۽ پرستارن جو هجوم جمع ٿيندو رهيو. واسطيدار عزيز قريبن کي اطلاع ڏنو ويو. گهٽن کي صبح سوير پاڻ ئي ٽيليفون تي چتاءُ ڏنو هوائين ته "چوڪس" رهن. پنهنجي وصيعت واري وارث لاءِ به پيچي پڪ ڪئي هوائين ته هو ساڳئي ڏينهن ئي پهرن ڏاري ڪراچيءَ پهچڻو هيو. سنگت جي صلاح اها بيٺي ته اول ان رڪشا واري جي تلاش ڪئي وچي جو ڪيس گهران وٺي ويو هيو. خوش نصيبيءَ سان رڪشا وارو بروقت هٿ چڙهي ويو. ڏس ڏنائين ته صاحب سنڌوءَ ڪناري پهچي ڪيس

ياڙو ڏيئي واپس ڪيو هيو. پوءِ جاءِ واردات تي پهچي ٽولا ٺاهي ڳولا ڪئي وئي. ڪو کهٽو خفو ڪرٽو نہ پيو. ٽورو ٿي پريرو ڪنڌيءَ لڳ هڪ لاش لڙهندو نظر آيو. برابر ساڳيو هيو. عجب اهو جو لاش ترندو ٿي رهيو. حيرت هئي جو ٻڌڻ جي باوجود پاڻيءَ جي بوند بہ اندر ويل نہ ٿي ڏٺي. البت لوندڙي لڳ هڪ گهاءُ يا زخم هيو جو تازو ٿي ڏٺو ۽ شايد تيز ڪاٽڻ ڪري ۽ پٿرن تي ڪرڻ سبب رسيو هيو. ممڪن هيو تہ موت بہ ان حادثہ ڪارڻ ٿيو هجي! شايد قدرت کي قصو پنهنجي مرضيءَ مطابق نباهڻو هيو. بنده جي من ۾ هڪڙي ۽ صاحب جي من ۾ ٻي هئي جا راه صحيح پڻ هئي.

لاش ڪٺائي بنگلي تي آندو ويو جتي وصيعت مطابق عمل ڪرڻ لاءِ تڪڙا ۽ ترت قدم کنيا ويا. مرحوم پاران مقرر ڪيل وارث ٺڏي تي موجود هيو ٽوٽي جو يورپ جي سفر کان چند گهڙيون اڳ ڪراچيءَ پهتو هيو. وصيعت ۾ چاڻايل هيو تہ مرحوم کي سندس شريڪ حيات جي لاءِ گڏ دفن ڪرڻو هيو، جو لاش پورو سال اڳ آخوندن جي قبرستان ۾ امانت طور رکيل هيو. هڪ پارٽي مقام ڏانهن امانت رکيل لاش کي ڪڍي آڻڻ لاءِ رواني ڪئي وئي. دفن لاءِ فيصلو هي ڪيو ويو تہ ٻنهي جنازن کي سنڌ يونيورسٽي جي ڪنهن مناسب جڳهہ تي پوريو وڃي ڇاڪاڻ تہ سنڌ يونيورسٽِ مرحوم جي ڪوشش جو ڪرشمو هيو. جنهن اداره جي جنم کان وٺي نيپاج تائين پالنا پاڻ ڪئي هوائين. سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائس چانسيلر پنهنجي عادت انوسار پهريون تہ اهڙ رٿ جي مخالفت ڪئي. پر پوءِ سمڪ اچڻ تي پنهنجي راءِ تي نظر ثاني ڪري هائو ڪيائين. زمين جي پٿرائتي هئڻ ڪري قبرن جي کوٽائيءَ ۾ ڪافي وقت لڳي ويو. سومهڻيءَ جي نماز بعد جنازي نماز پڙهائي وئي. رات جي يارهين بجي ٻنهي جنازن کي هڪ ٻئي جي لڳو لڳ قبرن ۾ دفن ڪيو ويو. پاڻيءَ واري مسافريءَ ۾ تہ اڪيلو روانو ٿيو هيو. پر خشڪيءَ واري سفر ۾ نہ فقط سڳهرو هيو پر سندس سمورو سات ساٿس گڏ رهيو!

هي آهي ان آدميءَ جي آخرين ڏينهن جي مختصر آڪاڻي جو هڪ عظيم انسان هيو ۽ سنڌ جي اڪثر عالمن ۽ اديبن جي راءِ مطابق هن صديءَ جو وڏي ۾ وڏو ماڻهو هيو. سندس اصلي نالو تہ امداد علي خلف امام علي قاضي هيو پر جڳ جهان ۾ هو علامہ آءِ آءِ قاضي نالي سان مشهور هيو. هو وڏي پايہ جو عالم اديب دانشور ۽ مفڪر ۽ مبلغ هيو. نہ فقط دنيوي ۽ ديني علوم ۾

مهارت رکندڙ هيو پر شاه جي رسالي جو حافظ ۽ ڪلام پاڪ جو مفسر هيو. سندس عقيدت مندن جو تہ هي بہ چوڻ هو تہ علامہ صاحب ورهين جا ورهيہ جاکوڙ ڪري ان پروليءَ جو پاهو بہ ڳولي ڪڍيو هيو جنهن کي لطيف سائينءَ "سلطاني سهاڳ" تي سڏيو.

علامہ صاحب جي پوري زندگي سئين سڌي صاف سٿري ۽ اڇي اجري گذري هئي. سندس زندگيءَ ۾ ڪي ور وڪڙ يا تهخانا ڪونہ هوا پر هڪ کليل ڪتاب جيان ظاهر هئي. هن نہ ڪڏهن ڪک کي رنجايو هيو ۽ نہ ڪنهن جي ڪک اوڏو هيو. سموري عمر مسواڙي مڪان ۾ رهيو جنهن ۾ گهرو سامان سڙو بہ مسواڙي هيس. سندس ڏرتي تي ڏي وٺ اپت ۽ کپت جو حساب ڪتاب صاف هيس. بچت واري موڙي خيراتي ڪمن ۾ ورهائي ڇڏيائين. سندس گهر واري ايلسا قاضي سال اڳ لاڏاڻو ڪري چڪي هئي. پٽيان نہ اولاد هيس ۽ نہ وري ڪي مال ملاڪ ڇڏيائين. وٽس علم جي اٿاه دولت هئي. ڪجهہ ڪتاب ۽ ڪجهہ اڻ ڇپيل ڪتابن جا نسخا ۽ بس!

# واريءَ سندو ڪوٽ

الله نہ پلائي تہ اڄ جيل اندر وڏو ڪو جشن ملهائڻ جي تياري پيا وري اچا يہ ڪا وڏي واردات ٿيڻ واري هئي. سنجهي کان ئي سانباهن جا آثار ڏسجي رهيا هئا. هونئن تہ هر شام ٽاٽي جيل جي بند ٿيڻ بعد، ٻاهرين ۽ اندرين دنيا جو پاڻ ۾ ڪو لڳ لاڳاپو رهيو ئي ڪونہ ٿي. پر اڄ معاملو ڪجهہ اُلٽ ٿي ڏٺو. سج لٿي کان وٺي سرڪاري جهنڊي واريون موٽرون ۽ خاڪي رنگ جون جيپون جيل جي رُخ ۾ ڊوڙنديون ٿي رهيون. هن ڪمهلي وقت باوردي عملدارن جي جيل اندر بنيان روڪ ٽوڪ جي اچ وڃ ۽ جيل جي عملي وارن سپاهين سان سندن سس پس ۽ ڪانا ڦوسي ڪجهہ پراسرار ٿي ڏني.

عجب اهو جو جيل اندر هر هڪ جي دلچسپيءَ جو مرڪز ڦاسي گهاٽ هيو، جنهن کي اڄ بجلي بتين سان سيج جيان سينگاريو ويو هيو. اهو بہ سومهڻيءَ ويل! اڄ جيل جي تاريخ ۾ ڪو انوکو باب لکڻو هيو. هونئن تہ بنديخاني جي منشور مطابق ڪالي ماتا جي بليدان جو وقت مقرر ٿيل هيو. جو آڻ ٽر هيو. ڦاسيءَ جي دائمي ويل هئي هميشہ چار بجا رات، يعني پوين اسر. پر اڄ سنجهي ئي سيج سجائي ٿي ويئي. روشنين جي جهرمٽ ۾ موت جي پاتاري اڄ عجيب ڏيکاري ٿي ڏني. موت جو ماڳ ۽ فلمي ڪئميرائون! ڪجهہ عجيب ماجرا هئي. شايد اڄ ڪنهن وڏي ڊرامي جي آخري ڊراپ سين ٿيڻي هئي!

قيد خاني جي باندين کي ٻئرڪن ۾ بند هوندي بہ ضرور ڪا تہ ڪڙڪ پيل هئي. تڏهن تہ چوڌاري چوبول متل هيو. قيد جي ڪائنات بہ عجيب آهي. هواءِ پر ۽ جهيٽو پٽڪو بہ ڪنهن کان ڳجهو نہ هوندو. توڙي جو قيدين جا دائرا ۽ ديرا، چڪر ۽ ڪال ڪوٺڙيون هڪ ٻئي کان الڳ ۽ علحده هيون. معلوم ائين ٿي ٿيو ڄڻ تہ باندين جي دلين واري ڌڙڪڻ هڪ تندٻان تار جو

ڪم تي ڏنو، ۽ هر هڪ کي اهو پيغام تي رسايو جو ٻين ڏينڻ تي چاهيو. قيدي جي هونئن جيل جي دنيا واري آزاد ۽ چڙواڪ ٻولي ڳالهائڻ جا عادي آهن، تن اڄ رات تلاوت تي ڪئي! ڪلام پاڪ جو "غوغاءُ" جيل جي سرحدن کان گهڻو ڏور گونججي رهيو هيو. ڪا ته ڳالهه هئي جنهن جي چاڻ هر هڪ کي هئي. سواءِ ان بانديءَ جي جنهن جي اڪلائڻ لاءِ هي سڀڳن ساٿ تي رهيا هئا!

الاجي ڇو! جيل ۾ اڄوڪي رات اٽڪ تي لڳي. قيدين جي ننڊ ڪافور تي چڪي هئي. هونئن به هي هر جيل جو پراڻو دستور هيو. قاسيءَ واري رات ڪوبه قيدي اک ٻوٽي نه سگهندو هيو. هو سڀ جي ننڊ ڪيئن سمهن جڏهن کين چاڻ هئي ته سندن ساٿي رات سوليءَ چڙهڻو هيو. هونئن به موت جهان، قاسيءَ جي مهل ۽ ماڳ ماڻهن کان مخفي رکڻ جڳائي. هراس جو ڪارڻ جيل ۾ جلاد جي آمد هئي جو ڪوٽ لکپت کان آيل هيو ۽ شام ٽاڻي لاماڻا ڏيندي ڏٺو ويو هيو. سندس منحوس مهانڊن کان ڪير واقف نه هيو. ٻئي ڪنهن به وهنوار ۾ ڏنڏي جي ايتري وحشت ۽ لعنت چهري تي نقش نه ٿي ٿئي جيتري جلاد ۾. وري اها چاڻ به هر هڪ کي بخوبي هئي ته هي ڪاسائي ڪنهن جي قربانيءَ لاءِ خاص ڪانڊيل هيو.

پوري ٻارهين بجي رات بنديخاني جي ان ڪال ڪوٺڙيءَ جو جندو کليو، جنهن ۾ بي خبرو باندي بند هيو. ڪيس سجاڳ ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانه هئي. هن جي نيڻن ۾ ننڊ جو نالو نشان ئي ڪونه هيو. ڪيس هوشيار ڪرڻ خاطر چابين جي ڪڙڪڙ ۽ تالو کلڻ جي آهٽ ئي ڪافي هئي. ٻڌايو ويو ته ڪيس ڪنهن نامعلوم منزل طرف وٺي وڃڻ لاءِ حڪم جاري ٿيل هيو، جنهن لاءِ سنبت ڪرڻ لازمي هئي. باندي وائڙو ٿي ننڊ ڪڙي نگاهن سان ڪين گهوري ڏسندو رهيو. سوچ سمجهه ته هونئن به سندس عمر ڀر جي مشغولي هئي. پر حالتن جي ٻي وسي ۽ نصيب جي هيرا ڦيريءَ کيس ويڳاڻو ڪري ڇڏيو هيو. هيءَ اويلي ويلا! ڪنهن سان ميل ملاقات جو ڪو مناسب موقعو نه هيو. پر جي هيو ته ڪٿي ۽ ڪنهن سان؟ جن سندس پر ڪوهي ترڙ ڪري پنجره ۾ پهچايو هيو، اهي ڪي سندس سڄڻ ته نه هئا. سندن هر چال ۾ سازش هئي. هنن هاڃان هٿڻ ۾ گهٽايو ته نه هيو. اڄ وري ڪو نئون راڳ آلاپي رهيا هئا ته ڪنهن منزل طرف هلڻو هيو!

سندس ذهن بخار واري حرارت جي تيز رفتاريءَ سان ڊوڙي رهيو هيو. ڪالهه سندس گهر ڀاتين سان ملاقات ڪرائي ويئي هئي. هونئن ته ڪنهن بني بشر کي ساٿس ڀه ٻول ٻولڻ لاءِ اجازت ڪانه هئي. عام قيدين کي ته پاڻ ۾ ٻولا چاريءَ لاءِ ڪا روڪ ٽوڪ نه هئي. پوءِ مٿس اهڙي پابندي ڇا لاءِ هئي؟ شايد ان لاءِ جو پاڻ عام نه پر "خاص" قيدي هيو. پوءِ ساٿس عزيزن جي ملاقات جي رعايت الاجي ڪهڙي جذبي هيٺ ڪيل هئي. توڻي جو هاڻ ته ڪيس پنهنجا پرايا سڀ هڪجهڙا ٿي لڳا. ڪنهن به ساڻس سچ نه ٿي سليو. هرهڪ "رواج" تي ڳالهايو. الاجي ڇو؟ ڪالهه ڪيئي ڀيرا ساڳيو سوال هرهڪ کان ور ور ڪري ورجايو هوائين، ته ڪنهن به ائين تسليم نه ٿي ڪيو ته اها 'آخري ملاقات' هئي. هي برابر آهي ته ملاقاتين جي مهانڊن تي مايوسي ڇانيل هئي. پر اها نراسائي ته ازل کان هر هڪ تي سوار هئي جو به ساڻس جيل ۾ ملڻ تي آيو.

عجب اهو جو هر آئي وئي ڪيس ڏڍ تي ڏنو. شروع ۾ ته سندس ساٿين وڏي هام ٿي هنئي. اها به سيني تي هٿ هڻي ۽ "انشاءَ الله" چئي ته "ملڪ ۾ خوني انقلاب اچڻو هيو ۽ اهو به اڄ يا سڀاڻي." اڄ يا سڀاڻي، ڪندي پورو سال گذري چڪو هيو. پر پوڻو ته ڪنهن به نه ٻاريو هيو. باقي ڳالهيون ته وڏيون ٿي ڪيون ويون. دنيا جون طاقتور حڪومتون ڪيس جيل کان آجو ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وجهي رهيون هيون. اسلامي ملڪن به ان ڏس ۾ خاص حيلا ٿي هلايا. خاص طور لبيا، يمن ۽ شام. قذافيءَ لاءِ ته هي به مشهور هيو ته پئرا شوٽ گوريلن وسيلي ڪيس قيد کان ڪڍي وڃڻ لاءِ گهاٽ گهڙي رهيو هيو. اهي سڀ گشا پٽا هئا يا انهن ۾ ڪا سچائي به هئي؟ ساڻس سچ ڇا لاءِ نه ٿي ڳالهايو ويو؟ آخر ماجرا ڇا هئي؟

جنهن خبر لاءِ ڪيس مدت کان ۽ جنهن جي ٻڌڻ لاءِ شدت سان انتظار هيو ان جا اهڃاڻ ته ڪٿي به ڪونه ٿي ڏٺا. آخر ٿي ڇا رهيو هيو؟ ماڻهو ماٺ ۾ ڇو هئا؟ اهو عوام ڪٿي هيو جو لکن جي تعداد ۾ ڪيس ٻڌڻ ۽ ڏسڻ لاءِ تڙپندو ٿي رهيو؟ سندس جانثارن کي ڪهڙو سپ سنگهي ويو هيو جن پنهنجي رت سان ڪيس لکت ۾ پنهنجي جان جي قرباني سونپي هئي؟ شايد عوام کي سجاڳ ڪرڻ وارو ڪونه هيو. پر آخر پارٽيءَ وارن ڪهڙا ڦاڙها ٿي ماريا؟ سندن هٿ پير ۽ زبان ڪنهن ڪپي ته ڪانه ڇڏي هئي؟ هونئن ته هر

هڪ لکن جي ليڊر هئڻ جي ڊاڙ تي هئي. ڪي قومي ليڊر هئا. ڪي راڄ جا پير مرشد ۽ پريا مڙس هئا تہ ڪي لٽ سردار هئا!"

"معلوم ائين ٿي ٿيو چڻ تہ سيني سندس خلاف سازش سٽي هئي، جن ۾، قدرت بہ شامل هئي! هو گنهگار بندہ ضرور هيو. پر جنهن ڏوہ ۾ کين ڦاسائي لڙڪايو ٿي ويو اهو سندس ڏوہ هيو ئي ڪونہ. فقط بهتان هيو. خالي بهانو. ضرور ڪنهن بيروني طاقت جي حرڪت هئي، جنهن جي اشاري تي هي سارو مانداڻ مچايو ويو هيو. آمريڪا؟ ڪيس ياد آيو تہ جڏهن آمريڪي پرڏيهي سيڪريٽريءَ جو خط ڪٽي راولپنڊيءَ جي راجا بازار ۾ وچي واتهڙن ۾ "ريفرنڊم" ڪرايو هئائين. آمريڪا ضرور ان بي عزتيءَ جو پلئو پاند ڪرائي رهي هئي نہ تہ مُلن جي هٿ ٺوڪي هلچل سندس ڇا ٿي بگاڙي سگهي. سندس پروانہ لکين هئا. ماڻهو متا جان نثار ٿيڻ لاءِ آتا هئا. ڪن تہ تازو پاڻ ڪي باهہ ۾ ساڙي پسم بہ ڪيو هيو، جو ان ڳالهہ جو ثبوت پڻ هيو!

واقعن جو وهڪرو ايترو تہ تيز رفتار هيو جنهن جو پيرو کرو ئي ڪڍڻ محال هيو. آخر ٿيو ڇا هيو؟ ڪهڙي ڪوتاهي ٿي هئي ۽ ڪنهن کان؟ سندس پارٽي ملڪ گير ۽ مضبوط جماعت هئي جنهن جي جڙ پاڙ اکيڙڻ ڪو آسان تہ نہ هئي. ضرور ڪا سازش هئي؟ پر ڪير ۽ ڪنهن ٿي تختو سرڪايو؟ هن هزارن ۽ لکن کي نوازيو هيو ۽ سڄن کي سائو ڪيو هيو. جي اڳ ڪجهہ ڪين هئا سي بہ سندس ڪرشمي سان اڄ لکپتي هئا. ڪن کي تہ گهٽيءَ کان کڻي گهوڙي چاڙهي گهوٽ ڪيو هئائين. پنهنجي پارٽيءَ ۾ تہ سندس ساک پت هئي پر ٻاهرين ملڪن ۾ بہ سندس هاڪ هئي. خاص طور وچ مشرق ۾ تہ سندس ڪيئي شيدائي هئا. ڇا ائين تہ نہ هيو تہ قسمت سندس سات ڇڏي ڏنو هيو؟ پر نصيب تہ سندس سدائي پنيرائي ڪئي هئي. ماڻهو تہ گهٽي ٻاگي سندس ڏوريءَ ۾ هئا. پر قدرت؟ شايد؟ تڏهن تہ ڪا ڪاريگري ڪارگر نہ ٿي رهي هئي ۽ سنواٽي ڳالهہ بہ ڪلتي ڪاٽي الٽي ٿي پيئي. پر سندس پارٽيءَ جا سردار سڀ مري ويا هئا؟ خاص طور اهي فدائي ڪٽي هئا جو سر تريءَ تي کنيو ٿي گهميا؟

هو ڪو عام رواجي ماڻهو تہ نہ هيو. هو پنهنجي دؤر جي چونڊيءَ جو دانشور ۽ اڪابر ماڻهو هيو. سياست سندس راند هئي. بلڪ سندس گهر جي

ٻانهي هئي. سياست جي شطرنج ۾ ڪيس اڄ ڏينهن تائين ڪنهن شهه ڏني ٿي ڪانہ هئي. هن اهڙي موڙ تي اچي واڳ سنڀالي هئي جڏهن پوري قوم اوٻاسين تي هئي. اڌ ملڪ پڇجي الڳ ٿي چڪو هيو. فوجي طاقت نيست و نابود ٿي ويل هئي. ڀارت جو پلاند ڀاري هيو. اڌ ڪان گهٽا سپاهي ڀارتي جيلن ۾ باندي هئا. ملڪ مالي طور ڏيوالو ٿي چڪو هيو. هي برابر آهي تہ پاڻ بہ گهٽي حد تائين انهن حالتن لاء ذميوار هيو، جنهن راز جي خبر ڪيس بخوبي هئي. پر هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هي سندس هٿ هئا جنهن ان ٻڏندڙ ٻيڙيءَ کي تاري ڪناري لڳايو هيو.

ڇا ائين تہ نہ هيو تہ اڌ رات ٽائي آيل هي جمدوت موت جا ماري هئا ۽ ڪيس سوليءَ تي لڙڪائڻ لاء وٺڻ آيا هئا؟ پر جي ٻڪرپوسات جي ويل اچي سهڙي هئي تہ پوء باقي سُستي ڇا جي هئي؟ هي همراه تہ پاڻ سان جيل جي حجم کي بہ سنجن سوڌو وٺي آيا هئا. سولي چڙهڻ لاء سيرب لاهڻ جي ڪهڙي لوڙ؟ غسل لاء صابڻ پاڻي ۽ پوشاڪ جو نئون وڳو بہ ساڻ کڻي آيا هئا. هي آثار ڪجهہ اميد افزا هئا ۽ نہ ڦاهي چاڙهڻ وارا. ڦاسيءَ لاء تہ غسل ۽ لباس ٿي پنهنجي الڳ قسم جو ٿيندو آهي. ضرور ڪيس ڪنهن سان ملاقات ڪرائڻي هئي، جنهن لاء رات جي اونداهي لازمي ڄاتي ٿي ويئي، جيئن اخبار وارن يا عوام کي ڀاڻور نہ پوي. جي ڪنهن کي ڪڙڪ پئجي ويئي تہ حڪومت خلاف ملڪ ۾ باه ٻري ويندي. هي بہ ممڪن هيو تہ ڪيس ڪنهن ٻاهرين ملڪ جي سربراه پاڻ وٽ پناه ڏيڻ جو ذمو ڪنيو هوندو. جيئن مون مجيب الرحمان کي جيل کان ڪڍي لنڊن روانو ڪيو هو. ضرور ڪنهن طاقتور اسلامي ملڪ دخل ڏنو هوندو ۽ پاڻ ذمو ڪنيو هوندو، جنهن ڪارڻ مون سان سوديبازي ضروري سمجهي ٿي ويئي!

ڪند ڌوڻ ڪري حجم کي ويجهي اچڻ لاء اجازت ڏنائين جو اشاري جي انتظار ۾ هيو. سيرب لٿي ڪان پوء ميرا مروتيل ڪپڙا لاهي وهنجي سهنجي اڇو اجرو جوڙو اوڙهي اٿي کڙو ٿيو. جيلر ڪيس پنهنجي همراهيءَ ۾ وٺي هلڻ لاء تيار بيٺل هئا. ڪوٺڙيءَ کان ٻاهر نڪرندي ٿي سندس ٻانهون پٺيءَ پٺيان جڪڙي هٿڪڙين ۾ هٿيڪيون ڪيون ويون. عذر هي پيش ڪيو ويو تہ اهو عمل جيل جي قانون مطابق هيو، ڇاڪاڻ تہ هٿياربند پوليس بجاء فقط بہ جيلر هئا. اهي بہ هٿين خالي!

ٻن جيلرن وچ ۾ وک کڻندي ڪيس عجب ٿي لڳو. حضرت عيسيٰ لاءِ مشهور هيو تہ ڪيس ٻن خونين وچ ۾ بيهاري سزا جو اعلان ڪيو ويو هيو. ڪيس جناح مرحوم جي هيءَ چوٽي ذهن تي آئي، جنهن لارڊ مائونٽ بيٽن ۽ سندس بيگم وچ ۾ ويهي فوٽو ڪڍرائڻ تي چيو هئائين تہ "هڪ گل ٻن ڪنڊن" وچ ۾ گهيريل هيو. هونئن بہ هن ماڳ کان پورو هڪ سئو وکن مفاصلي تي صدارتي محل هيو، جتي هو ستن سالن تائين مطلق حاڪم جي حيثيت ۾ حڪمراني ڪندو رهيو هيو. هو فقط آئيني صدر يا هٿ ٺوڪيو پرائيم منسٽر تي نہ رهيو هيو پر بي تاج بادشاهہ ۽ فيلڊ مارشل بہ ٿي رهيو هيو جو مقام خاص فوجي جرنيلن لاءِ وقف ٿيل هيو. ملڪ جا معزز ماڻهو، فوج جا مدارلمهام، عدالت جا چيف جسٽس، صوبن جا گورنر ۽ گادين جا سجاده نشين سڀ سندس سلامي هئا. ڪي تہ ڪيس ايترو جهڪي سلام ڪندا هئا جو معلوم ائين ٿيندو هيو تہ ڪيس سجدو ڪري رهيا هئا!"

جڏهن هو دوري تي اسهندو هيو تہ سندس اڳيان پٺيان موٽرن جا قافلا ۽ ٻهيرون لڳي ويندڻيون هيون. چئني صوبن جي پوليس قدم قدم تي سندس حفاظت ڪندي هئي. جي ريل رستي ويندو هيو تہ هو ريلوائي ڦاٽڪ پوليس پهري هيٺ هوندو هيو ۽ اسلام آباد کان ڪراچيءَ تائين اٺ سئو کن اهڙا ڦاٽڪ هئا. ملڪ جا وڏا ماڻهو ساڻس ملاقات لاءِ ماندا هوندا هئا ۽ واجهہ وجهندا هئا. هاڻ ان ماڳ کان اسي نوي قدمن تي ٽڪي جي جيلرن درميان هڪ رواجي ڳنڍڪپوءَ جيان گهمي ڦري رهيو هيو! مٿي آسمان ڏانهن نهاري مشڪيو. قدرت ڪيڏي نہ لاپرواه هئي. ڪيس ڪنهن جي ڪاڻ ٿي خيرڪي هئي. الله اڪبر!

ڦاسي گهاٽ اندر داخل ٿيندي ئي روشني جي تيز شعائن سندس آجيان ڪئي. انڌيري رات جي وڪوڙي ۾ هيءَ غضب جي روشني! هي وري الاجي کهڙو ناٽڪ رچايو ويو هيو! ممڪن هيو تہ ڪائونس ڪجهہ لڪت ۾ وڻڻ لاءِ هي ڊونگ رچايو ويو هجي. اڳ بہ ڪيئي ڀيرا ساڻس اهڙي ڪيڏ ڪيڏي ويئي هئي جا سندس سياڻپ سبب، بيسود ثابت ٿي هئي. روشنيءَ جي چمڪ سندس اکين کي پريشان ڪري رهي هئي، جي اکيون گذريل ڏهن ٻارنهن مهينن کان انڌيري ڪوٺيءَ جي اونده ۽ رات جي جهڪي ۽ ڏيمي روشنيءَ تي هريل هيون. هڪ تہ سندس ٻئي هٿ پٺيان ٻڌل هئا نہ تہ جيڪر اکين آڏو

هٿ ڏيئي ڪجهه بچاءُ ڪري سگهي ها.

چا ائين ته نه هيو ته هيءَ ڪا پچاڻيءَ جي شروعات هئي؟ پر ائين ممڪن به هيو. آس وري به سندس ساٿ نه ڇڏيو. اميد به عجيب چيز آهي! آس هر وقت ڪٿ لڳي ايندي. تنڪي جو سهارو به نه ڇڏيندي. پاڻ کي ڏڍ ڏيندي چانڊڙيءَ جي چائنٺ تي پير ڌريائين. جيلر اڳيرو ٿي سندس پيرن ۾ بيڙيون جڪڙيون. هاڻ ته ڪٿي ٻلي ڪان لوهه هيو. ڪيس "ڪالڪان" ٻوليو الاجي نه. خبر نه آهي. پر اجل اچ هيجل جيان ائين ٿي ٻولايو ته سر سوالي آهيان."

قانون جي رکوالي ڪيسي مان سياهه حاشيءَ وارو لفافو ڪڍي ڪولي ڦاسيءَ جو حڪم وڏي واڪي پڙهيو. جلاد ڦڙتي ڪري وک وڌائي ۽ بانديءَ جو چهري تي ڪارو ٽوپ چاڙهيو. ٻئي هٿ سان ڪاهر جي نوڙيءَ وارو ٽوڙهو سندس ڳچيءَ ۾ وڌو، جا ڳچي هوندي گلن جي هارن جي هيراڪ هئي. جلاد کي اچ پنهنجو جوهر ڏيکارڻو هيو. جنهن مقصد خاطر ڪيس خاص طور سيڙائي ڪوٽ لکپت جيل ڪان هٿ آندو ويو هيو. اچ سندس اجوري ۾ به پنجن روپين جو اضافو پڻ ڪيو ويو هيو. هوندي عام رواجي ڦاسيءَ لاءِ ڪيس ويهه روپيه في ماٺهو ملندڙ هئا.

ڳچيءَ ۾ ڳارو پوندي ئي بانديءَ جي چپن تي بي اختيار پٽڪا بلند ٿيا. يا الله مدد. آئون بيگناهه آهيان.

ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهه مقام ۾!

# اڻ وڻندڙ ڪهاڻيون

**(١) سونهن سوڀيا**

فقير ڪڙو ڪڙڪائي پنهنجي اچڻ جو پڙهو ڏنو. "ڏي نالي الله جي." بيڪڙيل دروازو کليو. هڪ حسين نينگريءَ اڳيرو ٿي پنهنجي اٽي ڀريل هٿ وڌايو. فقير پنهنجو ڪشڪول اڳتي ڪيو. اٽي جي لپ آٽتيءَ خالي هٿ پٺتي هٽيو، پر بيڪاري بت بڻيو بيٺو رهيو. چڻ پند پاهڻ تي ويو هيو. نينگريءَ ڪلي پڇيو "فقير ٻيو ڪجهه گهرجي؟" فقير ٽڪٽڪي نگاهه سان گهوريندي چيو "تنهنجي حسن جي خيرات." "بابا هن حسن ۾ ڇا رکيو آهي؟" فقير وري ٻه ٻنهه تي ساڳي سٽن ورجائي. "تنهن جي حسن جي ڀکيا." "ته پوءِ هفتي کان پوءِ ڀوڪي ڏينهن تي اچ ته پاڻ حاضر ڪندس." فقير کي پنهنجي ڪنن تي ٻتي نه آيو. رڙ ڪري چيائين ته "سچ؟" "بلڪل سچ هن هنڌ ۽ هن وقت" ائين چئي نينگري گهر اندر هلي ويئي. فقير ٽاڏيون ڏيندو رهيو. پوري هڪ هفتي بعد ساڳئي ڏينهن تي فقير اچڻ سٽن هنيون. در کليو ۽ هڪ سائي پيلي رنگ جي ڏٻري عورت، جنهنجون اکيون به ڏرا ڏيئي ويل هيون، ڪڇ تي گهڙا ٻه کنيو، اچي فقير اڳيان بيٺي. فقير هن ڏانهن ڪي ڏسي نراس ٿي ويو. چاڙ ٻن ته ساٿس دوکو ٿيو هيو. پڇيائين ته هتي هڪ حسين نينگري رهندڙ هئي ڪا ڪٿي؟ سڃاتئين نه ٿو فقير آءٌ ساڳي تنهنجي اکين آڏو بيٺي آهيان. فقير ڏسي پڇيو ته پوءِ تنهنجي سونهن سوڀيا ڪٿي؟ اهو سڀ ڪجهه هن گهڙا ۾ جدا رکيل آهي. هر ڏينهن آءٌ پنهنجي حسن کي پاڻ کان ملڪو ... روزانه جلاب ونندي رهيس ۽ جو ڪجهه الڳ ٿيندو رهيو هن ... سنڀالي رکندي رهيس. هاڻ هي وٺ ۽ سنڀال پنهنجي "سونهن پري ..."

**(٢) عجيب اڏاوت**

هر عام ماڻهوءَ جي بدن ۾ مٽيءَ جو حصو اڌ ڳوٺي يعني هڪ ٻاچڪي ... آسي جو باريڪ دز واري ڌڌڙ آهي. جنهن اها ڌوڙ ٽڙي پکڙي واٽکي ٿي ... ان ڪري ڪيس هڪ بالٽي جيتري پاڻيءَ وسيلي ڳوهيل مٽيءَ جي ... جيان پاڻ ۾ ڳتيل رکيو ويو آهي. اهو پاڻي وري هوا جي دٻاءَ ڪري هر ... رسيل رهي ٿو. پاڻيءَ جو مقدار بدليل شڪلين ۾ ظاهر ٿئي ٿو ۽ بدن کي ... ٿلهي ۽ مضبوط رکڻ ۾ مدد ڏئي ٿو.

پاڻيءَ جو عنصر ٻري وري رس جي روپ ۾ رهي ٿو. جنهن کي آڳ جي گرمائش هميشه گهميل ۽ ٻاڦ جي صورت ۾ روان رکندڙ آهي. جو ڪجهه

ڪاڏو ۽ پيتو وڃي ٿو ان کي به اهو بخار هضم ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. هن پاڻ سبب جسم کي رنگ روپ ۽ ڏيکاءُ حاصل ٿئي ٿو.

هوا جا جزا جسم ۾ حرڪت ۽ چستي پيدا ڪن ٿا، جنهن ڪري بدن کي بيهڪ ملي ٿي ۽ ماڻهو اٿي ويهي سمهي ۽ گهمي سگهي ٿو.

اهڙي طرح هي انساني هڏ، گوشت ۽ پوست جو پنجرو چئن عناصرن جيئن تہ مٽي، پاڻي، هوا ۽ آگ جو جوڙيل بوتو آهي، جو پتليءَ جيان هن دنيا جي تماشي ۾ مشغول رهي ٿو ۽ احمق انسانن کي مردن يا عورتن جي جنس ۽ روپ ۾ ڏيکاري ڏيئي سندن اکين ۾ ڌوڙ وجهندو رهي ٿو.

## (٣) عظيم عمارت

جيئن ماڻهوءَ جي مرڻ کان پوءِ سندس جنازو مرده ٿي وڃي ٿو، تيئن سندس جسم جيئري بہ ساڳيو لاش آهي. پر سينگار ۽ پوشاڪ جي پرده هئڻ ڪري سندس ڪراهت واري ڪيفيت لڪل ٿي رهي ۽ انسان جي ذهن کي دوکو ٿئي ٿو. انساني جسم سوا بہ سئو هڏن جو پڃرو آهي، جنهن کي ڏيڍ سئو کن سنڌ پاڻ ۾ جڪڙيل رکن ٿا. اهو وري نو سئو مشڪن رڳن ۽ نڙن سان واٽيل آهي، جنهن مٿان هڪ پگهريل چربيءَ جو تہ چڙهيل آهي. سموري ڍانچي ٻاهران وري چمڙيءَ جي کل چڙهيل آهي جنهن ۾ چاريءَ جهڙا سنهڙا سوراخ آهن جن مان گندي ٻاڦيٽ سدائين سمندي رهي ٿي. هي جسم جوئن ۽ ليکن جي کاڄ علاوه انيڪ بيمارين ۽ هر قسم جي مصيبتن جو مرڪز پڻ رهي ٿو.

جسم ۾ لاتعداد گلڪڙا آهن جن مان هميشہ اهڙو مادو خارج ۽ ضايع ٿيندو رهي ٿو جو اڪثر ڏٽ ڦرڙين مان جاري ٿيندو آهي. اکين مان چپيون، ڪنن مان زهريلي ميڻ، نڪ مان گوبا ۽ ججائون ۽ وات مان الٽي، پت، لعاب ۽ رت روان ٿئي ٿي. هيٺين ڌڙ جي ٻن سوراخن مان جسم جي ضايع ٿيل گندگي گئس يا چميل رت جو لوڻڙا خارج ٿين ٿا. ان سان گڏ چمڙيءَ جي نوانوي لک سوراخن مان بدبوئدار پگهر نڪري ٿو.

جيڪڏهن ملڪ جو بادشاهہ بہ ڏندڻ نہ ڏئي، ڪرڙيون ڪري وات ۽ ڳلو صاف نہ ڪري، مٿي ۾ تيل ڦليل نہ وجهي، غسل ڪري ڌوتل ڪپڙا نہ پائي ۽ هار سينگار يا عطر عنبر ۽ وسيلا استعمال نہ ڪري تہ هو هڪ بدبوئدار ڍونڍ جيان ڪنهن بہ حالت ۾ ڪراهت واري ڪيفيت کان بچي نہ سگهندو جو انهن اياڻن پنگين جو نصيب آهي جي ڪرفتيءَ جو ڪاروبار ڪندڙ آهن.

اهو سڄو ڪمال فقط هار سينگار ۽ خوشبوءِ جي مهٽ سهٽ جو آهي،

جنهن سبب انسان تانءِ ۾ پرجي ۽ ڦونڊ ۾ اچي پاڻ کي "آءٌ" ۽ "مان" سڏي ٿو. اهڙي لڪ لڪاءُ ۽ پوشاڪ جي لفافي پائڻ ڪري ماڻهو پنهنجي لاش جي بدبوءِ ۽ ڪراهت تي ڪک رکي، مرد عورت ۾ ۽ عورت مرد ۾ پنهنجي روح جي راحت ڳولي ٿو. حقيقت ۾ اهڙي جنت لاءِ بود ۾ اچڻ ڪو هرويرو ضروري نہ آهي.

ان ڳالهہ جو وڏو ثبوت هي آهي تہ جڏهن بہ جسم جو ڪو حصو بدن کان جدا ڪيو وڃي ٿو، جيئن تہ مٽس يا جسم جا وار، نهن، ڏند، جڄائون، چپيون، پيشاب خواه پائخانو، تہ ماڻهو پنهنجي پيدا ڪيل ڪچي مال تي نظر ڪرڻ يا هٿ سان ڇهڻ بہ گوارا نہ ٿا ڪن ۽ اٽلندو ڪين شرمساري ۽ نفرت پيدا ٿئي ٿي. پر باقي جسم جو ڪجهہ سڄو سارو سالم رهي ٿو اهو بہ دراصل ڪراهت پريو ڪن ڪچرو آهي، پر تڏهن بہ ماڻهو اهڙي انڌ جي گهوڙي تي چڙهيل آهي جو پاڻ لاءِ انيڪ ۽ عجيب خوشفهيمن ۾ مبتلا ٿين ٿا تہ "هو خوبصورتيءَ جي جيئري جاڳندي تصوير ۽ سدا امر ۽ ابدي هستيون آهن."

سچ هي آهي تہ انساني جسم هڪ گندو ۽ بدبوئدار ڍونڍ آهي، جنهن کي فقط اکين وارا صحيح روپ ۾ ڏسي سگهن ٿا ۽ باقي اکين هوندي جي انڌا آهن، اهي منجهس خوشيءَ لاءِ تلاش ڪن ٿا. ماڻهوءَ جو جسم پنهنجي سر هڪ وڏو زخم يا ڦٽ آهي، جنهن ۾ نو ناسور آهن، جي نيسارن جيان وهندا رهن ٿا. جيڪڏهن جسم کي اگهاڙو ڪري ۽ کيس اندران ابتو ڪري ظاهر ڪيو وڃي تہ پوءِ ڪتن ۽ ڪانون کان جان ڇڏائڻ لاءِ پاڻ سان لٺ رکڻي پوندي.

○ ○ ○

جئن ٿا پچن ان ڪيٖ، تئن جي پچن ٿا پنڌ،
تہ رڙهي لڌائون رند، لٽين لڪ، لطيف چئي.

جا براد بتن جي، سا اڄ بک آديسين،
روزا رند رکن، عيد نہ اوڏا ڪاپڙي.

جنهن سناسيءَ سانديو، گندي ۽ گراه،
انهيءَ ڪان الله، ايا اڳاهون ٿيو.

وينو پچين پار، ڪرڪا ڳڻ هلڻ جي،
اڄ آديسي مر، صباح مرندو سيڪو.

(شاهہ)

# اڻ ڪٽ آڪاڻي

هڪڙو هيو بادشاهه. بادشاهه تہ پاڻ الله آهي. پر هو زماني جو بادشاهه هيو. شاهي شغل تہ ٻيا بہ گھڻائي هيس پر آڪاڻين ٻڌڻ جو وڏو شونقين هيو. وٽس ولايتن جا ڪهاڻي ڪار ڪهي ايندا هئا. ڪهاڻيون ٻڌائي سندس دل خوش ڪندا هئا. بادشاهه سخا جو بہ صاحب هيو. آڪاڻي ٻڌائيندڙن کي انعام اڪرام ڏئي اڏي ڇڏيندو هيو. جنهن ڳالهہ ملڪ جي وزير کي فڪرمند ڪري ڇڏيو. ڪيس ڳڻتي هئي خزاني خالي ٿيڻ جي، ڇاڪاڻ تہ بادشاهه اڪاڻين جو اجورو بہ دل کولي تي ڏنو. گهڻي سوچ ويچار ڪان پوءِ وزير بادشاهه کي تجويز پيش ڪئي، تہ ڇو نہ اهڙي آڪاڻي ٻڌي وڃي جا "اڻ ڪٽ" هجي، جيئن بادشاهه جو شوق پورو ٿئي ۽ روز روز نئين سگهڙ جي ڳولا ڪان بہ جان ڇٽي پوي، ۽ انعام بہ ان ماڻهوءَ کي دل گهريو ڏنو وڃي. بادشاهه کي اها رٿ پسند آئي، وزير کي حڪم ڏنائين تہ اهڙو اعلان جلد ڪيو وڃي.

ملڪ ۾ منادي ڪئي ويئي تہ جو ماڻهو بادشاهه کي "اڻ ڪٽ" آڪاڻي ٻڌائيندو تہ ان کي بادشاهه جي وڏور شهزادي نڪاح ۾ ۽ اڌ بادشاهي انعام ۾ ڏني ويندي. پر جي آڪاڻي اڻپوري يا اڌوري رهجي ويئي تہ ماڻهوءَ جي سسي لڻي ڪوٽ جي ڪنگرن تي ٽنگي ويندي. پڙهيو گهمايو ويو ۽ ملڪ جا ناميارا سگهڙ پنهنجي قسمت آزمائي ڪندا رهيا. ڪنهن جي ڪهاڻي هڪ پهر هلي تہ ڪنهن جي ڏيڍ ڏينهن. آخرڪار تہ قصو ختم ٿئي. ڏينهن گذرندا رهيا ۽ ڪيترن سگهڙن جون سسيون ڪنگرن تي لڙڪنديون رهيون. آخر هڪ ڏينهن الله جو اهڙو بہ آهي جو هڪ مهاڻي اچي پير تي ڏونڪو هيو. ڪيس دربار ۾ پيش ڪيو ويو. مهاڻي پنهنجي آڪاڻي شروع ڪئي.

قبلا سائين، منهنجو پيءُ سنڌ ملڪ جو مشهور زميندار هيو ۽ سندس زمين ڪيترن ميلن تي پکڙيل هئي. هڪ ڀيري جڏهن سندس لکين ايڪڙ

جوئر جو فصل پچي راس ٿيو ته اوچتو ماڪڙ جا ڪٽڪ اچي سهڙيا. سڄو آسمان ماڪڙ سان ڍڪجي ويو. جوئر جو سنگ سنگ ۽ داڻو داڻو مڪڙن سان وڪوڙجي ويو. بابو سائين به ڏاڍو سياڻو وڏيرو هيو. ڏنائين ته جوئر سان گڏ ماڪڙ جو فصل به ٿي مليو. ڇا ڪيائين جو پنهنجي راڄ وارن ماڻهن کي سڏي چيائين ته پنهنجا ننڍا وڏا رڇ کڻي اچي وٽس پهچن. پوءِ سيني چار ۽ چارين کي ڳنڍي هڪ وڏو شاهي چار تيار ڪيائين. اهو چار ڪٺائي سموري فصل مٿان وڇائي ڇڏيائين ۽ سڄي ماڪڙ چار ۾ ڦاسي پيئي. ڳالهه ڪي اتي آٿي دم ڪڻڻ لاءِ ساهي پٽيائين.

بادشاهه پڇيو ته پوءِ ڇا ٿيو. مهاڻي وراڻيو ته سائين "پوءِ ويو ڪيڏندو." بادشاهه پڇيو ته ڪير؟ چي سائين "بابو." ڇا؟ چي سائين "مڪڙ." اڙي بيڙي ٻڏا پوءِ ڇا ٿيو؟ چي سائين "پوءِ ويو ڪيڏندو."

ڪير؟

چي "بابو"

ڇا؟

چي مڪڙ

نيٺ ڪنهن ڪناءِ پوءِ ڇا ٿيو. بادشاهه ڪاوڙ ۾ چيو.

چي سائين "پوءِ ويو ڪيڏندو." سائين قصو ڪيئن ڪٽندو؟ بابو سائين هڪ هڪ ڪري مڪڙ ڪيڏندو ٿي ويو. لڪين ايڪڙ جوئر، تن تي ڪروڙين مڪڙ ويٺل. جيسين مڪڙ چار ڪان نڪرن ۽ چار خالي ٿئي ۽ بابو واندو ٿئي ته پوءِ قصو اڳتي هلي. پر تن ڏينهن آڏي پيچا ڪان پوءِ بادشاهه جو مغز خراب ٿي پيو. وزير سوال ڪيا ته ان جو به اهڙو ئي حال ٿيو. آخر اڏ بادشاهيءِ ببجاءِ سڄي بادشاهي مهاڻي کي ڏيئي بادشاهه وڃي جوڳين واري جماعت ۾ شامل ٿيو. چوڻ تا ته اڄ ڏينهن تائين سنڌ ملڪ ۾ ماڪڙ واري "اڻ ڪٽ" آکاڻي اجا سوڌو هلندي ٿي.

# اهو سون ئي گھوريو جو ڪن چني

(سچي ڪهاڻي)

اڄ کان ويهارو سال اڳ سيپٽمبر مهيني جي هڪ اهڙِ اسُر رات، جڏهن باڪ ڦٽڻ ۾ اڃان پهر ڏيڍ جي دير هئي. چوماسي جي پڇاڙي هوندي به سمنڊ مانيٽو ۽ حد کان وڌيڪ سانتيڪو ٿي ڏٺو. ڪناري رخ ۾ ڊوڪيندڙ لانچ جي انجڻ جو شور سناٽي کي شگاف ڪندي چيريندو ٿي رهيو. مشين جي اڊنگي رفتار انجڻ جي جهٽڪن واري آواز ۾ ظاهر هئي. شايد تيل ۾ ڪچري اچڻ سبب يا وري مشين ۾ ئي ڪا خرابي پيدا ٿي هئي. هئي ته نئين نڪوري ۽ ڪيس استعمال ۾ آئي سوا سسال مس ٿيو هيو. عجب اهو جو ڪالهه رات کان فل اسپيڊ ۾ چالو هئي ۽ ڪٿي به گوهي ڪا ن ڪئي هوائين. هاڻ ته ڪنارو به ڪو گهڻو ڏور ڪونه هيو!

سامهون شهر جون بتيون ٽمڪندي ڏسجي رهيون هيون. جڏهن منزل اوڏو هئي ۽ اکين تي ڏٺي، اهڙي آئي پئي ڳالهه تي، انجڻ جو خراب ٿيڻ ڪو چنگو سوڻ ته نه هيو!

لانچ جو مالڪ ناڪوو ۽ سڪاٽي سخت گهبراهٽ ۾ ٿي ڏٺا. سندن پريشاني ڪوبي سبب ته ڪانه هئي. ڪين لانچ وارو مال صبح ايرڻ کان اڳ ڪورنگي نار ۾ لاهي پهچائڻو هيو. مال به بيحد قيمتي هيو. جهڙس اڳ ڪنهن به لانچ مشڪل سان ڪنيو هوندو. مستريءَ هڪ وار وري انجڻ جي پرزن جي جاچ پڙتال شروع ڪئي. تيل جي وهڪري ۾ ڪا رڪاوٽ ڪانه هئي. ممڪن هيو ته زياده گرم ٿيڻ ڪري مشين ”جام“ (Jam) ٿي ويل هئي. سندس رايو هيو ته انجڻ کي ٺار ۾ اچڻ تائين انتظار ڪيو وڃي. مالڪ جي هدايتن پٽاندڙ مال جي جنڪيٽن کي نيلان جي ڏور ۾ جڪڙي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ هيٺ لاٿو ويو. ڏور جي ٻئي ڇيڙي کي لانچ جي لوهي ڪڙي ۾ قابو

ڪري ڀڄو ويو. هونئن به ڪناري جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪسٽمس پوليس لانچن جي لامارن سبب حفاظتي تدبير ضروري هئي. دشمن جي ويجهو اچڻ تي مال ضايع ڪرڻ لاءِ فقط ريشمي ڏور کي ڪپڻو هيو جنهن ۾ سون جا جئڪيٽ سلهاڙيل هوا.

مال جي جئڪيٽن جو تعداد اٺاويهه هيو. هر جئڪيٽ ۾ اٽڪل اڌ مڻ سون سٽيل هيو جو ڏهن ڏهن تولن جي ايٽين صورت ۾ جئڪيٽ اندر سبيل هيو. هي جئڪيٽ خاص طور سون يا چاندي جي سمگلنگ لاءِ ٺهيل هوا، جي صدرين جيان هر ماڻهوءَ جي جسم تي فٽ اچي ٿي سگهيا. جئڪيٽن کي موڪري يا سوڙهي ڪرڻ لاءِ سنهڙيون زنجيرون لڳل هيون. ڪپڙن اندران پائڻ ڪري ماڻهوءَ جي بدن تي ٻاهران ڪوبه اهڙو اهڃاڻ ڏسڻ ۾ نه ٿي آيو جو شڪ جوڳو هجي. البت جئڪيٽ پائڻ سان ڇاتي موڪري ۽ سبر ڏسڻ ۾ ٿي آئي. جئڪيٽن ۾ سمايل سون پيوري ۽ چاڪليٽي رنگ جو ڪچو سون هيو جنهن کي اصلي ۽ نج سون چيو ٿو وڃي. سون جي ايٽين مٿان ڪمپني جو لپو "راٿس چائلڊ اينڊ ڪو" (Roths child and co) لڳل هيو جا دنيا جي وڏي سون جي وهنوار ڪندڙ بئنڪ هئي. سون جو اٽڪل روءِ ملهه ان وقت جي مطابق ستاويهه ڪروڙ هيو. جئڪيٽ نيلان ۽ نود قسم جي ڪپڙن جا ٺهيل ٿي ڏنا جن کي مٽيءَ ۾ يا پاڻي اندر رکڻ سان ڪين ڪو نقصان نه ٿي پهتو. انونجاهه واري مارشل لا هن قسم جا ڪيئي جئڪيٽ، جي ماڪس بي لڳ سمنڊ اندر محفوظ رکيل هوا ٿوڀن وسيلي ڪيڙائي هٿ ڪيل هوا.

هن اياڳي يا سياڳي لانچ جو نالو "پنا" هيو جو دراصل ڪراچيءَ جي هڪ نيٽيءَ جو نالو هيو. لانچ جو مالڪ حاجي قاسم پٽي هيو جو ملڪ ير ۾ قاسو اڌاريءَ جي نالي سان مشهور هيو. قاسو اڌاري پاڪستان ۾ سمگلنگ جو وڏي ۾ وڏو ٽرانسپورٽر ۽ ايجنٽ هيو. سندس دائمي رهائش "بابا ڀٽ" ٻيٽاريءَ ۾ هئي جا ڪياماڙيءَ کان ٽن ميلن تي واقع هئي. قاسو دراصل ڪڇي ميمڻ هيو ۽ ڪجهه عرصو اڳ ڪياماڙيءَ ڏکي تي مزدوري ڪندڙ هيو. پوءِ ٻن ٽين دوستن گڏ سون جي سمگلنگ ۾ شامل ٿيو جو راتو رات ۾ لکا پتي ٿيڻ جو وسيلو هيو. قاسوءَ جو ذاتي طور لانچ ۾ موجود هئڻ ڪجهه عجيب ٿي لڳو ڇاڪاڻ ته اصولي طور سمگلر ڪڏهن به پنهنجي ساز سامان سان گڏ ساڻ نه ڏنا ويندا آهن. درحقيقت سمگلنگ جو سورو وهنوار هلندڙ ٿي

پروسي تي آهي. هي دنيا جو اڪيلو ڪاروبار آهي جنهن ۾ نہ لکپڙه ٿئي ٿي ۽ نہ ئي ڪابہ ڪاغذي ڪارروائي. ساري ڏي وٺ جو دارو مدار آهي زباني ۽ واتي ويٺي. وڏن وپارين جي ڏي وٺ ٿئي ذاتي ساک پت اعتبار ۽ سڃاڻپ تي. پورهئي جا اڳهہ اڳواٽ ئي طئہ ٿيل، هر هڪ کي پنهنجي ذميواري آهر عيوضو حاصل ٿئي. محنت برابر ٿوري هئي. پر جوابداري وڏي هئي. وڏي ڳالهہ تہ خطره وارو ڪم هيو ان ڪري ڪمائي بہ خاصي هئي.

هندستان ۽ پاڪستان ۾ سون جي سمگلنگ واري تاريخ نهايت دلچسپ آهي. سمگلنگ اسان وٽ شروع ٿي چاليهارو ڪن سال اڳ يعني ورهاڱي واري دور جي لڳ ڀڳ تي. هي اهو زمانو هيو جڏهن ايراني نار ۽ عرب ملڪن ۾ تيل جي تلاش ڪامياب ٿي ۽ پيٽرول جا کوه کوٽي لڌا ويا. هن کان اڳ تيل فقط عراق ايران ۽ بحرين کان ميسر ٿيندو هيو. تيل جا خريدار يورپي ملڪ هوا ۽ پيٽرول جي قيمت عربن کي نج سون جي شڪل ۾ ادا ڪئي تي ويئي. ڇاڪاڻ تہ ڊالر ۽ پائونڊ جي قيمت ڦرندڙ گهرندڙ هئڻ ڪري بي پروسي ڇاتي تي ويئي. عرب حاڪمن سون جو ڳپل حصو يورپي بلئڪ جي قيمت تي وڪرو تي ڪيو. ياد رهي تہ سون جو اصلي اڳهہ بازار واري ملهہ کان گهڻو سستو آهي ۽ مارڪيٽ وارو اگهہ نہ فقط هر ملڪ ۾ پر ملڪ اندر هر شهر ۾ الڳ ٿيندو اهي. دنيا اندر سون جي "مانگ" ۽ ملهہ پارت م وڌ آهي جتي سون نہ فقط املاڪ يا زيور طور استعمال ڪيو ٿي ويو پر هتي سون جي پوڄا بہ ڪئي تي ويئي. هونئن بہ ايشائي ماڻهن جي پنهنجي ملڪي بئنڪن ۾ اعتبار گهٽ هوندو آهي ۽ ان ڪري هو سون کي پنهنجي عورتن جي زيورن جي شڪل ۾ يا وري اشرفين جي صورت ۾ گهر اندر رکڻ وڌيڪ پسند ڪندا آهن. شايد اهو ئي سبب آهي جو سون جي اصلي ۽ آخري منزل هميشہ پارت پئي رهيو آهي.

سون واري سمگلنگ ۾ پاڪستان جي ڪابہ سيڙپ ڪانہ هئي. سواء ان جي تہ ماڻهن جي ڪجھ حصي کي روزگار ميسر ٿي ٿيو ۽ سولائيءَ سان پئسو هٿ اچڻ ڪري سندن عادتون خراب ٿيڻ جو انديشو هيو. سون جي خريداري بہ پارتي سڪي سان ٿي رهي هئي. ڇاڪاڻ تہ ورهاڱي کان اڳ عرب ملڪن ۽ ايراني نار وارن عرب ملڪن ۾ هندستاني سڪو هلندڙ هيو. ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان پنهنجو نئون سڪو رائج ڪيو ۽ پارت پنهنجو

ساڳيو سڪو چالو رکيو. جڏهن ته عرب ملڪن ۾ سون جي خريداريءَ لاءِ ڀارتي سڪي جي ضرورت هئي ان ڪري نه فقط ڀارتي پئسن جي سمگلنگ تيز لڳي پر سندس اگهه به پاڪستاني سڪي جي مقابلي ۾ هيٺ ٿي ويو. اڄ به پاڪستاني رپيو ڀارت ۾ سندس رپئي جي اڌ برابر آهي. ان ڪارڻ ٻن قسمن جي سمگلنگ جو آغاز ٿيو. هڪ سون، جو عرب ملڪن کان هندستان ٿي ويو ۽ ڀارتي سڪو، جو ڀارت کان عرب ملڪن ڏانهن اماڻيو ٿي ويو. پاڪستان وچ تي هئڻ ڪري اهي ٻئي نيڪيءَ جا ڪم سندس رهاڪن ٿي سر انجام ڏنا. جڏهن ته سون جي گهڻي آمدرفت سمنڊ ذريعي ٿيندڙ هئي ان ڪري ڪناري جي ملاحن ان مهم ۾ وڏو تحريڪ ٿي ورتو. ڀارتي سڪي جي سمگلنگ واري فرض ادائي وري سرحدي قبيلن سر انجام ٿي ڏني. پاڪستاني ماڻهن جو ڀاڱو ادا ڪيو اهو مال آڻڻ ۽ نيڻ جي پورهئي تائين محدود هيو. قاسو اڏاريءَ سندس ڀاڻس عبدالله ڀٽي ان ڪاروبار جا وڏا ۽ مکيه سرڪردا هوا.

مستريءَ لانچ جي انجڻ چالو ڪرڻ لاءِ وڏا واجهه وڌا ۽ وس ڪيا پر سڀ بيسود ثابت ٿيا. لانچ ونجهه وسيلي اڳيرو رڙهندي رهي پر سندس رفتار سست هئي. شايد جنڪيڻن جي بوجهه ڪري جي ڏوريءَ وسيلي قطار ڪيو لانچ ڪيڏي لڙهندا ٿي رهيا. وقت تيزيءَ سان اڏامندو ٿي رهيو. هاڻ ته پئسي پرک جي مهل اچي ٿي هئي، توڻي جو ڏنڊ هئڻ ڪري ڪنارو نظر نه ٿي آيو پر تڏهن به امڪان قوي رهيو. قاسوءَ کي ڄاڻ هئي ته هو نهايت خطرناڪ موڙ کان گذري رهيو هيو. ظلم هي هيو ته اٿاهه سمنڊ جهاڳي جڏهن هو منزل مراد کي اوڏو آيو هيو ته هاڻ ڪيس ڪنارو هٿ نه ٿي آيو! همراهن کي زور سان ونجهه هڻڻ لاءِ هدايت ڪري پاڻ ڪهاڙي کڻي وڃي سڪاڻيءَ واري جاءِ تي ويٺو جتي جنڪيڻن واري ڏور ٻڌل هئي. سندس دل ڌڙڪي رهي هئي. هونئن ته دل جو پهلوان هيو پر اڄ رات سنوڻ سٺا نه هوا. انجڻ جو بند ٿيڻ ۽ خاص طور اهڙي موقعي تي جڏهن ٻيلو به ورانگهان هيو. منجهس وسوسو وجهي رهيو هيو ته "قاسو اڄوڪو صبح تنهنجي حق ۾ نه هيو." وڏو خطره هيو ڪسٽمس پوليس واري لانچ جو ڇاڪاڻ ته ان صورتحال ۾ ڏور کي ڪپي سمورو سون سمنڊ ۾ اڇلائڻو هيو. ياد رهي ته خطره جي حالت ۾ ايجنٽن کي اختيار حاصل هيو ته مال گم يا ضايع ڪري ڇڏين ڇاڪاڻ ته

سمگلنگ ۾ سواءِ "مال" جي ٻيو ڪو سڳ يا ڏوهه جو ثبوت هيوئي ڪونه.

قاسوءَ جو انديشو درست نڪتو اوچتو ئي اوچتو سامهون سڌ پنڌ تي هڪ لانچ ڏنڊ جي پڙدي ڪان نڪري سندس لانچ ويجهو ايندي رهي. هاڻ اهو وقت اچي چڪو هيو جنهن جو ڊپ هيو. قاسوءَ جي ڪهاڙي هڪ وار مٿي کڄي ۽ پوءِ هيٺ ڪري. هڪ ئي وار سان نوڙي ڪپجي ويئي ۽ باقي چيڙي کي به ڪڙي ڪان ڇوڙي قاسو پاڻيءَ داخل ڪري ڇڏيو. ڪسٽمس لانچ گهگهو وڄائيندي هاڻ بلڪل ويجهو اچي چڪي هئي. لائوڊ اسپيڪر وسيلي لانچ کي بيهڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو جا ويچاري اڳيئي پاٿهرتو بند تي ويل هئي. پوليس جا ٻگهڙ آدم بوءِ ڪندا لانچ ۾ نازل ٿيا ۽ تلاشيءَ ۾ جنبي ويا. ويچارن کي کهڙي ڄاڻ ته پکيڙڙو پنجره ڪان پار اڏامي چڪو هيو. سواءِ ڪجهه خالي بيئر بوتلن جي ٻي ڪابه اعتراض جوڳي چيز لانچ اندر نه ڏسي هنن پنهنجا قدم پٺتي ورايا. کين خاطري ٿي ته هيءَ لانچ نه هئي جنهن لاءِ کين ڏس مليل هيو. ائين نه ٿئي جو اها ڏاهه مليل لانچ وڪڙ ڪان نڪري وڃي. اها سوچ ڪري هي همراه تتي تاءِ پنهنجي لانچ هاڪاري رفو چڪر ٿي ويا. نه وري هنن ۾ ڪو تجربيڪار جهونو جوڳي هيو جو قاسوءَ کي سڃاڻي سگهي. هيءَ ٻي ڳالهه هئي ته گڏريل ٻن ڏينهن ڪان ڏاڙهي نه ڪوڙڻ ڪري قاسوءَ جو حليو به عجيب ٿي ڏٺو. خاص طور عربن واري عمامي کي مٿي سان ٻڌڻ ڪري. جو حج ڪرڻ بعد سندس پوشاڪ جو حصو ٿي چڪو هيو.

سون جي کيپ وڃڻ جو افسوس ضرور هيو پر جان بچائڻ به ضروري هئي. هونئن به سندن مزدوري ڪري هئي. مال ته هيو واپارين جو. سڀ ڪان وڏي خوشي هن ڳالهه جي هئي ته سون اهڙي ماڳ تي ڪاٽ ڪيو ويو هيو جو ڪناري لڳ هيو ۽ سياري جي موسم ۾ جڏهن پاڻي پٺتي هٽي ٿي ويو ته سون واري اراضيءَ جو بلڪل خشڪ هئڻ لازمي هيو. اهڙي خيال اچڻ وقت قاسوءَ ان ماڳ کي ٻيهر ڏسي پار پتا ذهن ۾ رکيا جتي ڪهاڙيءَ سان ڏور کي ڪپيو هوائين. نه فقط کيس سون موٽي ملڻ جي آس اميد هئي پر خاطري هئي. ڇاڪاڻ ته هي هنڌ ڪناري ڪان پنج سئو قدم مفاصلي تي مس هيو. مزو اهو هيو جو سون هٿ ڪرڻ بعد سموري ملڪيت تي سندس حق هيو. پر في الحال ته ان سموري قصي کي راز ۾ رکڻو هيو جئن لوڪ لکا نه پوي. هونئن ته ڊسمبر ۽ جنوريءَ ۾ جڏهن سمنڊ ۾ پاڻي پٺتي هٽندو هيو، اجان ته چار مهينا دير هئي. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته قسمت قاسوءَ جي سوچ ۽ سمجهه تي

پنهنجي منهن ڀرڪي رهي هئي. جڏهن سيارو آيو ۽ سمنڊ پٽي پرڪڻ شروع ڪيو جنهن اميد ڪئي تي وڃي ۽ سون واري ماڪ تي ڇيلهه ٻوڙ پاڻي مس هيو ته قاسوءِ سون هٿ ڪرڻ لاءِ سانباها ڪيا. ٻاءُ ڪي صلاح ۾ شريڪ ڪري اينڊز ڄمعي ڏينهن شام ڏاري ماڪ رسڻ جو پروگرام رٿيو ويو. قدرت الله جي ٻه ڏينهن اڳ ۾ ملٽري پوليس اچي ٻنهي ڀائرن کي گرفتار ڪري وڃي حوالات ۾ باندي رکيو. پورو سال ٻئي ڀائر جيل اندر رهيا. قاسوءِ ڏاڍا حيلا هلايا ته ڪيس جيل کان رهائي حاصل ٿئي يا وري ضمانت تي ڇڏيو وڃي جنهن هر گرفتاريءَ موقعي تي اڳ معجزا ٿيندا رهيا هوا. جيل ۾ ڪيس ڪا ڏکيائي نه هئي، ڪيس بنديخاني ۾ گهر جهڙيون سهولتون حاصل هيون. قاسوءِ هڪ اهڙي سوني ڀٽي هئي جنهن ۾ وڪيلن ۽ جيلرن ڏئو تي ڄاوا تي ڪيا. جيل ۾ سڀ کان وڌيڪ آرام واري جڳهه جيل جي اسپتال هئي جتي فقط بستري تي ليٽي ساٿين سان تاش کيڏڻي هئي. هن اسپتال ۾ قاسو ڪيئي پيرا رهي چڪو هو پر هر دفعي ڪنهن نه ڪنهن بيماريءَ بهاني. هي ڀيريون پيرو هيو جو قاسو واقعي ئي بيمار ٿي هتي داخل ٿيو هيو ۽ ڪيس دل جي بيماري هئي. ڪجهه ڏينهن بعد ڀائس عبدالله کي به ساڻس گڏ اسپتال ۾ رکيو ويو. ١٢ جنوريءَ پنيهون ڏاري دل جو دوره پوڻ ڪري قاسو پنهنجي راه رباني ورتي. ١٣ جنوري شام جو ڀائس عبدالله پڻ به دل جي عارضي سبب وفات ڪئي. ٻئي ڀائر هڪ ٻئي ڪڏ جيل جي اندر ئي وڃي اتي پهتا جتي هر هڪ کي هلڻو آهي.

مون کي ان قصي جي سموري خبر پيئي سواءِ ان جاءِ واردات جي، جتي سون پيل هيو. مون کي ڪهاڻي اهڙي دوست ٻڌائي هئي جنهن ساڻ گڏ ريل چاليهه سالن کان سنگت هئي. جڏهن آءُ سنڌ مدرسه ۾ پڙهندو هيس. انهن ڏينهين ڄاموٽ ولي محمد هڪ نهايت سهڻو نوجوان ۽ ملاح قوم جو ڄاموٽ هيو. پڙهائي کان پوءِ دريائي فوج ۾ وڃڻ ڪري اسان جي ملاقات ۾ ڀيريون مهينن ۽ پوءِ ورهين جو خال پوندو رهيو. وري جڏهن ١٩٥٨ع ۾ ڪراچيءَ بدلي تي ته اسان ٻنهي پنهنجي ناتن کي ڳنڍڻ جي ڪئي. ڄاموٽ جي مجبوري هي آهي جو هو ڳالهائيندو ورلي آهي. ڪلاڪن جا ڪلاڪ گڏ وينو رهندو پر هڪ ٻڪو به چپن کان نه چوريندو. شايد اهو ئي سبب آهي جو ڄاموٽ جي سموري زندگي هڪ راز ٿي رهي آهي ۽ سواءِ هڪ اڌ گهري دوست جي ڪنهن کي به سندس ٻاري ۾ ڪا خبر چار نه آهي. ڪائونس خبر

اوتري ملي سگهندي جيتري پاڻ ٻڌائي. باقي سائنس سوال ڪرڻ بيڪار آهن. ڄاموٽ ٻڙڪ ٻه ڪونه ڪيندو. مون کي جڏهن هيءَ ڪهاڻي ٻڌايائين ته ماڳ جو ڪو ذڪر ڪونه ڪيائين. مون سمجهيو ته ڪيس به جڳهه جو شايد پتو نه هيو. سندس چوڻ هيو ته هاڻ ان سون جو سڳ لهڻ ڏکيو هيو جئن ته ٻن ٽن سالن جي مدت پڄاڻان سون وزندار ڌاتو هئڻ ڪري ضرور ريتيءَ اندر هيٺ ڌيل رهندو ۽ نه ٻاهر تري جي مٿاڇري تي پيل ملندو. ماڳ جي خبر نه هئڻ ڪري آءٌ پنهنجو رايو قائم ڪرڻ کان لاچار رهيس. ان ڪري خاموش رهيس. ان ڳالهه کي وري ڪيئي سال گذري ويا. مالڪن جيان سندن مال به دفن رهيو پوءِ زير زمين نه سهي ته پاڻي هيٺ ئي سهي.

هتي ڪن اڳ ڄاموٽ ۽ آءٌ ٻنهي ويٺي ماضيءَ جا قصا ورجايا ته ڄاموٽ قاسوءَ واري سون جو قصو وري ڇيڙيو. بلڪ هي پڻ ٻڌايائين ته ڪيس ان ماڳ جي به خبر هئي جتي سون اڇلايو ويو هيو. سون واري هنڌ جو ڏس ڏنائين ته مون پيئي هٿ ڪوڏن تي هٿي افسوس جو اظهار ڪيو ته "ڄاموٽ ڀهرين ڀيري اهو احوال ٻڌائين ها ته اهو سون اسان وٽ هجي ها. ڇاڪاڻ ته سون واري ماڳ تي سمنڊ جو ترو ڪکرالو آهي جتي سون وارن جنڪين جو زير زمين تري ۾ ترڪڻ ناممڪن آهي خاص طور جڏهن سون جنڪين ۾ آهي ۽ اهي وري ستين پاڻ ۾ رسيءَ سان جڪڙيل آهن. هن وقت جنڪين مٿان ريتي جا انبار ضرور چڙهيل هوندا ڇاڪاڻ ته سال گذري چڪا آهن پر هڪ وڏي ڍير جي صورت ۾ نمايان هوندا. ڄاموٽ کلي چيو ته برابر پر هن عمر ۾ سون اسان جي کهڙي ڪم ايندو؟ اسان وٽ ڪا اهڙي خواهش باقي بچيل ته نه آهي جا پوري ڪرڻي هجي. سمورو سون آهيئي مائي منيءَ جي ملڪيت. ڪيس پنهنجي ماءُ جي گود ۾ رهڻ ڏنو وڃي ته بهتر. ڪڏهن ڪڏهن خيال ايندو اٿم ته سرڪار کي سلطان ٽرسٽ پاران درخواست ڪريان ته مون کي هڪ ڪوٽائي ڪندڙ جهاز ڏينهن ٻن لاءِ مسواڙ تي ڏين ته سون حاصل ڪري سنڌ لاءِ هڪ الڳ ٽرسٽ قائم ڪريان. پر پوءِ سرڪار ۽ سرڪاري عملدارن جي ذهنيت جي ڄاڻ هوندي جسم ۾ ڏڪڻي ايندي اٿم ته سون جي ڳولا ته ٺهي يا نه پر ڀهريون ته مون کي ڄاموٽ سوڊو ڪندا اندر جيل ۾. پوءِ سون ڪڍي پاڻ ۾ ورهائي. بيان جاري ڪندا ته اسان سرڪار کي ڌوڪو ڏيڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهايو هيو ان ڪري. اهو "سون ئي کهوريو جو ڪن ڇني."

# مانجهي منجهه پکيڙيو

(امرلوڪ ڪهاڻي)

"اسين زندگيءَ سان ٻارهوئي "ڊائلاگ" ۾ آهيون. هائو يا نهڪر جو اختيار استعمال ڪندي اسين پنهنجي چوگرد اڪثر اثر يا تاثر جي تخليق ڪندا ٿا رهون. ڪي اهڙيون ڳالهيون به عمل ۾ اچن ٿيون جن لاءِ اسين پاڻ خواهشمند ٿا رهون. ڪي وري اهڙا واقعا درپيش اچن ٿا جن لاءِ اسين پاڻ کي جوابدار نٿا ڄاڻون. ڪي معاملا اهڙا به آهن جي انساني سمجهه کان ٻاهر آهن. جئن "حادثا".

مثال طور جڏهن اسين ڪنهن خاص هنڌ تي گهٽي يا رستو پار ڪرڻ لاءِ وک وڌايون ٿا ته ائين ڪندي ٻئي رخ کان هڪ تيز رفتار ٽرڪ اچي اسان مٿان ڪڙڪي ٿي. اهو هڪ اتفاقي واقعو چئجي يا ٻيو ڪجهه؟ ڪي ماڻهو حادثن جو شڪار ٿي هلاڪ ٿين ٿا. ڪي اهڙا به آهن جي آپدائن، جنگين، بيمارين ۽ زلزلن جي ضد ۾ ايندي به صحيح سلامت بچي ٿا نڪرن. انهن جي زندگيءَ جو راز ڇا آهي؟ خوش قسمتي؟ ڪنهن جون دعائون؟ يا فقط اتفاقي حادثو يا معجزو؟"

الله نه ڀلائي ته سال چوراسيءَ جي جنوري مهيني جي پهرين تاريخ هئي. وقت صبح نيرن مهل. جڏهن اڇي رنگ جي ٽويا ٽا ڪار جيڪب آباد شهر جا وڻ ڇڏي شاهي رستي سکر شڪارپور واري رخ ۾ ڌوڪيندي ڏني ويئي. نئين سال واري ماڊل جي نئين نڪور ڪار. وري سندس سوار به ڳڀرو نوجوان ٿي ڏٺو. شايد ڪاليجي شاگرد هيو. تڏهن ته موٽر اڏامندي نظر ٿي آئي. ڄڻ ته هوا سان ڳالهيون ڪندي ٿي ويئي. رستي تي ٽرئفڪ جي به ڪا خاص پيهه نه ٿي ڏٺي. سواءِ چند مسافر لارين جي. جن جي ڇتين مٿان مسافر ڳوٺين جيان سٽيل هوا. يا وري ڏڳ جي پاسن کان ويندڙ موهن جي دڙي واري ماڊل جون بيل گاڏيون، جي ريڱٽ ڪندي ڌڌڙ اڏائيندي رڙهنديون

تي رهيون.

موٽر جي مسافرن ۾ گهٽائي اسڪولي ٻارن جي ٿي ڏٺي. جن رستي جي هر ڳاڙيءَ ڪان اڳ ڪيڏي ويل هوڪرا ٿي هنيا. ڀانئڻ ته تيز رفتاريءَ جي چٽاڀيٽي ٿي رهي هئي. هونئن به مسافريءَ جو اصلي مزو ونڊدا ئي ٻار آهن. چوندا ڪين آهن ته "ٻار ۽ ڪتو لڏ ۾ خوش". پر هتي ته سندن خوشيءَ جا ڪئي ڪارڻ اچي ڪٺا ٿيا هوا. هڪ ته سياري جي وئڪسيشن هئڻ ڪري سڀيئي پڙهائيءَ جي عذاب کان آجا هوا. ٻيو گذريل ٻن هفتن کان وٺي لڳاتار سٺي سفر جي تفريح ۾ مشغول هوا. اباڻي ڳوٺ گهمڻ جي خوشي ڪين الڳ هئي جتي ڪافي عرصي کان پوءِ سندن اچڻ ٿيو هيو.

شڪارپور شهر جي پسگردائي لڳ پروگرام ۾ رد بدل آندي ويئي. اصل ارادو ته سکر هلي هوائي جهاز وسيلي ڪراچي پهچڻ جو هيو. پر اوچتو ئي اوچتو گهر ڏياڻيءَ پٽڪو ڪڍيو ته چو نه سيوهڻ هلي لال جو سلام ڪجي ۽ چادر چاڙهي پوءِ ڪراچيءَ هلڻ جو سعيو ڪجي. "آخر روز روز سفر ٿورئي ٿو ڪجي. هاڻ ته وري ٻار به خير سان سڀيئي ساڻ هوا." گهر ڌڻيءَ لاءِ ته هوائي جهاز يا "باءِ روڊ" رستي ڪراچي پهچڻ ته ساڳي ڳالهه هئي. پر گهر واريءَ جي راءِ به ته رکڻي هئي. هڪدم حڪم جي تعميل ڪئي ويئي. سڌو سکر وارو دڳ وٺڻ بجاءِ موٽر کي دادوءَ واري نيشنل هاءِ وي رخ ۾ موڙيو ويو. "هاڻ پهريون ڳڙهي ياسين اچڻي هئي پوءِ رتو ديرو پوءِ لاڙڪاڻو". نانڪ پنهنجي ٻارن کي علائقي جي جاگرافيءَ کان واقفيت ڪرائيندو رهيو.

لاڙڪاڻي پهچي گاڏي ۾ تيل پرايو ويو. ڪوڪو ڪولا پيئڻ کان پوءِ اڳيرو هلڻ لاءِ سعيو ڪيو ويو. پر هن ڀيري موٽر ۾ ويهڻ واري ترتيب ۾ ڦير ڦار آندي ويئي. اندرا ۽ سرلا اڳين سيٽ تي ويهڻ لاءِ ارادو ڏيکاريو ڇاڪاڻ ته پٺين سيٽ تي ڪين رستي جا نظارا ڏسڻ ۾ ڪين ٿي آيا. پيءُ ڌيئرن جي خوشيءَ خاطر پٺيان اچي پنهنجي گهر واريءَ ڪڍ ويٺو. هونئن به ڪيس ننڊ جا جهوٽا ٿي آيا. ڪالهه رات ننڊ ته ڪنهن به ڪانه ڪئي هئي. هر هڪ سان پنهنجا ويڙيا مٽ مائٽ ۽ سنگتي ساٿي مليا هوا. مسافرن جي ويهڻ واري ترتيب عام رواجي ڳالهه هئي يا تقدير پنهنجي ڪار گذاريءَ جي سهولت خاطر عمل ۾ ٿي آندي؟ ڇئي نه ٿو سگهجي؟ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته

ڪارڻ ڇا ٿيو هوندو؟ حادثي وقت مريض پاڻ به گهڙي پل لاءِ هوش ۾ هو، پر جڏهن ڌماڪي جي نڪاءَ يا جهٽڪي تي سندس اک کلي ته هر هڪ شيءِ ڏانوا ڏول هئي، وڏي ڳالهه هيءَ هئي ته حادثي جو مريض جي دل يا دماغ تي جيڪڏهن ڪو هول چڙهيو هجي. هيبت طاري هجي پر ان جو سڄو اثر ٻهراڙي تي ڪو اهڃاڻ ڪونه ٿي ڏنو، بلڪ برعڪس ان جي پڇا ڪندڙن کي انهن سوالن جا جواب به هو ئي ڏيندو رهيو. گهرو خيرخواهن جا پارا پتا، ايڊريسون نهايت ڦڙتائيءَ سان ٿي ٻڌايائين، تعجب جهڙي ڳالهه ته لاڙڪاڻي وارن عزيزن جا ٽيليفون نمبر به ڀر زبان ياد هيس، جي بروقت اطلاع ملندي ئي جاءِ واردات تي پهچندا رهيا. حادثي جي نزاڪت لحاظ کان جنهن ۾ اٽي کان گهٽ جاني بربلوڪ پڌار جي چڪا هجن ۽ جيڪي جيئرا هجن سي به منهن ٻهان ڍيري ٿيل هجن. اتي هڪ پارنهن ورهين ڄمار جي ٻنگر جا حوصلا خطا نه هئڻ ۽ حالتن پٺاندڙ جستيءَ کان ڪم وٺڻ هرٻش لاءِ نه فقط هڪ چئلينج هيو پر هڪ وڏو ڪارنامو هيو. گهٽ ۾ گهٽ وقت ۾ سنگت ساٿ جو موقعي تي پهچڻ ۽ سندس زخمي پيءُ ماءُ جو اسپتال ۾ ترت پهچڻ هرٻش جي حاضر دماغيءَ جو ڪرشمو هيو. اهي برابر آهي ته قدرت جي ڪارسازي به شامل حال رهي، پر ساڳئي وقت پنهنجي ڪم کي پاڻ ئي نباهيندي سياڻپ هٿان ٿي.

پوءِ جا باقي تفصيل بيان ڪرڻ فقط اکين ڏٺي جا خيال پرتا آهن. جي وڃنا هوا سي ويا، هليا رهيا، جتي ۾ هڪ کي هلڻو آهي، هند ٻن آخري سفر ختم ٿي چڪو هيو. باقي رهيون ڏيهي ڏيتون ۽ سمورن جن جو پوسٽ مارٽم ڪري خيرپور ناٿن شاهه جي پاڻياٺ ڪيو سو ٿيو. زخمين کي هرٻش گڏ لاڙڪاڻي اسپتال ۾ آندو ويو جتان راتو رات ريل ذريعي کين ڪراچي جي مشهور نيم ايسٽ اسپتال ۾ داخل ڪيو. ديوان نانڪ جو جسم جهڪيل رهيو سندس هٿن پيرن جا هڏا گڏ ڀڄي پرزا ٿي چڪا هوا. ڏونٽي جي حالت خطرناڪ وقتي خطره وارڙي هئي. جنهن ته سندس مهاڙي جا ڄاڙي ٽوٽڙي ڦڦڙ ڪاڙهي کي ڇهي جيئي چڪا هوا. نانڪ پورا پنج مهينا بيهوشيءَ ۾ رهيو. باقي ست مهينا ڪراچي توڙي آمريڪا جي اسپتالن ۾ زير علاج رهيو. ڏونٽي جو پلاسٽڪ سرجريءَ ذريعي منهن جون هڏيون ۽ ڇهڙي نئين سر جوڙيون ويون. پوري سال جي مدت تائين پنهنجي ڳالهه مڙس ڊاڪٽري علاج ۾ گذاري پڪين ۾ رهيا، جڏهن هنن اکيون کوليون ۽ پنهنجي پيرن تي بيهڻ جهڙا ٿيا ته نئون سال پنجاهي شروع ٿي چڪو هيو. جيڪڏهن سمورو جوڙيل سال

سندن زندگيءَ وار ليکي ڪان ڪاٽا ڪيو وڃي تہ اڄان بہ وڌيڪ صحيح ٿيندو!

بدبختيءَ لاءِ ڪڏهن ڪونہ ٻڌوسين تہ ڪنهن وٽ اڪيلي سر آئي. نانڪ وٽ بہ هوءَ سڌوري سموري ٽٻر سميت اچي سهڙي. اڪ ڇنبي ۾ گهراڻي جا اڌ ٻاتي چٽ! ٽي پنهجا ٻار. ٻہ ڌيئر هڪ پٽ. سرلا، اندرا ۽ مڪيش، عمر هر هڪ ۱۴، ۱۳ ۽ اٺ سال هئي. ڇوٽون ٻاٽيو امر جو وڏي ڀاءُ سريچند ڪان نندپڻ ۾ ورتي گود جو "پٽ" ڪري پاليو هوائين. 'امر' ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ "ايم بي اي" جو فرسٽ ييئر اسٽوڊنٽ هيو ۽ نهايت هڪ هٽهار نوجوان!

اولاد جي آس ۽ سندن مستقبل جا سپنا! انسان ڪيڏا نہ اڻرائتا اڀاءَ ونندو ۽ واريءَ سندا ڪوٽ اڏيندو ٿو رهي. تعليم تربيت، صحت، سندن شاديون مراديون، مال املاڪ ۽ ورثو! سڀ خيال خواب، هڪ هوا جي جهوٽي، غفلت واري اڪ ٻوٽ يا ڪنهن جان بچائڻ جي ڪوشش ۾ ڪافور ٿي چڪا هوا. وڃڻ وارن جو هڪ سور هيو پر جيئرن جا تہ لڪين هوا!

نانڪ ۽ سندس گهر واري ڌنونتي پورا ٻارنهن مهينا سانده ڪراچي ۽ آمريڪا جي اسپتالن ٻلي رهيا. نانڪ پنج مهينا بيهوشيءَ ۾ رهيو. ڪيس حادثي ۾ ٿيل هاڃي جي خبر هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ بہ ٻہ مهينا دير سان ٻڌائي ويئي. زال مڙس ٻنهي جي علاج تي اٽڪل پنجويهہ لک رپيا خرچ آيو. سندن بيهوشيءَ ۽ بيماريءَ دوران سندس ڌنڌي ۾ گهوٻيون الڳ هنيون ويون. ڪيترا ماڻهو سندس طبع پرسيءَ بهاني اسپتال ۾ اچي چيڪ بڪ تي صحيون وٺي ويندا هوا. خاص طور جڏهن نشي آور دوائن جي زير اثر بي حال هوندو هيو.

چوراسي جنوري ۾ چوٽ کاڌل نانڪ پنجاسي جنوريءَ ۾ اڪ ڀيٽي جڏهن سڀ ڪجهہ چوپٽ ٿي چڪو هيو. ليکو چوکو ڪرڻ بيسود ٿيو. گهاٽو ئي گهاٽو هيو. وري اها ڄاڻ بہ نہ هئي تہ گهاٽو ڪنهن جي ڪنڌي ڪٽايو وڃي. قدرت پنهنجي بچاءَ ۾ 'حيلي رزق ۽ بهاني موت' واري اهڙي جدول ناهي هئي جو مٿس ڏوهہ ڌرڻ بيواجبي هيو. ماڻهن جوابدارن جي ڳولا ۾ ڌرتيءَ تي پير اڪرا ٿي جاچيا. جن مٿان ئي مٿان لامارا ڏيئي ڪنڌا ٿي ڪنيا سي ڪنهن ليکي ۾ ئي ڪونہ هوا! آخر هي زندگيءَ واري آڏاڻي جو مقصد ڪهاڙو هيو؟ چرخو چوري تار ڪتڻ ۾ فائدو؟ جڏهن نہ سٽ ٿي بچيو نہ ڪپهہ ۽ نہ وري پيڃارو ئي ٿي رهيو! اولاد جي پرورش ۽ پالنا ۾ سالن جي سيڙپ هئي

جنهن جي ڪاتا ٽيڻ لاءِ ننڍ جو هڪ جهونو ڪافي هيو! ساڳيو حال هيو مال املاڪ جي ميڙا چونڊيءَ جو، لکها عيب گناه ڪرڻ سان مايا ڪٺي ٿي ڪئي ويئي.

سمورو پنجاسي سال نانڪ هن سوچ ۽ فڪر ۾ رهيو ته آخر هي حادثو ڪهڙي منجهه حساب ٿيو هيو؟ پاڻ ان سانحي لاءِ ڪيتريقدر جوابدار هيو؟ سندس لاءِ هن ٽرئجڊيءَ ۾ ڪهڙا سبق سمايل هوا؟ ان ۾ ڪو شڪ نه هيو ته جو ڪجهه ٿيو هيو اهو ائين ئي ٿيڻو هيو ۽ ان ۾ ضرور ڪا ڀلائي هوندي! جي نياڻيون موتاج ۽ لوليون لنگڙيون ٿي بچي وڃن ها ته پوءِ پيءُ ماءُ لاءِ دائمي عذاب ۽ چٽي بڻجي وڃن ها. جي نوجوان نينگر سئو سال به جيئن ها ته آخر اهو ڏينهن ته اوس اچڻو هيو. پوءِ ڇو نه جي ”اڳي سي تڳي“. جي ٻچي نڪتا هوا تن ڪو ’لهڻو‘ ته نه هيو. اها به قدرت جي مهرباني هئي. جي اڌ ياتي پرلوڪ پڌاريا هوا ته اڌ باقي قدرت بچايا به ته هوا. باقي رهي مايا، جا هوندي به اچٽي وڃٽي هئي ۽ هاڻ پاڻيءَ جيان هاري ويئي هئي. پر آئي به ته وڏي ڦڙي جيان هئي.

زندگيءَ جي ڳجهارت ڇا هئي؟ اها ته خبر خانود ڪي، پر نانڪ کي هيءُ جاڻ پليءَ پت هئي ته ڪيس نئين زندگي بخشي ويئي هئي. ممڪن آهي ته قدرت کي ڪائونس ڪو ڪم ونڻو هيو. جنهن مقصد جي سمجهڻ لاءِ هو علامتن جي انتظار ۾ رهيو. ڪيس بروقت جو احساس پيدا ٿيو اهو هيءُ ته ”جي سندس چارئي ٻار هاڻ زنده هجن ها ته سندن زندگيءَ جي ضرورتن ۽ پڙهائي جو خرچ بدستور ٿيندو رهي ها.“ پوءِ ڇو نه اهڙي خرچ جو تخمينو لڳائي اوتري رقم جي سيڙپ گهرجائو ۽ مسڪين ٻارڙن جي پڙهائيءَ ۾ ڪئي وڃي جئن هو به علم جي روشنيءَ سان مالا مال ٿي سگهن. ٻار آهن ئي گلن ۽ ڦلن سمان، آخر ٻارن تي ڪنهن فرد جا مالڪاڻا حق ٿورائي هوا؟ هو ته آهن قوم جي امانت ۽ ملڪ جو مستقبل!

مسڪين ٻار کي تعليم پرائڻ لاءِ مالي امداد ڪرڻ مقصد سان ڪراچيءَ ۾ ”امرلوڪ ٽرسٽ“ قائم ڪيو ويو جو باقاعده رجسٽرڊ پڻ ڪرايو ويو. گذريل سال هن ٽرسٽ پاران ”٣٥“ اسڪالرشپون سنڌ جي مختلف ڳوٺڙن جي شاگرد ۽ شاگردياڻين لاءِ منظور ڪيون ويون. هر اسڪالر شپ سو رپيا آهي جا رقم مهيني وار اسڪول جي ائڊريس تي مني آرڊر ذريعي رواني ڪئي ويندي آهي. ڪجهه درخواستن مدنظر ٿي ٻيون اسڪالر شپون پڻ

ڏنيون ويون جن جو پڙهائيءَ کان وٺي ڪ زندگيءَ جي ٻين فوري ضرورتن سان واسطو هيو ءِ هن قسم جي اسڪالر شپ ٻن سون کان ٽي سو رپيا ماهوار هئي. هلندڙ سال لاءِ "شيڊيول ڪاسٽ" جي اسڪولي ٻارن جي پڙهائيءَ لاءِ پنجاه اسڪالر شپون منظور ڪيل آهن ۽ هر اسڪالرشپ پنجاه رپيا آهي. ياد رهي ته سرڪاري يا غير سرڪاري ادارن طرفان ڳوٺاڻن ٻارڙن لاءِ خاصي تعداد ۾ اسڪالرشپون ڏنيون ٿيون وڃن. پر ڪي قومون اهڙين رعايتن کان بلڪل محروم آهن جيئن ته "ڪولهي ڀيل ۽ مينگهواڙ". هنن قومن لاءِ مسلمانن جو چوڻ آهي ته هندو آهن ۽ هندو وري کين "ڪچو پيو" ٿا سمجهن.

سنڌ ۾ ٽريفڪ حادثو ۽ ملڪ الموت جي جهيڙ ساڳي ڳالهه آهي. چاڪاڻ ته اسان وٽ سرڪاري يا غيرسرڪاري طور نه ٽريفڪ حادثن جي "روڪ ٿام" لاءِ ڪي اثرائتا اپاءَ ورتا ٿا وڃن ۽ نه وري حادثن ۾ زخمي ٿيل ماڻهن جي ترت علاج لاءِ ڪو انتظام ٿيل آهي. جي ڪو الله جو ٻانهو حادثي کان بچي ٿو نڪري ته پوءِ اهو جڻ نئون جنم جاتو. ورنه اڪثر ته ڦٽيل ماڻهو ڇيچلائي يا ته مري ٿا وڃن يا وري عمر ڀر لاءِ محتاج رهجي ٿا وڃن.

ان ڏس ۾ ٽانڪ جي راهه ھي آهي ته حادثن ۾ ڦٽيل ماڻهو جي علاج لاءِ عام رستن تي ٢٥ يا ٥٠ ميل مفاصلي جي وچوٽيءَ تي "حادثاتي مرڪز" قائم ڪيا وڃن جتي ائمبولينس گاڏين جو به انتظام رکيو وڃي. هي مرڪز ٽيليفون ذريعي هڪ ٻئي سان لاڳاپي ۾ رهن ۽ خبر ملڻ تي حادثي واري جاءِ تي ڊاڪٽري امداد پهچائين. انهن مرڪزن جو شهرن جي وڏين اسپتالن سان ناتو هجڻ پڻ لازمي آهي جيئن نازڪ قسم جي ڪيسن جو حالتن پٺاندڙ علاج ڪري سگهجي. ان ڏس ۾ سنڌس پروگرام هي آهي ته اهڙا ٽي مثالي مرڪز قائم ڪرڻ جي شروعات ڪري. ان ارادي تي عمل ڪرڻ لاءِ سکر ۽ حيدرآباد شهرن ۾ مناسب هنڌن تي پلاٽ پڻ خريد ڪيا ويا آهن جتي حادثاتي مرڪز تعمير ڪيا ويندا. انهن مرڪزن ۾ آپريشن ٿيٽر ۽ ڊاڪٽرن علاوه ائمبولينس گاڏين جو پڻ بندوبست رکيو ويندو جيئن زخمين کي وقت سر مرڪز ۾ علاج لاءِ پهچايو وڃي. شل اهڙي نيڪ ارادي تي عمل ڪرڻ لاءِ الله پاڪ کيس توفيق عطا ڪري آمين.

# عثمان حجم جو روزو رکڻ

(مزاحيه افسانو)

عثمان حجم کي روزو رکائڻ هڪ اهڙو ڪٺن ڪم هو جهڙو اٺ کي پڃ تي نچائڻ. چاڪاڻ ته عثمان پنهنجي پنجاهه سالن جي حجامڪي زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڀلجي به روزو نه رکيو هو. روزو ته درڪنار پر ٻاڪري عيد جي سوا ٻهر ڏينهن وارو روزو رکڻ به سندس لاءِ هڪ نا ممڪن امر هو. ليڪن اڳيان نه هوا ميڄلو مرسڻ جهڙوڪ صفو پان ٻيڙيءَ وارو، عدو موچي ۽ سومر نانوائي، جن ٻارنهن مهينا اڳ ۾ سازش سٽي هئي ته عثمان کي هڪ روزو ضرور رکايو وڃي. سڀ هڪڙ تا بار اچن. عدو موچي، جو، سازش جي جڙ پاڙ هو تنهن ته ماهه رمضان جي آمد کان ڪافي ڏينهن اڳ، روزي جي برڪت ۽ فضيلت بابت بيان ۾ روايتون ۽ حديثون ٻڌائڻ شروع ڪيون. عثمان کي هر ڪڻ لاءِ تنهن وقت ٻولتم ٻڌرو ڪندو رهيو ته ڏه دنيا ۽ سنڌ آخرت جو سودو فقط روزن سان لاڳو هو ۽ روزي رکڻ جي حالت ۾ بهشتي برڪتون سترا سيڪڙو ڪڏيل ويا ج جي حساب سان پلئه ۾ پيون.

ماهه رمضان جو چنڊ ٿيندو ئي عدو موچي اسڪيم جي ابتدا ڪندي عثمان حجم کي روزي رکڻ لاءِ تيار ڪرڻ شروع ڪري ڏني. عثمان ڏاڍيون ڳالهيون ڪيون ۽ هر پيري هي پڇي ته نوالن جي ڪوشش ڪئي ته سندس اڌ کان زياده عمر بغير روزن رکڻ جي گذري هئي ۽ نهايت خوش گذري هئي، ۽ هاڻ پيري ۾ ڪيئن هن طرح بک ٻئي مهري ٻيحالا ٿي ٻنايو وڃي. سومر نانوائي عثمان کي مخاطب ٿيندي هڪ روزدار واعظ ڪيو ۽ انگن اکرن سان ثابت ڪري ڏيکاريو ته روزي نه رکڻ جي حالت ۾ عثمان کي ستر سال سانده دوزخ ۾ ٻيال ڀرهائي پوندي ۽ ان بعد ٻيا ستر سال ڪيئن شيطان جو دفتر داوڻي ڪم ڪرڻو پوندو.

چاقي جهڙو ۾ جتيون چوته ڪنڌ ٿيون پون" عثمان ٿرش رو ٿيندي

وراٿيو، "پر روزو هر گز نہ رکندس" ازانسواءِ جڏهن اسلام ۾ زوري جائز نہ آهي تہ "پوءِ ڪيس مجبور ڇو ڪيو ٿو وڃي." "غضب خدا جو" عثمان ڇيٿيون ڪندي چيو، "هڪ تہ اڻ ڏني تي ايمان آڻيون، ٻيو وري هوندي سوندي بکون ڪاٽيون، اها مسلماني مهانگي ٿي پيئي." ائين چوندي عثمان ڌمڪي پڻ ڏني تہ جيڪڏهن اجا بہ ڪيس روزي رکڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو تہ هو لاهور وڃي يا تہ ٻنگي ڪرستان ٿيندو يا پارٽ وڃي شڌي ٿيندو. ٻنهي حالتن ۾ زندگيءَ جون سڀ سهوليتون سواءِ روزن رکڻ جي نهايت آسانيءَ سان ملي سگهيون ٿي.سومر نانوائيءَ جو اسان جي سموري سنگت ۾ مذهبي خيال رکندڙ آهي ۽ هميشہ ماني ڪائڻ وقت بسم الله پڙهندو آهي ۽ هڪ ٻہ دفعا حج تي وڃڻ لاءِ پڻ ارادو ظاهر ڪيو اٿس ۽ هر اذان ٻڌڻ وقت "لبيڪ" چوندو آهي، تنهن ڪي عثمان ڪي ملحدانہ ٻول ٻولڻ تي سخت جوش آيو ۽ هڪدم ڪٽ تي چڙهي ٻيهي عثمان تي ڪفر جي فتويٰ جاري ڪيائين ۽ اعلان ڪيائين تہ عثمان جو منهن ڪارو ڪري ڪيس گڏهہ تي چاڙهي گهمايو وڃي، عدوءَ موچي پيش ٿيل پروگرام جي مخالفت ڪندي ظاهر ڪيو تہ عثمان جو قدرتي طور منهن ڪارو هو انهيءَ ڪري سندس منهن تي دانگي گهمائڻ بيسود هئي، چاڪاڻ ماڻهو ائين سمجهندا تہ عثمان شايد منهن ڌوئي آيو آهي. ازانسواءِ ڪيس گڏهہ تي چاڙهڻ عثمان لاءِ ڪا نئين ڳالهہ نہ هئي ڇو تہ هو روزانو اهو ڪرتو ڪندڙ آهي. قصو ڪوتهہ آخر اهو ارادو ترڪ ڪيو ويو.

عثمان تي دوزخ جي عذاب ۽ بهشت جي اميدن جو ڪو خاص اثر نہ ڏسي صفر پان ٻيڙيءَ واري هڪدم هڪ پنهنجي دوست پوليس واري کي سڏايو. صفر جڻن تہ پوليس جو دائمي مشير آهي ۽ روزانو شاهديون ڏيڻ سندس هڪ "سائيڊ بزنيس" آهي، تنهنڪري پوليس سان نہ فقط "معمولي رستو" بلڪ "پڪي سڙڪ" اٿس. پوليس واري جي اچڻ شرط ڪيس پاسيرو ڪري اٺ آنا کن چاءِ پاڻي لاءِ ڏيئي عرض ڪيو تہ عثمان کي روزي رکائڻ ۾ مدد ڪئي وڃي. عثمان جو پوليس واري کان سخت ڊڄندڙ آهي ۽ ڪليو ڪلايو چوندو آهي تہ: انهن کي "پڳ بہ پرائي" پوءِ ڇو نہ شريف ماڻهو ڪائڻن ڊڄي؟ پوليس واري پنهنجون "مارشل لا ٽائيپ مڇون" وڪوڙيندي عثمان کي ڌمڪي ڏني تہ روزي نہ رکڻ ڪري ڪيس نئين اسلامي قانون مطابق ڦٽڪا بہ هنيا ويندا ۽ جيل پڻ ڏنو ويندو. لاچار ٿي عثمان آڻ مڃي ۽ وعدو ڪيو تہ

هو آخري جمعي جو روزو ضرور رکندو ڇا لاءِ ته آخري جمعي جو روزو ساري مهيني جي "ڪوتا" برابر هو.

روزي رکڻ کان هڪ ڏينهن اڳ عثمان پنهنجي يارن دوستن وٽ وڃي ڪائن روئي ڳراٽڙيون پائي موڪلايو ۽ ڪين استدعا ڪئي ته سندس ڪاڏو پيتو ۽ چيو آکيو بخشيو وڃي. ڪيترن دوستن ڪيس ورجايو ته روزو آخر ڪو شهتير يا لوهي گيڊر ته ڪونهي هو جنهن جي رکڻ سان عثمان چپاٽجي مري ويندو. پر عثمان چيو ته "ادا! موت هر انسان جي ڪڍ پوليسي پڳيءَ جيان پيرو ڪندو تو رهي، پر پوءِ ڪهڙي خبر ڪٿي هلي گهٽو ڏئي! ازانسواءِ جيئن ننڊ موت جي ننڍي ڀيڻ هئي تيئن روزو به موت جي ڀڻيءَ جو پٽ هو."

رات جو عثمان پنهنجي گهر ڀاتين کي هڪ هنڌ جمع ڪري پاڻ ۾ اتحاد رکڻ لاءِ تلقين ڪئي ۽ بعد ۾ وصيت ڪئي ته جيڪڏهن سڀاڻي روزي رکندي سندس دم قضا ٿئي ته هو ترت پوليس ٿاڻي ڏانهن وڃن ۽ سومر نانوائي، عدو موچي ۽ صفر پان بيڙيءَ واري، ٽنهي تي ناليوار خون جي فرياد داخل ڪرائن ته هنن سازش سٽي عثمان کي خود ڪشيءَ لاءِ آماده ڪيو هو ۽ ۳۰۲ قلم پاڪستان ڪوڊ سان گڏ ۱۲۰ ب ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ جو فقره به ضرور لاڳو ڪن. جڏهن مڙني مائٽن عثمان کي سندس وصيت جي بجا آوريءَ لاءِ خاطري ڏني تڏهن به عثمان کي اعتبار نه آيو ۽ عريضي نويس کي گهرائي هڪ دستاويز لکارايائن جنهن جي اصل تي سيني حاضر ڀاتين جا ڪيا آڱوٺا به ورتائين.

پنهنجي مال ملڪيت بنسبت وصيت ڪندي عثمان چيو ته سندس ڇڳل ڪٽ، ڪتل موڙا ۽ به پراٽيون واڻ جو ويڙهيون يتيم خاني جي فنڊ ۾ جمع ڪرايون وڃن ۽ هي ڪانئن خاطري ورتي وڃي ته سندس يادگيريءَ ۾ ڪونه ڪو حجامڪو دارالعلوم تعمير ڪرائن. پنهنجي سيرب وارن سنجن بنسبت خواهش ظاهر ڪيائين ته ڪسبت جو تيلهو ڪشمير تي چڙهائي ڪندڙ خاڪسارن جي حوالي ڪيو وڃي.

وصيت وغيره کان فارغ ٿي عثمان سمهي پيو. عثمان ننڊ ۾ ڏٺو ته روزي رکندي هو دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو هو ۽ جنت جي اسٽيشن تي سندس زبردست آجيان ڪئي ويئي ۽ فلڪ شگاف نعرا هنيا ويا. علاوه ان جي آسماني ريلوي پليٽ فارم تي ڪيس پاڪين ۽ نچڪٽين سان "گارڊ آف آنر"

پيش ڪيو ويو ۽ سندس زمين تي ڪيل خدمتن جي سلسلي ۾ هڪ سپاسنامو پڻ پڙهيو ويو. خواب جي دنيا ۾ چهل قدمي ڪندي عثمان پنهنجي ”ٽوٽر جو پروگرام مرتب ڪرڻ جي فڪر ۾ هيو ته سندس اک کلي وئي. ڏنائين ته گهر ڀاتي ڪيس روزي رکائڻ لاءِ اٿاري رهيا هوا. عثمان کهنو ني کائڻ جي ڪني پر عدو موچي (جنهن پاڙي جا ڏهه ٻارنهن ماڻهو عثمان کي زوري روزو رکائڻ لاءِ سانڊ ڇڏيا هئا) جي عملي ڏانهن ڏسندي گاريون ڪند چوندي آتي ماني کائي ۽ سج اڀرڻ ۾ اڃا ڏهه ٻارنهن منٽ دير ڏسي وري رلهي ڀاتي سمهي پيو.

صبح جو نند مان اٿي هٿ منهن ڌوئيندي عثمان حجم ٿڌي پاڻيءَ جا ٻه وٽا پي ويو ۽ پوءِ ٽڪرو تڪڙو پاڙي جي ملان وٽ وڃي فتوي حاصل ڪيائين ته جيڪڏهن پل چوڪ ۾ ڪجهه پاڻي پي وڃجي ته ڪا اربع خطا ته نه هئي. ملان فتوي جاري ڪندي ظاهر ڪيو ته پل ۾ هو پاڻي ته درڪنار پر فالودو، لاڻ ڪنايون ۽ ڪنڌيريون وغيره پڻ کائي تي سگهيو. پنهنجو شخصي مثال پيش ڪندي ملان ظاهر ڪيو ته هاڻ هو گهران نيرن ڪايو تي آيو حالانڪ ڪيس باقاعده روزو هو.

ڪچڙي منجهند ڌاري عثمان ڏٺو ته سندس اکين اڳيان ترورا ۽ سندس مٿي کي ڦيري اچڻ لڳي. عثمان هي سوچيندي پاڻ کي ڏڍ ڏيڻ لڳو ته آخر روزي ۾ نفس کي مارڻو هو ۽ نفس کي مارڻ جهاد اڪبر هو. اهو خيال ايندي عثمان محسوس ڪيو ته هو روزي جي برڪت باعث ”غوث ۽ قطب“ جي درجي تي پهچي چڪو هو، ليڪن حضور شرم ۽ نرم دل هئڻ ڪري پنهنجي دشمن کي پٽ پاراتو نه ڏنائين نه ته هو سڀ عذاب جي باه ۾ سڙي پڃي ڪباب ٿي وڃن ها. ڪباب جي خيال اچڻ شرط عثمان جو روزو ڍلو ٿيڻ لڳو ۽ مڪروه ٿيڻ تي هو ته پاڻ سنڀاري ورتائين ۽ اٿي وري پل چوڪ ۾ پاڻي پي هنياءُ ٿڌو ڪيائين. شڪر الحمدالله جو ”پل چوڪ“ لاءِ گنجائش رکيل هئي ورنه هن مهل تائين عثمان چاليهارو ڪن ماڻهو ته چڪ وجهي ڦٽي وجهي ها.

سئلون ۾ گراهڪن جي اچڻ جو ٻڌي، عثمان، جو روزي باعث نهايت لاغر ۽ ڪمزور ٿي ويو هو سو ريڙهيون پائيندي پيتين کي هٿ ڏيندي اچي دڪان تي وارد ٿيو. رستي ۾ ڪيس ٻه مسلمان امرّا ٻه نظر آيا جي بيروزائت

هوا ۽ جي بٺيءَ جي واري ڀٽيءَ ڪان ٿهڻ پتاشا موتين ڪٿي ڪائي وهيا هوا. عثمان پنهنجي مسلمانن کي مخاطب ٿي خدا جي غضب ۽ قهر جي عذاب بنسبت واعظ ڪيو ۽ کين ڊڄڻ ڪئي! ”وضو ٽوڙ“ ڳالهيون ٻڌائيون ۽ کين هدايت ڪيائين ته جيڪڏهن هو روزو رکي نه ٿا سگهن ته گهٽ ۾ گهٽ روزه جو احترام ته رکن!

عثمان هي سمجهي اصل نه ٿي سگهيو ته الاجي ڇو روزي رکڻ جي پورڻ چئن ڪلاڪن بعد ڪيس سموري دنيا ”ڏکوهار“ ڏسڻ ۾ ٿي آئي. عثمان هر هڪ واپاري کي ايمانداري ڪيئن روزي رکڻ لاءِ تلقين ٿي ڪئي يا واري کين احترام ڪرڻ لاءِ هدايت الڳ ٿي ڪئي. هڪ ماڻهو جنهن کليو کلايو سگريٽ ٿي ڇڪيو تنهن کي پٽ پاراتو ڪندي عثمان ياد ڏياريو ته ”پروزانٽ“ جي جهنم ۾ وڃڻ بعد دوزخ جي باهه ٻارڻ لاءِ ڪهڙو هاڻي پاور جو اضافو ٿي ٿيو ليڪن هي خبر عثمان کي بعد ۾ پئي ته سگريٽ ڇڪيندڙ مسلمان نه هو بلڪ هندو هو.

دڪان تي پهچي عثمان ڪسيت کولي گراهڪن جي سيرب لاهڻ شروع ڪئي پر هڪ سنڌ ۽ سنڌس پاڪي ڳڻ ۽ پراڻ جي پلدوزڻ جيان ”بي لغام“ هلي رهي هئي. هڪ گراهڪ جنهن کيس مٿي جي وارن لاهڻ لاءِ چيو تنهن غريب جون مڇون ڏاڙهي پڻ ڪوڙي ون يونٽ ڪري ڇڏيائين. هن غريب گهڻيون دانهون ڪيون، پر عثمان جو بڪ باعث ڇتو ٿي پيو هو تنهن تي ڪو اثر نه ٿيو. وري بدقسمتيءَ سان جنهن سان تعدي ٿي، اهو ڪو هو به برسر اقتدار پارٽيءَ جو ميمبر. تنهن ترت وڃي عثمان تي ”خانگي معاملي ۾ دخل ڏيڻ“ جي قلم ماتحت فرياد داخل ڪئي. هڪ ٻئي گراهڪ جي ڏاڙهي ڪوڙيندي سندس نڙگهٽ تي پاڪي رکي ڪائونس ”ون يونٽ“ بنسبت رايو پڇائين. شڪر جو ماڻهو سياڻو هو ۽ عثمان جي پاڪي هٽائڻ بعد پنهنجو خيال ظاهر ڪيائين نه ته شايد هن وقت بي جهان ۾ الاٽمينٽ لاءِ وينو عريضيون لکندو رهي ها.

ٻنپهرن ڌاري عثمان حجم بيان جاري ڪيو ته ٽن ڪلاڪن جي سئنيما شو کي به انٽرول ٿيندو آهي ليڪن هي سورنهن ڪلاڪن تائين لڳاتار روزو رکڻ ڪا فضيلت ته نه هئي، خاص طور اونهاري جو. پنهنجي بيان ۾ عثمان سرڪار، کي مشورو به پيش ڪيو ته ملڪي ”آئين“ ۾ درستي آڻي

روزن جو مهينو هميشه سياري جي موسم ۾ مقرر ڪيو وڃي جيئن هي ثواب هر هڪ مسلمان حاصل ڪري سگهي. اڙانسواءِ حج تي جو هر سال ڪيترا حاجي گرميءَ وگهي موت جو شڪار ٿين ٿا. سي پڻ اجل جي چنبي کان محفوظ رهندا. آخر روزي مان مراد عبادت آهي ۽ عبادت هر موسم ۾ ڪري سگهجي ٿي.

ٽيپهري ڏاري عثمان جي حالت هڪ مرگهيءَ جي مريض جيان نازڪ ڪڙيءَ تي اچي پهتي. حالانڪ پل چڪ جي ايڪٽ هيٺ اڌ سير ڳنڊيريون واپرايون هٺائين, تاهم روزي جو "هاٺو" ڪيس آپي کان ڪڍي رهيو هو. دليل ڊوڙائيندي آخر عثمان حجم, پاڙي جي ملان دينوءَ ڏانهن ماڻهو موڪليو ۽ ڪيس گهرائي گذارش ڪيائين ته هو مسجد جي ممبر تي چڙهي اذان ڏئي جيئن عثمان روزو افطار ڪري سگهي. ملان دينوءَ صاف انڪار ڪيو ته اجا ٽيپهريءَ جي نماز جو پڻ وقت نه ٿيو اهي. روزو سانجهيءَ جي اذان تي ڇوڙيو ويندو آهي ۽ نه ڏينهن ڏٺي جو. ليڪن عثمان ضد تي قائم رهيو. ملان کيس صاف ٻڌايو ته جيڪڏهن عثمان کي روزو قضا ڪرڻو آهي ته هو سواءِ اذان ٻڌڻ جي پڻ ڪري ٿي سگهيو. پوءِ ٻانگ لاءِ ترسڻ جو مقصد؟ عثمان جي خواهش هي هئي ته ملان دينو اذان ڏئي جئن روزو ڀڃڻ جو بار سندس گردن کان ٽرانسفر ٿي ملان جي ڳچيءَ ۾ حائل ٿئي. ويچارو ملان عجيب ڪشمڪش ۾ اچي ڦاٿو ۽ جان ڇڏائڻ جي فڪر ۾ هو ته عثمان ڏنڊو کڻي اچي سندس مٿان ڪڙڪيو ۽ چيائين ته "ملان منهنجي لاءِ هاڻ موت ۽ زندگيءَ جو معاملو آهي, جيڪڏهن هاڻ اذان نه ٿو ڏين ته پوءِ تون قبرستان ۾ هوندين ۽ آءٌ يا روپوش هوندس يا جيل اندر." عثمان جي اکين ۾ خون جون علامتون ڏسي ملان ٽپو ڏيئي ممبر تي چڙهي ٻانگ شروع ڪئي. ملان اجا ڪنن تي هٿ مس رکيا ته عثمان پنهنجي کيسي ۾ پيل نقل ۽ ريوڙين کي رڙڪائڻ شروع ڪيو ۽ سندس چاپي جو ٽڪاءُ ائين ٿي محسوس ٿيو, جڻ ته شرطي گهوڙو ڪچا چٽا چبي رهيو هو. اهو ڏينهن اهو شينهن وري عثمان روزي رکڻ کان ٿي توبه ڪئي.

علي احمد بروهيءَ جا ايندڙ ڪتاب

1- ڪک پن

2- چام، چاموٽ، چامڙا

3- ڏيئا تيل قليل

4- ڪالم

5- مضمون

6- تقريرون

7- انٽرويو

8- تبصرا

# پڙھندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ٿي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداniءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)